اول الله، عليم، اعليٰ، عالم جو ڌڻي،

قادر پنهنجي قدرت سين، قائم آهه قديم،

والي واحد، وحده، رازق، ربّ، رحيم،

سو ساراهِ سچو ڌڻي، چئي حمد حڪيم،

ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جي.

# لطيف جو پيغام

## مضمون ۽ مقالا

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

مهراڻ اڪيڊمي

ڇپائيندڙ : قمر ميمڻ
نگراني : خالد سيف الله ڀٽي
ڇاپو پهريون : مارچ 1989ع
ڇاپو ٻيو : نومبر 1993ع
ڇاپو ٽيون : سيپٽمبر 1998ع
تعداد : 1000

قيمت =/48 رپيا

ملڻ جو هنڌ

برانچ آفيس : مهراڻ اڪيڊمي واڳٽودر شڪارپور
۽
سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# ســتاءُ

# پنهنجي پاران

سهڻي ڌرتي سنڌ جو سدا حيات شاعر، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه، دنيا جو عظيم، لاثاني ۽ بي مثل شاعر ۽ وڏو ولي هو.

ڀٽائي رحه، انهن هستين مان هو جي صدين کان پوءِ پيدا ٿيندا آهن ۽ ڪنهن خاص آدرش ۽ مقصد واسطي، ڌرتي تي آندا ويندا آهن.

دنيا جي جدا جدا علائقن ۽ حصن ۾، اهڙا نامور ۽ بي مثل انسان پيدا ٿيندا رهيا آهن، جن پنهنجي پيغام وسيلي، انسان ذات کي محبت، ڀائيچاري، آفاقيت، ايڪي ۽ اتحاد، سک ۽ پريت، محنت ۽ جدوجهد جو پيغام ڏنو آهي. انهن ڪٽرپڻي، نفرت، بغض، ڪيني، گلا، ظلم، ڏاڍ، استحصال، ڪوڙ، ڪپت، دغا، دوکي ۽ دولاب، دنيا ۽ ان جي حب جهڙن اوگڻن خلاف نصيحت پئي ڪئي آهي. انسان کي سندس اصلي مقصد ڏانهن سڏيو آهي. محبوب جو رضامندو حاصل ڪرڻ، ان جو مشاهدو ماڻڻ، سندس جلوو پسڻ، ۽ دنيا کي تڇ سمجهڻ جي تلقين پڻ ڪئي اٿن:

"جو تو ساڻيهه ڀائين سو، مانجهانديءَ جو ماڳ."

يا

” جاتو پاڻيءَ اڇ، تنهن پاڻيءَ پنا ڏيهنڙا“

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه ۽ سندس ڪلام، ساري انسان ذات جي قيمتي موڙي آهي. سنڌ کي ڀٽائي تي ناز آهي. ڀٽائي رحه، سنڌ جي سونهن آهي، سنڌ جو آواز آهي، اهڃاڻ آهي، پر اهڙي عظيم هستي کي سنڌ تائين محدود ڪرڻ به، سندس ذات، شاعري ۽ پيغام سان انصاف نه آهي، ڀٽائي رحه جو ڪلام ساري انسانيت جي ميراث آهي. مهراڻ اڪيڊمي، لطيف رحه جي شاعري ۽ پيغام کي ڦهلائڻ گهري ٿي. هي ڪتاب انهيءَ ڏس ۾ هڪ ڪوشش آهي.

محترم سائين ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڪنهن تعارف جو محتاج نه آهي. هو سنڌ جو مشهور محقق، مفڪر، مصنف، فاضل اديب، ۽ سنڌي ٻولي جو پراڻو خدمتگار آهي. هيل تائين اٽڪل ٦٠ ڪن ڪتاب لکي چڪو آهي. سندس قلم جو ميدان نهايت وسيع آهي، بيشمار موضوعن تي قلم کنيو اٿس.

هي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو آهي، جنهن ۾ سندس لکيل ٢٣ مقالا ۽ مضمون شامل ڪيا اٿئون، جن مان گهڻا اڻ ڇپيل آهن. ڊاڪٽر صاحب وڏي محنت، عرق ريزي، جاکوڙ، تحقيق ۽ دل جي اتساهه سان ڀٽائي رحه جي شاعري جي انيڪ پهلوئن تي نهايت سليس ۽ سلوڻي انداز ۾ روشني وڌي آهي. پهرئين ڇاپي تي پڻ نظرثاني ڪري ڪيترا سڌارا آندا اٿس. حضرت شاهه عبداللطيف رحه جي مختصر ۽ جامع سوانح حيات پڻ لکي اٿس.

انهيءَ سان ڪتاب جي افاديت هيڪاندو وڌي ويئي آهي. اڪيڊمي، ڊاڪٽر صاحب جي تهہ دل سان شڪرگذار، آهي.

مان ڪتاب جي ڇپائي ۾ سهڪار ڪندڙ مڙني دوستن جو ٿورائتو آهيان جن ۾ خاص طور اسٽار ڪمپوزرس شڪارپور جي آپريٽر شمس الدين ميمڻ، اڪيڊمي جي پبليڪيشن شعبي جي نگران خالد سيف الله ڀٽي، جن جي محنت سان هي ڪتاب منظر عام تي اچي سگهيو.

قمر ميمڻ

سيڪريٽري مهراڻ اڪيڊمي

ڊسمبر 1993

الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان هن ڪتاب کي عام مقبوليت حاصل ٿي، ۽ ٿوري وقت ۾ ان جون سموريون ڪاپيون ختم ٿي ويئون. ان ڪان پوءِ پڙهندڙ، اديبن ۽ شاگردن طرفان لاڳيتو گهر ٿي رهي هئي، تہ ان کي ٻيهر ڇپايو وڃي. ان ضرورت کي محسوس ڪندي "مهراڻ اڪيڊمي" جي ڪار پردازن هي ڪتاب ٻيهر ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو.

هن نئين ايڊيشن ۾ سڌارا ۽ واڌارا آندا ويا آهن، ۽ ڪتاب کي جامع بنائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. شاهہ جي شعر جو اڀياس ڪندي شاهہ صاحب جي فڪر، مقصديت ۽ پيغام جي اپٽار ڪئي ويئي آهي. هن نئين ايڊيشن ۾ شاهہ صاحب جي زندگيءَ جو مختصر احوال بہ ڏنو ويو آهي. ان سان گڏ هيٺين طرح واڌارو مواد ڏنو ويو آهي.

١- سرمارئي جي مطالعي ۾ گهڻو نئون مواد شامل ڪيو ويو آهي.

٢ - هيٺين سرن جو اڀياس نئين طرح شامل ڪيو ويو آهي.

سر سريراڳ، سرسارنگ، سرڪاپائتي، سربلاول، ۽ سر رامڪلي.

٣ - "شاهہ جي نظر ۾ زندگيءَ جو تصور" جي عنوان سان نئون مضمون آهي.

دعا آهي تہ الله تعاليٰ هن ڪتاب کي عام مقبوليت عطا ڪري.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# مقدمو

**ادب جي وصف ۽ ڪارج:** علم ادب جي تعريف ۽ ڪارج بابت مختلف نظريا ۽ رايا آهن. ڪنهن فن ۽ ادب کي زندگيءَ جو عڪس سمجهيو، جيڪو هڪ شخصي مزاج جي آئيني ۾ نظر اچي، ڪنهن وري شخصيت کي گم ڪرڻ جو نالو ادب رکيو، ته ڪنهن شخصيت جي اظهار کي ادب جو نصب العين ٺهرايو. ڪنهن وري ادب لاءِ Super personality يعني فوق الذات يا ماورائي شخصيت جو اصطلاح گهڙيو. ادب کي ڪڏهن زندگيءَ جي تنقيد بنايو ويو، ته ڪڏهن زندگيءَ جو اولڙو، ڪنهن ان کي زندگيءَ جو گل ۽ ميوو سڏيو، ته ڪنهن وري ان کي فڪر جي عمارت جي سونهن ڪوٺيو. اهي سڀ اڻ پوريون حقيقتون آهن. ادب اهو سڀ ڪجهه ته آهي، پر ان کان گهڻو وڌيڪ به آهي. علامه آءِ - آءِ قاضي صاحب ادب جي تعريف هن طرح بيان ڪئي آهي:

"اها تحرير جا ادب، لطافت طبع، زيب ۽ زينت واري عمل ڏانهن اشارو ڪري ۽ انهن خوبين جي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري."

حقيقت اها آهي، ته ادب علمن جي سڀني شاخن تي حاوي آهي؛ ۽ سمورن علمن کي پنهنجو مخصوص رنگ ۽ روپ ڏئي پاڻ ۾ سمائي ٿو ڇڏي. ٻين علمن کي اسان غير تڪويني ادب چئي سگهون ٿا، پر ادب چئي نه ٿا سگهون. ان قسم جا جيڪي به علم آهن، انهن جو مقصد علميت ۾ اضافو ڪرڻ هوندو آهي، ۽ علمن ۾ بيان تي زور نه ڏنو ويندو آهي، پر ادب ۾ انداز بيان جي ڪافي قدر و قيمت آهي. ادب اسان انهيءَ شيءِ کي چئون ٿا، جنهن ۾ ٻنهي ڳالهين جو خيال ڪيل هجي. يعني ان

جي مواد ۾ عالم انسان جي دلچسپيءَ جو سامان هجي؛ ۽ ان مواد جو انداز بيان ذاتي، داخلي ۽ دلڪش هجي. ان ٻئي پهلوءَ کي ”اسلوب بيان“ به چيو ويندو آهي. انهن ٻن ڳالهين جي هجڻ ڪري ادب ۾ تاثر ٿئي ٿو. سي-ايم جوڊ ته ايتريقدر چوي ٿو:

”مصوريءَ ۽ موسيقيءَ جي مقابلي ۾، ادب جي طاقت ۽ تاثير تمام زياده آهي. حقيقت ۾ ادب جي رنگينيت ۽ دلچسپين جي ڪابه حد مقرر ڪري نه ٿي سگهجي؛ ڇاڪاڻ جو ان ۾ انساني تجربي جو سمورو عڪس، ۽ انساني فطرت جي هر رخ کي پوريءَ طرح ظاهر ٿيڻ جو موقعو ملي ٿو.“

لطيف جي ڪلام ۾ اسان کي اهي ٻئي ڳالهيون ملن ٿيون. ان ۾ جيڪو مواد آهي، اهو عوام الناس جي دلچسپي جو آهي، انهيءَ ڪري ٻار توڙي ٻڍي، پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل کي حِظ حاصل ٿئي ٿو. شاهه صاحب پنهنجي دلُ جا جذبات ۽ احساسات تمثيلي انداز ۾ بيان ڪيا آهن. هن جيڪي ڏٺو وائٺو ۽ مشاهدو ماڻيو آهي، اهو ويهي بيان ڪيو اٿس، انهيءَ ڪري سندس انداز بيان ذاتي ۽ داخلي آهي. دلڪشي ۽ رنگيني سندس شعر جون خاص خوبيون آهن.

شعر جو ٻيو پهلو فن يا ڏانءُ هوندو آهي. انهن سيني ڳالهين جي ڪري شاهه صاحب جي ڪلام ۾ اهڙو تاثير آهي، جو ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ جي دل تي براه راست اثر ڪري ٿو.

ادب ذاتي زندگيءَ کان سواءِ اجتماعي زندگيءَ جو به ترجمان آهي، ڇاڪاڻ جو ادب ۽ سماج جو پاڻ ۾ گهاٽو سٻنڌ آهي. شاهه صاحب جو ڪلام، داخلي هجڻ سان گڏ خارجي به آهي. سندس ڪلام ۾ معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي تصوير نهايت خوبيءَ سان چٽيل ملي ٿي. ٿري ماڻهن جي خوشحاليءَ جو دارومدار مينهن تي آهي. جڏهن مينهن پوي ٿو، ته آن جهجهو ٿئي ٿو، ۽ کير مکڻ گهڻو ٿئي ٿو. شاهه صاحب فرمائي ٿو:

مند ٿي مندبل وڃيا، آيو جهڙ جهاتي،
هيڪ ارزان اَن ٿيو، ٻيو مکڻ منجهه ماٿي،
کلمي سين ڪاٿي، لاٿم ڪٽ قلوب تان.

جن واپارين مهانگو ڪري وڪڻڻ لاءِ اَن گڏ ڪري رکيو هو، اهي هيئن پڇتائين ٿا:

"جن مهانگو ميڙيو، سي ٿا هٿ هڻن"

شاهه صاحب اهڙن ذڪارين کي سخت لفظن ۾ نندي ٿو:

"ذڪاريا ڏيهه مان موذي شال مرن"

**حقيقت پسندي:** سماج ۽ ماحول ڪن حقيقتن تي دارومدار رکي ٿو. اديب جي آڏو حقيقتون ئي حقيقتون ڦرنديون رهن ٿيون، جن جو هو تيز نظر سان مشاهدو ۽ مطالعو ڪري متاثر ٿئي ٿو. ان ڪانپوءِ جذبات ۽ احساسات سندس دل ۾ اٿپن ٿين ٿا؛ جن کي لفظن جو ويس پهرائي پيش ڪري ٿو، ته جيئن پڙهندڙ به ان مان اهوئي تاثر حاصل ڪن. انهيءَ ڪري چيو ويجي ٿو؛ ته اديب جو حقيقت نگار هجڻ ضروري آهي. حقيقت نگاري ادب جو اهم قدر آهي. ڪنهن به شاعر ۽ اديب جي قدر ۽ قيمت جانچڻ لاءِ ضروري آهي ته اهو ڏٺو وڃي ته ان جي شهپاري ۾ حقيقت پسنديءَ جو عنصر ڪيتري قدر آهي. يعني هو ڪيتري قدر انهن سيني شين جي گهرائين تائين پهچي ٿو، جيڪي سندس علم ۽ ادارڪ جي دائري ۾ اچن ٿيون، ۽ پاڻ انهن جي فرق کي ڪيستائين علحده ڪري ٿو.

هاورڊ فاسٽ چوي ٿو: " ادب واقعيت جو هڪ حصو آهي، ۽ زندگيءَ جي حقيقت سان مڪمل طور وابسته آهي. هن جو زندگيءَ کان جدا ڪو وجود ڪونهي، ۽ نه فنڪار ئي سماج جي ڪنهن فرد کان جدا ڪو وجود رکي ٿو. عملي زندگيءَ کان ڪناره ڪش ٿي وڃڻ جو رستو ان لاءِ ضرور کليل آهي، پر ان لاءِ اهو دروازو کليل نه آهي، ته هو

زندگيءَ کان ڪناره ڪش ٿي وڃڻ ڪانپوءِ به هڪ تخليقي فنڪار باقي رهي.“

اديب حقيقت نگار ضرور ٿئي ٿو، پر هو فوٽو گرافر نه آهي. حقيقت کي هوبهو انداز ۾ پيش نه ٿو ڪري، پر هو حقيقتن مان نتيجا اخذ ڪري، قاري جي دل ۾ تاثر پيدا ڪري ٿو. شاهه صاحب جي مشاهدي جي قوت تمام تيز آهي. هو هر شيءِ جي گهرائيءَ ۾ وڃي، بهترين نتيجا اسان جي آڏو پيش ڪري ٿو. مارو ماڻهو ڏٿ ميڙي، ٽڪا ۽ ڄڀون پري مٿن تي ڪٽي موتيا آهن. شاهه صاحب سندن تصوير ڏسو ته ڪهڙي نه حقيقت پسندانه نوع ۾ چٽي آهي:

مٿن ٽپڪ ٽپڪڙا، چڪندڙا اچن،
ڪڙيون ڪيهه پڪليون، پگهر سر پيرن،
اي وڙ ويڙيچن، مون لوڏان ئي لکيا.

يعني: مٿي تي ڪاريون ۽ ٽڪا اٿن، ۽ سهڪندا پيا اچن، ڪڙيون رئيءَ سان پريل اٿن، پگهر پيرن تائين وهي آيو اٿن، ۽ سندن لوڏ به پڌري آهي.

مطلب ته ادب اهو چئي سگهجي ٿو: جنهن ۾ انسان جي دل جو ڌڙڪنون بند هجن، جنهن جي ماحول ۾ هلندڙ چلندڙ انسان ساهه کڻندو نظر اچي، ۽ جنهن جي فضا ۾ انسان جا ٽهڪ ۽ سڏڪا ٻئي ٻڌڻ ۾ اچن. مطلب ته ادب زندگيءَ جو آئينه دار آهي. جيئن ته ادب جو تعلق زندگيءَ سان آهي، ۽ زندگيءَ جا ڪيترائي پهلو آهن، تنهن ڪري ادب جا مختلف پهلو ٿي سگهن ٿا. حقيقت ۾ زندگيءَ جو هر واقعو ادب جو هڪ موضوع بڻجي سگهي ٿو. ادب زندگيءَ جي هر پهلوءَ کي روشن به ڪري ٿو، ته ان تي طنز به ڪري ٿو. جيئن ته ادب زندگيءَ جو آئينه دار ۽ سماج ۽ ماحول جو ترجمان آهي، تنهنڪري ادب مان قوم جي سياسي ۽ سماجي، اخلاقي ۽ مذهبي، انفرادي ۽ اجتماعي زندگيءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. فرانسيسي اديب ٽيني جو به ادب متعلق ان

قسم جو رايو آهي. هو ادب ۾ هنن ٽن عناصر ڪي شامل ڪري ٿو؛ نسل، ماحول ۽ عصري رجحان. يعني سندس نظريہ موجب سوسائٽيءَ جي مطالعي کي وڏي اهميت آهي.

**روايت ۽ انفراديت:** اهي ٻئي ڳالهيون تہ ادب لاءِ برابر ضروري آهن، پر سندس نظريي ۾ اجا هڪ ڳالهہ جي کوٽ آهي، اها هيءَ تہ ادب ۾ اديب جي زندگيءَ جو بہ وڏو اثر هوندو آهي. جيتوڻيڪ اديب جي زندگي بہ سوسائٽيءَ جو هڪ جز آهي، تڏهن بہ هر هڪ جي زندگيءَ ۾ پنهنجي پنهنجي انفراديت ٿئي ٿي. اهوئي سبب آهي، جو هر اديب جي فن پاره ۾ ٿوري گهڻي انفراديت ضرور هوندي آهي. انهيءَ ڪري چيو ويو آهي تہ اديب پنهنجي ماحول جو خالق بہ هوندو آهي، ۽ مخلوق بہ.

شاهہ صاحب جي شاعريءَ ۾ روايت جي پابنديءَ سان گڏ جدت ۽ انفراديت آهي. شاهہ صاحب مضمون ۽ هيئت جا نهايت انوکا تجربا ڪري، پنهنجي ڪلام کي نهايت دلڪش ۽ پُراثر بنايو آهي. اهو شاهہ صاحب جي جدت ۽ انفراديت ئي آهي، جنهن ڪري شاهہ صاحب کي عظيم ترين شاعر مڃيو ويو آهي. علامہ آءِ.آءِ قاضي عالمگير ڪسوٽيءَ سان شاهہ صاحب کي عظيم شاعر ثابت ڪيو آهي. شاه صاحب جي عظمت جو اعتراف مغربي عالمن بہ وقت بوقت پَئي ڪيو آهي. ڊاڪٽر سورلي پنهنجي ڪتاب "موسا پراو گانس" ۾ دنيا جي چوٽيءَ جي شاعرن جو تذڪرو ڏنو آهي. ان ۾ هن ڏيکاريو آهي تہ شاه صاحب انهن سڀني کان عظيم آهي. مشهور مستشرق "مس شميل" جيتوڻيڪ پاڻ جرمن آهي، تڏهن بہ صاف صاف لفظن ۾ چيو اٿس، تہ "شاهہ صاحب جرمنيءَ جي مشهور شاعر گوئٽي کان بہ ۾ وکون اڳتي آهي."

شاه صاحب کي اها عظمت ۽ بلندي انهيءَ ڪري حاصل ٿي آهي، جو شاه صاحب پنهنجي شاعريءَ کي فقط روايت جي پابنديءَ تائين محدود نہ رکيو آهي، پر نوان نوان تجربا ڪري، ڪلام ۾ وڌيڪ رواني ۽

وڏيڪ اثرانگيزي پيدا ڪئي اٿس.

سنڌي شاعريءَ جو تجزيو ڪرڻ ڪانپوءِ معلوم ٿيندو ته سنڌي شاعري ايراني ۽ هنديءَ شاعريءَ جي روايتن کان ڪجهه قدر متاثر آهي. شاه صاحب جي شعر ۾ به ٻنهي روايتن جا اهڃاڻ ملن ٿا. مثلاً هندي شاعريءَ ۾ شاعر عورت جي زباني پنهنجا جذبات ۽ احساسات بيان ڪندو آهي. شاه صاحب جي بيان جو نوع به ساڳيو آهي، پر شاه صاحب ان ۾ اها ته نواڻ، انوکائي ۽ حقيقت پسندي پيدا ڪئي آهي، جو بي اختيار ڪيو ڇڏي.

وڇوڙي جا ورلاپ اهڙي ته انوکي ۽ دلچسپ نموني بيان ڪيا اٿس، جو ائين پيو معلوم ٿئي، ته فراق جي ڦوڙائي کان شاعر کي شڪوه نه آهي، پر ان انتظاريءَ ۽ بيقراريءَ پاڻ سندس دل ۾ هڪ مٺڙو درد پيدا ڪيو آهي:

سڪي جان ستياس، تان سڪ سمهڻ نه ڏي.

نه فقط ايترو، پر ان درد ۾ هڪ نئين زندگيءَ نئون ولولو آهي. انهيءَ ڪري عاشقن کي اها مصيبت به مٺي لڳي ٿي، جيڪا سندن دل ۾ سوز ۽ گداز پيدا ڪري:

سور جن کي سرئو، سري تن صحت،
مٺي مصيبت، آهي عاشقن کي.

وڇوڙي ۾ وينل واتون نهاريندي رهي ٿي، اهڃاڻ ۽ نشان ڏسي اميد ۽ آسرو رکي ٿي؛ پر محبوب تي ميار نٿي رکي:

سڄڻ سچاڻئو چوءِ، ماءِ! ساموندي آئيا،
مان مهجو هوءِ، جاني هن جهاز ۾.

**ادب جا قدر:** ادب جا ڪي مستقل قدر آهن. ڪن صاحبن جو چوڻ آهي، ته جيئن ته ادب زندگيءَ جو ترجمان آهي، ۽ زندگي بدلجندي رهي ٿي، تنهنڪري ادب جا قدر بدلجندا رهن ٿا. اها حقيقت آهي ته زندگي بدلجندي رهي ٿي، ۽ ماحول تبديل ٿيندو رهي ٿو، پر اهو

زندگي جو روپ ۽ رنگ بدلجندو رهي ٿو. زندگيءَ جا قدر ڪونہ ٿا بدلجن. زندگيءَ جا قدر هر ملڪ ۾ هر وقت لاءِ ساڳيا رهيا آهن. انهيءَ ڪري ادب جا قدر اڻ ڦرندڙ آهن. انهيءَ ڪري ادب کي جديد ۽ قديم ۾ ورهائڻ بيسود ٿيندو. شاه صاحب جو ڪلام اڄ بہ اسان لاءِ نئون آهي. اڄ بہ اسان شاه صاحب جي ڪلام ۾ حقيقت پسندي ۽ انساني زندگيءَ جي ترجماني محسوس ڪريون ٿا. ان مان اهو صاف ثابت ٿيو، تہ ادب جا بنيادي قدر ڪونہ ٿا بدلجن. ادب جو پهريون ۽ اهم قدر خلوص آهي، جنهن تي هزارين سال اڳ افلاطون بہ زور ڏيئي ويو آهي:

”سٺي ۽ بقادار ادب جو بنياد آهي، زندگيءَ جي آزمودن ڏانهن، حقيقتن جي سچائيءَ ڏانهن، ۽ پاڻ ڏانهن پوري ايمانداري.“

اڄ بہ خلوص ادب جو مچيل قدر آهي. جنهن فنڪار جي فن ۾ خلوص ڪونهي، ان کي صحيح معنيٰ ۾ فنڪار چئي نہ ٿو سگهجي.

خلوص جو مطلب هي آهي، تہ مصنف ادب ۾ خالص پنهنجي جذبات جو اظهار ڪري، ۽ دنيا جي ٻين شين تي صداقت سان تبصرو ڪري. انهيءَ ڪري سچائي، نيڪ نيتي ۽ ايمانداري ان قدر جون شاخون آهن. جنهن فنڪار جي ادب ۾ اهي خوبيون هونديون آهن، ان جون تخليقون ئي عام مقبوليت حاصل ڪنديون آهن، ۽ ايندڙ نسل انهن کي ياد رکندا آهن، انهن تي فخر ڪندا آهن. شاه صاحب جي ڪلام ۾ اهي سموريون خوبيون موجود آهن. انهيءَ ڪري ئي شاه صاحب جو ڪلام اڄ بہ رائج الوقت سڪي جي حيثيت رکي ٿو، ۽ اسان سندس ڪلام تي فخر ڪريون ٿا. دراصل اها شاه صاحب جي صداقت ۽ خلوص ئي آهي، جنهن شاه صاحب کي ايڏي عظمت ڏني آهي.

صداقت جي سلسلي ۾ رسڪن نهايت اهم ۽ دلچسپ ڳالهہ چئي آهي. سندس قول آهي، تہ ”ادب ۾ جنهن شيءِ کي انفراديت چيو وڃي ٿو، ۽ ان جي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي، اها دراصل صداقت آهي.“ صداقت پيدا ڪرڻ لاءِ لازمي آهي تہ مصنف اهائي ڳالهہ

چئي، جيڪا سندس نظرن آڏو هجي، يا جيڪا سندس تجربن جي حدن ۾ هجي.

**مقصد:** صداقت يا حقيقت پسنديءَ جو مطلب اهو نہ آهي، تہ ادب کي زندگيءَ جي بلڪل مترادف مڃيو وڃي. جيڪڏهن ائين فرض ڪيو وڃي، تہ پوءِ اهو سوال پيدا ٿئي ٿو تہ خود زندگيءَ جو ڇا مقصد آهي؟ جيڪڏهن اٽو ۽ لٽو فقط زندگيءَ جو مول متو آهي، تہ پوءِ انسان ۽ حيوان ۾ فرق ڪونہ ٿيو. انسان جي زندگيءَ ۾ ارتقا هڪ لامحدود تصور آهي. انهيءَ ڪري چيو ويو آهي تہ "انسان فقط ماني کائڻ سان زنده نہ رهندو." روٽيءَ جو پيغمبر مارڪس خود هڪ هنڌ لکي ٿو: "هڪ انشاءَ پرداز کي زنده رهڻ ۽ پاڻ کي لکڻ جي قابل بنائڻ لاءِ يقيناً روٽي ڪمائڻي آهي، پر فقط روٽي ڪمائڻ لاءِ هن کي رهڻ ۽ لکڻ نہ گهرجي."

مطلب تہ زندگيءَ وانگر ادب جو مقصد بہ صحت ۽ تنوع Dimen-sion and variety جي لحاظ کان لامتناهي آهي. اهو بہ ظاهر آهي تہ سواءِ مقصد جي ڪنهن زماني ۾ بہ ڪو ادب پيدا نہ ٿيو آهي، پوءِ اهو مقصد شعوري هجي يا لاشعوري. اها بہ پنهنجي جاءِ تي اهم حقيقت آهي، تہ فقط مقصد جو نالو بہ ادب نہ رهيو آهي. مقصد ۾ جيستائين هڪ تخليقي معيشت Sign of a creative surplus جو اضافو نہ ٿيندو، تيستائين اهو ادب نہ ٿيندو. جيستائين موجود ۾ ممڪن، واقعي ۾ تخئيل ۽ حال ۾ مستقبل جو عنصر داخل نہ ٿيندو، تيستائين ادب وجود ۾ نہ ايندو.

ادب انسان جي سمورين مادي ۽ غير مادي اثرن جو نتيجو آهي، ۽ ان جي سمورين عملي ۽ فڪري حرڪات جو ماحصل آهي. انهيءَ خيال کان ڏٺو وڃي تہ ادب نہ تہ خارجي سببن ۽ حالتن کان ٻاهر آهي، ۽ نہ مقصد ۽ مدعا کان بي نياز آهي. ادب جو مقصد ضرور هوندو آهي، پر اهو مقصد ادب جي وجود جي اندروني ترڪيب ۾ مزاج طور داخل ٿيندو آهي. بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن سچ جي وجود ۾ سندس مقصد، يعني

روشني ۽ گرمي پهچائڻ جو فرض لڪل هوندو آهي؛ پر جيئن سج جيڪڏهن پنهنجي مقصد ۾ مبالغو ڪري، ته اسان جي زندگي عذاب بنجي وڃي، تيئن ادب ۾ جيڪڏهن مقصد تي زور ڏنو وڃي، ته ادب مان اهو لطف نڪري ويندو.

اهڙيءَ طرح جيئن سج هر ڪنهن کي هڪ جهڙو فائدو پهچائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، تيئن ادب جو پيغام به سيني لاءِ هجڻ گهرجي. يعني ادب جي فڪر ۽ مضمون جو دائرو محدود هجڻ نه گهرجي. ان ۾ ڪنهن ڪان به نفرت جو جذبو نه هجي.

شاهه لطيف جي ڪلام ۾ به هڪ پيغام آهي، پر ڪنهن فرد يا قوم، وقت توڙي ملڪ تائين محدود نه آهي. هن جو پيغام عالمگير آهي، فطري آهي، هر قوم ۽ ملڪ، ۽ هر وقت ۽ هر فرد لاءِ آهي. ان سان گڏ ادب جي بنيادي تقاضا موجب اهڙي اسلوب بيان ۾ آندو ويو آهي، ته فن کي مجروح نه ٿو ڪري. نه فقط ايترو پر فن، مقصد ۽ پيغام کي واضح، پُرڪشش ۽ پُراثر بنائي ٿو. هڪ عالم چيو آهي:
"ادب انسان جي تهذيب جي علامت ۽ ان جي ضمانت آهي. ان جو مقصد اهو آهي، ته ان جي اثر کان انسان بغير وعظ ۽ تبليغ جي خودبخود اهڙي ڪان وڌيڪ مهذب، شريف ۽ نيڪ ٿي وڃي. ادب، انسان جي ڪردار مان نفس پرستي، خود غرضي، بغض ۽ حسد، ڪينو ۽ دشمني، مڪاري ۽ عياري، ٻين کي فريب ڏيڻ، سازش جو شڪار بنائڻ جهڙا وحشيانه ذليل لاڙا ختم ڪندو رهي ٿو."

شاهه صاحب جي ڪلام مان اسان کي اهو ڪارج سڌ ٿي سگهي ٿو. شاهه صاحب جي شاعري اڻ بدلجندڙ قدر جي حامل آهي، ڇاڪاڻ جو ان جي افاديت هر دور ۾ هڪ جهڙي آهي. اهوئي سبب آهي، اڍائي سئو سال گذرڻ کان پوءِ به هر سج نئون آهي. شاهه صاحب اسان کي زندگيءَ جو حسن ڏيکاري ٿو، ۽ زندگيءَ کي وڌيڪ حسين بنائڻ جا رستا ٻڌائي ٿو. هو سمجهائي ٿو، ته زندگي فقط هن فاني جهان تائين

محدود نہ آهي، پر موت هڪ نئين زندگيءَ جو آغاز آهي. هو ذهن نشين ڪرائي ٿو، تہ انساني زندگيءَ لاءِ فقط مادي ضرورتن لاءِ ڪوشش نہ ڪجي، پر ان سان گڏ روح جي غذا لاءِ بہ ڪجهہ ڪرڻ گهرجي. انسان جي روح کي فقط الله تعاليٰ جو ذڪر ئي مطمئن ڪري سگهي ٿو.

شاه صاحب ٻڌائي ٿو، تہ شريعت جي پيرويءَ ۽ اخلاقي قدرن کي اختيار ڪرڻ سان ئي زندگيءَ کي صحيح معنيٰ ۾ خوبصورت بنائي سگهجي ٿو، ۽ صالح ۽ صحتمند معاشرو قائم ڪري سگهجي ٿو. هو انسان ذات سان محبت ڪرڻ سيکاري ٿو، ۽ نفاق ۽ نفرت کان دور رهڻ جي تلقين ڪري ٿو. نہ فقط ايترو، پر هو چوي ٿو، تہ انهن سان بہ چڱائي ڪر، جيڪي توسان برائي ڪن:

هو ڇنني، تون مَ ڇِنُ، پاءِ اُميري ان سين،
جي هو اوگڻ ڪنئي، تہ تون ڳڻائي ڳِنُ،
پاند جهلئو پِنُ، هن سونهاري سڱ ۾.

جيئن تہ شاه صاحب انساني فطرت جو صحيح جائزو پيش ڪيو آهي، ۽ انسان جي فطرتي تقاضائن جو پورو پورو لحاظ رکيو آهي، انهيءَ ڪري سندس شاعري جا اقدار غير متبدل آهن. اهوئي سبب آهي، جو سندس فڪر جي بلندي تائين ڪوبہ پهچي نہ سگهيو آهي، ڇاڪاڻ جو قديم زماني کان اڄ تائين مغربي دنيا جو ڪوبہ نظريو يا "ازم" نہ عالمگير برادريءَ جا اصول پيش ڪري سگهيو آهي، ۽ نہ انسان ذات جي سيني جذبن ۽ احساسن جي گڏيل ترجماني ڪندي، انسان ذات جي سڌاري ۽ واڌاري، اتحاد ۽ اتفاق لاءِ ڪي ٺوس اخلاقي قدر پيش ڪري سگهيو آهي. سندن نام نهاد عقليت پسند نظريا، انسان کي ڪامل انسان بنائڻ لاءِ ناڪافي آهن. اهوئي سبب آهي، جو سڄي دنيا ۾ وڏو انتشار آهي. انسان ذات سک جي ساهہ لاءِ سڪي رهي آهي. هيڏي ساري مادي ترقي بہ انسان کي ڪلي طرح مطمئن ڪري نہ سگهي آهي. هيڏي

ساري زرعي ۽ هنري واڌاري ۽ ترقي هوندي به ڪٿي بيروزگاري آهي، ته ڪٿي بک آهي. اهو ڏيکاري ٿو، ته اهي سمورا اسڪول، نظريا ۽ "ازم" انسان ذات کي اخلاقي يا روحاني طرح ته ٺهيو، پر مادي طرح به مطمئن ڪري نه سگهيا آهن. "قوم پرستي" ۽ "وطن پرستي" جا نظريا به مغرب جي پيداوار آهن؛ جن ۾ مغرب وارا انتها کي پهچي ويٺا. يعني ٻيءَ قوم ۽ ٻي ملڪ وارن جي حقن جو ڪوبه احترام ڪونه ٿا ڪن. انهيءَ ڪري ملڪن جي وچ ۾ نفرتون پيدا ٿين ٿيون، ۽ لڙايون لڳن ٿيون. پهرين ۽ ٻي مهاڀاري لڙائي انهن نظرين جي انتها پسنديءَ جو نتيجو هيون.

ان مان ثابت آهي، ته مغربي فلسفين انسان ۾ شڪن شبهن جو هڪ لامتناهي سلسلو پيدا ڪري ڇڏيو آهي، ڇاڪاڻ جو جيڪي نظريا پيدا ٿيا آهن، انهن جو پاڻ ۾ ئي تضاد آهي. انهيءَ ڪري هرڪو نظريو انسان کي ڪامل انسان بنائڻ ۾ ناڪام ويو آهي. يعني ان کي ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي، ته انسان پنهنجو پاڻ سڃاڻي نه سگهيا آهن. انهيءَ ڪري ته علامه آءِ آءِ قاضي صاحب چيو آهي: "يورپ جو ڪوبه مفڪر شاه صاحب جي بلنديءَ تائين پهچي نه ٿو سگهي. سڄو يورپ شاه صاحب جي اڳيان ١٢، ١٥ ورهين جو ٻار آهي." شاه صاحب جي فڪر جو بنياد ئي آهي: "پاڻ سڃاڻ" تي. حڪيم جڏهن مريض جي پوري پوري تشخيص ڪري چڪندو آهي، تڏهن ئي علاج جو صحيح نسخو تجويز ڪري سگهندو آهي. انسان ذات جي سڌاري ۽ واڌاري جو صحيح حل به اسان کي تڏهن ئي معلوم ٿيندو، جڏهن اسان هر لحاظ کان ۽ هر پهلو کان پنهنجو پاڻ سڃاڻي ويندا سون. ڀٽ ڌڻي ٻڌائي ٿو:

"پهرين سڃاڻج پاڻ، پڇج پوءِ پريتئو."

مطلب ته شاه صاحب جي شعر ۾ فن ۽ فڪر جو حسين امتزاج ملي ٿو. سندس پيغام ۾ انسان ذات جي فلاح ۽ بهبود جو راز مضمر آهي. انهيءَ ڪري اسان کي جڳائي، ته سندس ڪلام جو مطالعو ڪريون، ۽

سندس پيغام تي عمل ڪري پنهنجي زندگيءَ ۾ خوشگوار تبديلي پيدا ڪريون، ۽ مادي ضرورتن سان گڏ روح جي خوراڪ جو خيال به ڪريون.

هن مجموعي ۾ مختلف پهلوئن کان شاه صاحب جي شعر جو اڀياس ڏنو ويو آهي؛ ته جيئن شاه صاحب جي شعر جي اهميت ۽ افاديت واضح ڪري، قاريءَ کي شاهه جي شعر پڙهڻ ۽ ان مان حظ حاصل ڪرڻ تي آماده ڪجي. هن مجموعي ۾ شاهه جي شعر جي فڪر ۽ پيغام جو جائزو به ڏنو ويو آهي، ته ان جي فن ۽ ادبي خوبين کي به نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. ان کان سواءِ شاهه جي شعر جي لساني خوبين ۽ خصوصيتن جو جائزو به ورتو ويو آهي، ته ڪن سُرن جو تاريخي ۽ جاگرافيائي پس منظر به ڏنو ويو آهي. نه فقط ايترو، پر شاهه صاحب جي دور جي سياسي ۽ اقتصادي حالتن جو به جائزو ورتو ويو آهي. ان هوندي به ائين چئي نه سگهبو، ته شاه صاحب جي شعر جي مڙني خوبين ۽ خصوصيتن جو احاطو ڪيو ويو آهي. هڪ ڪوشش آهي، جنهن ۾ ڪمين ۽ ڪوتاهين جي گنجائش موجود آهي.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# شاهہ لطيف جي سوانح حياتؒ

**حسب نسب:-** حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي متعلوي (مٽياري) ساداتن جي خاندان مان هو. هن خاندان جو وڏو ڏاڏو اصل هرات جو ويٺل هو. سندس نسب جو سلسلو امام موسيٰ ڪاظم سان وڃي ملي ٿو، جيڪو هن طرح آهي:

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي بن حبيب بن عبدالقدوس بن سيد جمال بن سيد عبدالڪريم شاهہ بن سيد لعل محمد شاهہ عرف الله شاه بن سيد عبدالمومن عرف مينهہ شاه بن سيد هاشم شاه بن سيد حاجي شاهہ(١) بن جلال محمد عرف جرار شاهہ بن سيد شرف الدين شاه بن سيد مير علي شاه بن سيد حيدر شاه بن سيد مير علي شاه بن سيد يوسف شاه بن سيد حسين شاه بن سيد ابراهيم بن سيد علي الجواري بن سيد حسن الڪبريٰ بن سيد جعفر ثاني بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق (١)

"سيد علي الجواري" شيراز ۾ رهندو هو. "سيد ابراهيم شاه" ۽ "سيد

---

(١) ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، "شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري جو ڪلام" (ص ١ کان ٣) ۾ سيد امير علي بن سيد محمد تائين شجرو ڏنو آهي، جنهن ۾ سيد حاجي شاهہ جو نالو ڪٽل آهي. مرزا قليچ بيگ جي ڏنل شجري ۾ بہ سيد حاجي شاهہ جو نالو ڪٽل آهي

(رسالہ ڪريمي ص ٢)

(١) مير عبدالحسين سانگي: لطائف لطيفي، مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان، بلوچ ـ ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ١٩٦٧ع، ص ١٧ حاشي

حسين شاه" بہ شيراز ۾ رهيا. "سيد يوسف شاه" شيراز مان لڏي اچي ترمذ ۾ ويٺو. "سيد مير علي شاه" ترمذ مان لڏي هرات ۾ اچي رهيو. جڏهن امير تيمور هرات فتح ڪيو تہ سيد مير علي سان سندس واقفيت ٿي. سيد مير علي پنهنجي فرزند مير حيدر ساڻ ڪري، تيمور سان گڏجي هندستان آيو. مير حيدر جلدئي اجازت وٺي سيروسفر تي نڪتو، ۽ گهمندو سنڌ ۾ آيو. هالا ۾ اچي ڪجهہ وقت رهيو. هالا جو رهاڪو شاهہ محمد هالو سندس اخلاق ۽ ڪردار ڪان ايترو متاثر ٿيو، جو پنهنجي نياڻي بي بي فاطمہ سندس نڪاح ۾ ڏنائين. جيئن تہ سيد صاحب جي نياڻيءَ جو نالو بيبي فاطمہ هو، انهيءَ ڪري پنهنجي گهر واري جو نالو بدلائي بي بي سلطانہ رکيائين. هڪ سال پنج مهينا سنڌ ۾ رهڻ ڪان پوءِ پنهنجي والد جي وفات جي خبر ٻڌي، هرات وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. ان وقت سندس گهرواريءَ کي اميدواري هئي، جنهنڪري اڪيلو وڃڻو پيس. وڃڻ وقت پنهنجي گهرواريءَ کي ٽي شيون نشانيءَ طور ڏنائين: منڊي، جنهن تي سندس نالو لکيل هو، جڙادار خنجر ۽ هڪ ٻانهي، جا هرات ڪان آندي هئائين. ان سان گڏ وصيت ڪيائين تہ جيڪڏهن پٽ ڄمي تہ نالو "مير علي" رکجوس، پر جي نياڻي ڄمي تہ ڏاڏهنس وارو نالو رکجوس.

هرات پهچڻ ڪان پوءِ گهرواريءَ کي خط پٽ لکندو هو. آخر ۾ سنڌ ۾ اچڻ جو ارادو پڪي ڪيائين تہ موت مهلت نہ ڏنس ۽ ٽي سال، 27 ڏينهن ڪانپوءِ هرات ۾ گذاري ويو. (١)هرات ۾ اڪيئين گهرواريءَ مان ٻہ پٽ: سيد محمد ۽ سيد حسن هئس، جن ٻيءُ واري ملڪيت پاڻ ۾ ورهائي ڪنئين.

---

(١) اها بيان العارفين جي روايت آهي، جا پوءِ جي سوانح نگارن قبول ڪئي آهي. پر تحفتہ الڪرام (سنڌي ترجمو، ص-٤٤١) مان معلوم ٿئي ٿو، تہ سيد صاحب مٽيارين ۾ رهي پيو. تحفتہ الڪرام جي مقابلي ۾ بيان العارفين جي روايت صحيح سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو اها بزرگن ڪان سيني بہ سيني آيل آهي.

سيد حيدر جي وچڻ کانپوءِ سندس گهرواريءَ کي پٽ ڄائو، جنهن جو نالو وصيت موجب "مير علي" رکيائين. جڏهن وڏو ٿيو تہ تيئي نشانيون پاڻ سان کڻي هرات ڏانهن اسهيو. اتي پهچڻ سان کيس معلوم ٿيو تہ سندس والد گذاري ويو هو. ڀائرن کان ملکيت جو حصو طلب ڪيائين، جيڪو هنن گهڻي ڪشمڪش کانپوءِ ڏنس. جيڪي ملِيس اهو وٺي واپس وطن وريو. پاڻ سان گڏ چاچي شرف الدين کي بہ ساڻ ورتيون آيو، جنهن ڪجهہ وقت سنڌ ۾ رهڻ کان پوءِ وفات ڪئي. سيد مير علي سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ پنهنجي ملکيت جا ٽي حصا ڪيا، جن مان ٻہ حصا وري بہ پنهنجي ڀائرن ڏانهن موڪلي ڏنائين. سيد مير علي سنڌ مان ٻہ شاديون ڪيون: هڪ هالا ذات مان ۽ ٻي ترڪ قوم مان.

بيان العارفين موجب کيس ٻہ پٽ ٿيا: هڪ شرف الدين، جو هالا حويلي مان ٿيس ۽ ٻيو سيد احمد، جو ترڪ گهرواريءَ مان ڄائس، پر محترم جي ايم سيد لکيو آهي تہ سيد صاحب کي مرتضيٰ نالي ٽيون پٽ بہ ٿيو، جيڪو بنا اولاد گذاري ويو. هو شاه ڀريا جي نالي سان مشهور ٿيو. سندس مقبرو مانجهند جي اتر ۾ آهي (١). سيد احمد پيءَ سان گڏ رهيو، پر سيد شرف الدين شادي ڪرڻ کانپوءِ جدا حويلي ٺاهي. سيد شرف الدين جي اولاد "شرف پوٽا" سڏجڻ ۾ آئي، ۽ سيد احمد جي اولاد سندس پٽ "مير" جي نالي پٺيان "ميرڻ پوٽا" جي نالي سان مشهور ٿي (٢).

ڪجهہ وقت کان پوءِ هي خاندان ٨٤٠ هہ (١٤٣٦ع) ڌاري هالن مان لڏي ڳوٺ "مٽياري" ۾ اچي رهيو. مٽياري ۾ رهڻ کان پوءِ هي خاندان هيٺين چئن قبيلن ۾ ورهائجي سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويو:

(١) جرار پوٽا (٢) باقيل پوٽا (٣) موسيٰ پوٽا (٤) مئينَ پوٽا.

---

(١) جي - ايم - سيد: "پيغام لطيف"، ص - ٣

(٢) مير عبدالحسين سانگي: لطائف لطيفي، ص - ٢٢

"جرار پوٽا" شرف پوٽا جي شاخ آهي. اسانجو شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي هن خاندان مان هو. لس ٻيلي وارو شاعر ڪبير شاهه ۽ مخدوم ٻلال جو مريد "سيد حيدر شاه سن وارو" مئين پوٽا قبيلي مان هئا (١).

**طريقت جو سلسلو:-** طريقت جي لحاظ کان شاهه عبداللطيف جي ترڏ ڏاڏي، شاهه ڪريم جي والد لال محمد عرف للهه شاه جو طريقت جو سلسلو سهروردي هو. شاهه عبدالڪريم بلڙي وارو به حضرت مخدوم نوح جو مريد هو، جيڪو سهروردي اويسي هو. ان سان گڏ قادري طريقي سان به وابسته هو (٢).

**شاه صاحب لطيف جو ڏاڏو:-** شاهه ڪريم جو فرزند جلال شاه يا جمال شاهه (جيڪو شاهه لطيف جو ڏاڏو هو) شاهه ڪريم جي ئي وقت هالا متياري طرف گهڻو گذاريندو هو. هالن جي طرف ڦورن ڪنهن غريب مائيءَ جو مال هنيون. ان جي واهرَ لاءِ جلال شاهه (جمال شاهه) ڦورن جي پويان ويو، ته ڦورن ڪيس شهيد ڪري وڌو. ڪيس "ڳولي پير" جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو، جيڪو ڀٽ شاهه کان ست ميل اتر طرف تعلقي شهداد پور جي ديهه تپي "جما" ۾ آهي.(٣)

**شاه صاحب جو والد:-** شاهه لطيف جو والد شاهه حبيب پنهنجي والد جي وقت ۾ يا سندس وفات کان پوءِ ڪجهه وقت اچي متياري ۾ رهيو. شاهه حبيب جي شادي عرس فقير ڏيري جي نياڻيءَ سان ٿي، جيڪو حضرت غوث بهاؤ الحق زڪريا ملتاني جي خليفي قندر فقير ڏيري جي اولاد مان "ڏؤنرِيات" لقب وارن ڏيرن فقيرن جي ثابت يا "ثابت پوٽا" نک مان هو. (۴). عام طرح آيو آهي ته شاه صاحب جي امڙ "ڏياڻي" خاندان مان هئي، ۽ شاه صاحب "هالا حويلي" ۾ ڄائو.

---

(١) جي - ايم - سيد: "پيغام لطيف،" ص - ٣

(٢) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: "شاهه جو رسالو،" جلد پهريون، شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاهه، ١٩٨٩ع، مهاڳ، ص -٣

(٣) ايضاً، ص - ٧، (۴) ايضاً، ص - ٩

محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تحقيقي بحث ڪري ان ڳالهه کي رد ڪيو آهي (١). ڪن سوانح نگارن لکيو آهي ته شاهه صاحب "ڀئين پور" يا "ڀئي پور" ۾ ڄائو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تحقيقي نتيجي موجب اها ڳالهه صحيح نه آهي (٢). البت ايترو ڄاڻايو اٿس ته شاهه لطيف جي ولادت ته "سئي قندر" جي ڀرسان ٿي، پر ولادت کان پوءِ شاهه صاحب جو والد شاهه حبيب ٿي سگهي ٿو، ته ڪجهه ڏينهن وڃي "ڀينءَ پور" ۾ رهيو هجي (٣).

**ولادت، ننڍپڻ ۽ تعليم:-** شاهه لطيف جي ولادت سن ١١٠٢ هه (١٦٩٠ع) ۾ ٿي. شاهه لطيف اڃا ڏهن، ٻارهن سالن جو هو، ته سندس والد شاهه حبيب "سئي قندر" مان لڏي وڃي "ڪوٽڙي مغل" ۾ رهيو هو. ننڍپڻ کان ئي نرالي طبيعت جو مالڪ هو. سندس اخلاق اعليٰ ۽ رهڻي ڪهڻي منفرد هئي. هو عام ٻارن وانگر ٽيڻ ڪڏڻ ۾ اجايو وقت نه وڃائيندو هو، پر سدائين گهري سوچ ۾ گم رهندو هو.

روايت آهي ته شاهه حبيب کيس آخوند نور محمد جي مڪتب ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ وهاريو، جنهن شاهه صاحب کي قرآن شريف پڙهايو، ۽ مڪتبي تعليم ڏني. ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم جو سلسلو جاري نه رهيو، پر ميان نور محمد هميشه شاهه صاحب وٽ ايندو رهندو هو، ۽ شاهه صاحب کانئس پڙهائيندو رهندو هو. آخر ڪار جڏهن شاهه صاحب اچي ڀٽ کي وسايو ته آخوند نورمحمد کي به سڏي اوطاق ليکي ڏنائين، ۽ ڀٽ تي پاڻ وٽ رهايائين. (٤)

هن مان واضح ٿيندو ته شاهه صاحب مڪتبي تعليم حاصل ڪئي هئي ۽ پنهنجي استاد آخوند نورمحمد کان گهٽو ڪجهه پڙايو هئائين. ان سان گڏ هن روحاني ۽ الهامي ذريعن مان حقيقي علم ۽ معرفت الاهي حاصل

---

(١) ايضاً، (٢) ايضاً، ص - ١٠ (٣) ايضاً

(٤) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: "شاهه جو رسالو" جلد ٽيون ص ١٤

ڪئي. خاص طرح ان انهيءَ ڏس ۾ سندس ترڙ ڏاڏي شاهه ڪريم جي ملفوظات بيان العارفين ۽ مولانا جلال الدين رومي جي مثنوي سندس وڏي مدد ڪئي.

شاه صاحب جي ظاهري تعليم بابت گهڻو بحث آيو آهي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته هو پارسي ۽ عربي زبانن جو ماهر هو ۽ ديني تعليم جو گهڻو مطالعو ڪيو هئائين. ڇاڪاڻ جو سندس رسالي ۾ انهن ڳالهين جا واضح مثال ۽ ثبوت ملن ٿا. اها حقيقت آهي ته شاهه صاحب پنهنجي رسالي ۾ قرآن حڪيم جون آيتون، حديثون، عربي ۽ پارسي مقولا ۽ اسلامي تعليم ۽ تصوف جو روح نهايت سهڻي نموني سمايو آهي. اها به روايت آهي ته شاه صاحب مثنوي مولانا روم ۽ شاهه ڪريم جو رسالو بيان العارفين (جيڪو پڻ پارسي ۾ آهي) پاڻ سان کڻندو هو. ان کان سواءِ اها حقيقت به معلوم ٿي آهي، ته شاه صاحب پنهنجي دوست مخدوم محمد معين ٺٽي واري ڏانهن خط لکي ”اويسي طريقي“ جي حقيقت معلوم ڪئي هئي ۽ ان جي جواب ۾ مخدوم صاحب ”اويسي طريقي“ بابت پارسي ۾ رسالو لکي کيس روانو ڪيو هو. انهن حقيقتن مان ثابت ٿئي ٿو، ته شاه صاحب پارسي پڙهي ۽ سمجهي سگهندو هو.

**رياضتون، مجاهدا ۽ سير و سفر:-** شاه حبيب پنهنجي لائق فرزند جي روحاني تربيت تي تمام گهڻو ڌيان ڏنو. جيڏانهن به ويندو هو، ته پاڻ سان گڏ وٺي ويندو هوس ۽ وقت جي عالمن، بزرگن ۽ درويشن جي صحبت ۾ ويهاريندو هوس، ته جيئن انهن جي صحبت مان روحاني فيض پرائي. شاهه ڪريم بلڙي واري جي درگاهه تي وٺي وڃي زيارت ڪرايائينس، ۽ شاهه ڪريم جي فقيرن سان ملايائينس. نصرپور وٺي وڃي، مبين شاهه عنات سان ملاقات ڪرايائينس. اهڙيءَ طرح پاڻ سان گڏ سنڌ جي گهڻن ئي شهرن جو سير سفر ڪرايائينس، ۽ بزرگن سان ملاقاتون ڪرايائينس.

جوانيءَ ۾ ئي شاهه حبيب کيس طريقت جي راهه ڏسي ۽ نفساني

خواهشن کي ضابطي ۾ رکڻ، زهد، عبادت، رياضتن ۽ مجاهدن جي تلقين ڪيائينس. انهن هدايتن پٽاندڙ شاهه لطيف ماڻهن کي پاسيرو ٿي وڃي ذڪر ۽ فڪر ۾ گذاريندو هو. انهن جاين مان جتي شاه صاحب ڪنڊائتو ويهي عبادت ڪندو هو، تي ماڳ اڄ به مشهور ۽ محفوظ آهن. شاهه جو لئو، پٽ شاهه وارو ماڳ، جتي شاهه صاحب پنهنجو حجرو ٺهرايو، ۽ شاهه جو ڪنڀو. اهو لئو، شاه صاحب جي گهر جي ويجهو جهنگ ۾ هو، جيڪو پوءِ "لال لئو" سڏيو ويو. هڪ جهونو لئو اڄ به ان جاءِ تي موجود آهي، جيڪو چون ٿا تہ اصل لئي جي جاءِ تي آهي ڪنڀو پوءِ شاهه جو ڪنڀو سڏيو ويو، ۽ پٽ شاهه جي اوڀر - اتر طرف ڏيڍ ميل تي آهي.

مطلب تہ شاهه لطيف جوانيءَ ۾ ئي اڪيلائي ۾ ويهي عبادت ڪئي ۽ چلا ڪڍيا. جڏهن ڪيترا ڏينهن عبادت ۾ گذري ويندا هئس، تہ سندس والد شاهه حبيب سڌ سماءُ لاءِ ڪيس ڳولهي لهندو هو. هڪ ڀيري جڏهن ڪيترا ڏينهن شاه صاحب غير حاضر رهيو، تہ شاهه حبيب ڪيس ڳولهي وڃي لڌو. ڇا وڃي ڏسي تہ، جنهن ڪنڊي واري جاءِ تي شاه صاحب ذڪر ۽ فڪر ۾ محو آهي، انکي مٽي وري ويئي آهي، ۽ شاهه لطيف جي جسم تي به لٽ چڙهي وئي آهي. اهو حال ڏسي سندس دل ڀرجي آئي ۽ شاهه لطيف کي مخاطب ٿي چيائين:

"لڳي لڳي واءُ، ويا انگڙا لتجي"

شاهه لطيف، پنهنجي والد بزرگوار جو آواز ٻڌي جواب ۾ چيو:

"پئي ڪٺي پساهه، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي"

اهڙيءَ طرح شاه صاحب ١٨ سالن جي عمر ۾ ئي رچي ريتو ٿيو. ان کان پوءِ شاهه حبيب ڪيس هاشم شاهه وٽ وٺي ويو، جنهن کي ڏسندي دعا طور چيو:

"لطيف جو چراغ روشن ٿيندو"

ان کان جلدئي پوءِ هاشم شاه ١٢ - ربيع الاول سن ١١٢٠هه

(١٧٠٨ع) تي وفات ڪئي. (١) ان ڪان پوءِ شاهه صاحب پنهنجي سر سير و سفر ڪيو ۽ ڪيترن ئي عالمن، بزرگن ۽ درويشن سان ملاقاتون ڪيون. شاهه ڪريم جي زيارت لاءِ بلڙيءِ ويو. نصرپور ۾ وچي شاهه عنات رضوي سان ملاقات ڪيائين. انهن کان سواءِ جيڪي ماڳ مڪان ڏٺائين ۽ جن عالمن، فاضلن درويشن سان مليو ۽ بزرگن جي مزارن جي زيارتون ڪيائين، انهن جي وچور ڪجهه هن طرح آهي:

- هالا پراڻا (ساداتن جو پهريون ماڳ)
- گولي پير جو مقام (جتي سندس ڏاڏي جلال شاهه (جمال شاهه) جي مزار آهي)
- ساگري ڍوري جو ڪنارو، جتي درويشن جا مڪان هئا.
- ڀٽين پور
- شاهه پور ۽ نصرپور
- لاڙ وارو سڄو علائقو ● مشائخ هوتي جي درگاهه ● بزرگن جون مزارون جهڙوڪ: حضرت قلندر شهباز (سيوهڻ)، درويش آچر، شيخ پرڪيو ڪاتيار، درويش پلي، پنيو سهاڙ، مخدوم اسماعيل سومرو اگهم ڪوٽ، شيخ موسو (جوڻ جي علائقي وارا) رڪن الدين ولد ميرڻ ڪاتيار، مهراڻ فقير نهڙيو، مخدوم صابر ولهاري، متياروي سيد ساجن سوائي، جرڪس ڏنائي (ولهار ۽ ونگي علائقن وارا) شاهه ڪريم جي اولاد مان ٻه درويش سيد پنيلڏو ۽ سيد مگيلڏو (تلهار جو علاقو)، شاهه ڪريم جو والد "شاهه للو" (بدين لڳ شهاب الدين سهروردي جي مقام عرف "شاهه بدي جو مقام" ۾ مدفون) وغيره.

بهرحال پنج - ڇهه سال اهڙيءَ طرح سير و سفر ڪيائين، درويشن ۽ عالمن سان ملاقاتون ڪيائين، بزرگن جي مزارن جون زيارتون ڪيائين، عام ماڻهن سان ڪچهريون ڪيائين، هنرن ۽ ڌنڌن وارن وٽ ويهي،

---

(١) ايضاً، ص - ٢٠

هنرن، ڏنڌن، عام ماڻهن جي زندگي ۽ فطرت جي نظارن جون مشاهدو ۽ مطالعو ڪيائين. اهوئي سبب آهي، جو سندس شعر ۾ سنڌ جي ثقافت جي ترجماني ملي ٿي ۽ عام ماڻهن جي زندگيءَ جي عڪاسي نظر اچي ٿي.

**شادي:-** هينئر شاه صاحب جي عمر اچي ٢۴ سال ٿي. انهيءَ زماني ۾ سن ١١٢۴هه (١٧١٢ع) ۾ ڪوٽڙيءَ جو رئيس مرزا مغل بيگ دل قبيلي جي ماڻهن جي هٿان مارجي ويو. سندس مارجي وڃڻ کان جلدئي پوءِ سندس ڇوڪرو به فوت ٿي ويو. سندس اولاد مان باقي وڃي سندس هڪ نياڻي سيده بيگم (يا سعيده بيگم) بچي. جيئن ته هو شاه حبيب جو معتقد هو، انهيءَ ڪري هن خاندان کي سهارو ڏيڻ لاءِ سندن مرضيءَ سان شاه لطيف سان سيده بيگم جو نڪاح ڪرايائين. روايت آهي ته ان کان اڳ ۾ شاه لطيف ان بيبي صاحبه کي ڏٺو هو، ۽ ان جي محبت جي چٽنگ چولي ۾ پئي هيس. البت ٻاهر ٻاڦ نه ڪڍي هئائين ۽ دل ۾ پيدا ٿيل درد جي دونهين کي پنهنجي سالڪانه صبر سان ڍڪي ڇڏيو هئائين. مير عبدالحسين سانگيءَ ۽ شاه صاحب جي ٻين سوانح نگارن ان روايت ۾ هي ڳالهه به آندي آهي، ته شاه لطيف کي مرزا مغل بيگ جي گهر دعا لاءِ وٺي ويا هئا. ان موقعي تي شاه لطيف پرده دار بيمار ڇوڪري جي چيچ جهلي چيو هو: ”جنهن جي چيچ سيد هٿ ۾ تنهن کي لهر نه ڪو لوڏو.“ محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ جي ثقافت جي ريتن رسمن ۽ شاه لطيف جي اعليٰ ڪردار جي روشنيءَ ۾ ان روايت کي رد ڪيو آهي. (١)

## • وقت جي درويشن فقيرن ۽ عالمن سان ملاقاتون:

شادي کان پوءِ به شاه صاحب ڪيترائي سال سير و سفر ۾ گذاريا. عالمن ۽ بزرگن سان ملاقاتون ڪيائين، ۽ عوامي زندگي کي ويجهو

---

(١) نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر: شاه جو رسالو، جلد پهريون، ص ـ ٢٢ ٢۴

ويهي ڏنائين. مطلب تہ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ گهميا. سنڌ کان ٻاهر ملتان، ڪڇ، لس ٻيلي ۽ هنگلاج تائين ويو. هندو فقيرن سان بہ ملاقاتون ڪيائين. پنهنجي مريدن ۽ معتقدن سان بہ روح رهاڻيون ڪيائين.

**ڀٽ وسائڻ:** ۱۱۴۰هہ ـــ ۱۱۴۲هہ ـــ (۱۷۲۷ع ـــ ۱۷۲۹ع) ڌاري ڀٽ تي رهڻ جو ارادو ڪيائين. ۱۱۴۲هہ ـــ ۱۱۴۳هہ ۾ ڀٽ تي جايون جوڙايائين ان کان پوءِ پنهنجي والد بزرگوار سان ڪوٽڙيءَ مان لڏي اچي ڀٽ تي رهيا. سنہ ۱۱۴۴هہ (۱۷۳۱ع) ۾ شاهہ حبيب وفات ڪئي. ان کان پوءِ شاهہ صاحب ڀٽ تي رهائش اختيار ڪئي. زندگيءَ جا پويان ويهارو سال گهٽي قدر هڪ هنڌ ويهي، فقيرن ۽ طالبن جي روحاني تربيت ڪيائين، والد بزرگوار واري گادي نشين هجڻ وارو حق ادا ڪيائين ۽ ڀٽ تي ذڪر ۽ مخصوص نوعيت جي سماع جو سلسلو ۽ راڳ جو طريقو جاري ڪيائين. ان کان سواءِ ڪڏهن ڪڏهن سير و سفر تي بہ نڪرندو هو، ۽ مريدن، معتقدن ۽ طالبن وٽ وڃي سندن حال معلوم ڪندو هو ۽ عالمن، فاضلن، صالحن ۽ اهل دل بزرگن سان ملاقاتون بہ ڪندو هو.

**وفات:-** ٺٽي جي عالم، فاضل ۽ صوفي بزرگ مخدوم محمد معين ٺٽوي سان دلي دوستي ۽ روحاني لڳاءُ هوس. مخدوم صاحب جي وفات وقت شاهہ صاحب ٺٽي ۾ موجود هو. مخدوم صاحب جي وفات ۱۱۶۱هہ (۱۷۴۸ع) ۾ ٿي. ان کان پوءِ شاهہ صاحب ڪوبہ سفر اختيار نہ ڪيو. زندگيءَ جو پويون عرصو ڀٽ تي ويهي ذڪر فڪر ۾ گذاريائين. ۱۴ صفر ۱۱۶۵هہ (۲۳ يا ۲۴ ڊسمبر ۱۷۵۱ع) تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيائين. قاضي ابراهيم هالائي "رضوان حق" مان سندس وفات جو سن (۱۱۶۵ع) ڪڍيو آهي. محمد پناهہ رجا هيٺين ٻن مصرعن مان وفات جو سال ڪڍيو:

"شد محو در مراقبہ جسم لطيف پاڪ (۱۱۶۵هہ)

گرديد محو عشق وجود لطيف مير" (١١٦٥هہ)
شاه صاحب جي يادگارن مان سندس جوڙايل شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو قبو، سندس والد بزرگوار جو مقبرو ۽ ڀٽ شاهہ واري مسجد اڄ بہ موجود آهن. ان کان سواءِ شاه صاحب جي يادگارن مان ڪي ماڳ مڪان بہ مشهور آهن، جهڙوڪ: لال لئو، ڪنڊو، ڏنيءِ (ڀٽ شاهہ)، "شاهہ جو تڪيو" ترائي لڳ مدئجي ضلعو شڪارپور وغيره.
شاه صاحب جو مقبرو ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي سنہ ١٧٥۴ع ۾ تعمير ڪرايو.



# شاھ صاحب جي زماني ۾ سنڌ جون سياسي ۽ اقتصادي حالتون:

شاھ لطيف جي زماني ۾ سنڌ تي ڪلھوڙن جي حڪومت ھئي. ڪلھوڙن کان اڳ ۾ سنڌ، مغل حڪومت جي حدن ۾ شامل ھئي. مغل دور کان اڳ ۾ سنڌ تي ترخانن جي حڪومت ھئي. مغل بادشاھ اڪبر جي زماني ۾ مرزا جاني بيگ ٺٽي ۾ حڪومت ڪندو ھو. ھو وڏو ظالم ھو. ھن جي ڏينھن ۾ مغل بادشاھ اڪبر نواب محمد صادق کي سنڌ تي چاڙھي موڪليو.

ھو سيوھڻ تائين پھتو، ۽ ھار کائي پوئتي موٽي ويو. ان کانپوءِ سنہ ٩٩٩ ھہ (١٥٩٠ع) ۾ مرزا عبدالرحيم خان خانان چڙھي آيو، جنھن سخت لڙائي کان پوءِ سيوھڻ فتح ڪيو. انھي وچ ۾ مرزا جاني بيگ ٺٽي کي باھيون ڏيئي تباھ ڪرائي ڇڏيو. انھيءَ افراتفريءَ ۾ ڦر بہ ٿي. سنہ ١٠٠٠ ھہ (١٥٩١ع) ۾ خان خانان مرزا سان صلح ڪري ڪيس اڪبر جي خدمت ۾ موڪليو. اڪبر سندس پٽ مرزا غازي بيگ کي ٺٽي جو نواب مقرر ڪري موڪليو جو ان وقت سورھن سالن جو ھو. مرزا جاني بيگ کي دھليءَ ۾ ئي رھائي ڇڏيائين. ھن اتي ئي وفات ڪئي، ۽ سندس لاش آڻي مڪليءَ تي دفن ڪيو ويو. مرزا غازي بيگ جي ڏينھن ۾ بہ ڪيتريون بغاوتون ٿيون. سنہ ١٠١٣ ھہ (١٦٠٤ع) ۾ بادشاھ جي سلاميءَ لاءِ ويو، جتي بادشاھ ڪيس رھائي ڇڏيو. سنہ ١٠١٤ھہ (١٦٠٥ع) ۾ اڪبر جي وفات کان پوءِ چوريءَ ٺٽي ۾ آيو. پوئتان سندس دشمنن، نورالدين جھانگير کي سندس خلاف اڀاريو، جنھن ڪري ھن ڪيس گھرائي ورتو. آخر وفادار سمجھائينس، تڏھن ڪيس

قنڌار جو نواب ڪري موڪليائين جتي سنه ١٠٢١هه (١٦١٢ع) ۾ وفات ڪيائين. سندس لاش آڻي مڪليءَ تي دفن ڪيو ويو. هو فارسي زبان جو بلند پايه شاعر هو، ۽ "وقاري" تخلص ڪندو هو. شاعرن جو وڏو قدردان هو. ڪيترائي شاعر سندس دربار ۾ هوندا هئا. ايراني شاعر به وٽس ڪهي ايندا هئا. ذهين به هو ته سٺو منتظم به هو. انهن خوبين سان گڏ منجهس برايون به هيون. وڏو زاني هو ۽ شراب به گهڻو پيئندو هو (١).

مرزا جاني بيگ جڏهن خانه بدوش ٿي ويو، تڏهن جهانگير سنڌ کي مرڪز سان ملائي ڇڏيو. پوءِ ٺٽي تي گورنر مقرر ٿي ايندا رهيا. سنه ١٠١٥ هه (١٦٠٦ع) ۾ خسرو چرڪس سنه ١٠٢١هه (١٦١٢ع) ۾ مرزا رستم، سنه ١٠٢٥هه (١٦٠٦ع) ۾ مرزا مصطفيٰ سنه ١٠٢٨ هه (١٦١٨ع) ۾ مرزا بايزيد بخاري. ان ڪان پوءِ شريف الملڪ، سنه ١٠٣٧هه (١٦٢٧ع) ۾ مرزا عيسيٰ خان ٺٽي جا گورنر ٿيا (٢).

جن ڏينهن ۾ اڪبر طرفان خانخانان سنڌ تي ڪاهه ڪئي، انهن ڏينهن ۾ ڪلهوڙن جو وڏو ڏاڏو آدم شاهه ڪلهوڙو پيريءَ مريديءَ وارو هو. خانخانان ڪانئس فتح جي دعا گهرائي هئي، جنهنڪري فتح ڪانپوءِ کيس چانڊڪي پرڳڻي ۾ لاڙڪاڻي لڳ جاگير ڏنائين. ان ڪانپوءِ ڪلهوڙا سياسي طرح مضبوط ٿيندا ويا. آدم شاهه جي طاقت کي مغل گورنر پنهنجي لاءِ هڪ خطرو محسوس ڪندي، کيس قيد ڪرائي ملتان ۾ مارائي ڇڏيو. سندس وفات ١٥٩٢ع ۾ ٿي. سندس مقبرو سکر ۾ هڪ مٿانهين ٽڪريءَ تي آهي، جيڪا "آدم شاهه جي ٽڪري" سڏي

---

(١) "ترخان نامه" ص، ٥١ ڪان ٩٥ـ "تاريخ معصومي" ص، ٢٤٧ ڪان ٣٠٩، حواشي مڪلي نامه، ص ـ ٤٠٧ ڪان ٤١٥ مرزا غازي بيگ ترخان ۽ اور اس ڪي بزم ـ سيد حسام الدين راشدي سال ١٩٧٠ع، ص، ٥٦ ڪان ١٦٦.

(٢) "تحفته الڪرام" سنڌي ترجمو، ص، ٢٢٨ ڪان ٢٣٦.

ڪلهوڙا سياسي طرح اچا ٻہ مضبوط ٿيندا ويا. ميان آدم
... ۽ ميان بکر جي مغل گورنر ڪلهوڙن جي اقتدار کي ختم
... ڪوشش ڪئي. ميان نصير محمد ڪلهوڙي کي قيد ڪري
اورنگ زيب ڏانهن دهليءَ موڪليائين. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ ميان نصير
محمد، عالمگير جي قيد مان ڀڄي سنڌ ۾ پهتو، ۽ لشڪر گڏ ڪري
بکر جي مغل گورنر مير يعقوب کي شڪست ڏنائين. اهو ٻڌي دهليءَ
مان شهزادو معزالدين بکر پهتو. ميان دين محمد کي شهزادي جي
استقبال لاءِ بکر روانو ڪيو. انهيءَ وچ ۾ ميان جي هڪ مريد ماتيلي تي
حملو ڪيو ۽ شهر کي لٽيو. شهزادو باهہ ٿي ويو ۽ ميان دين محمد
ڀڄي ويو. مغلن جو زور گهٽجي رهيو هو. اهڙيءَ افراتفريءَ واري زماني
۾ ڪلهوڙن جي سوتاڻن دائودپوٽن بکر جي مغل گورنر هوندي ئي
شڪارپور جي علائقي تي قبضو ڪيو، ۽ ١٠٢٦هہ (١٦١٧ع) ۾
شڪارپور جو شهر ٻڌايو.

ميان دين محمد جي ڀڄي وڃڻ کان پوءِ شهزادي ميان جي پرڳڻي
کي اجاڙي ڇڏيو. ڇهہ مهينا شهزادو سنڌ ۾ رهيل هو. آخر لاچار ميان
دين محمد سيوهڻ ۾ پيش پيو. شهزادو کيس پاڻ سان ملتان وٺي ويو،
جتي سنہ ١١١١هہ (١٧٠٠ع) ۾ وفات ڪيائين.

ميان يار محمد ولد ميان نصير محمد پنهنجي پاءُ ميان دين محمد
جي وفات بعد قلات هليو ويو. سنڌن زميندارين ۽ جاگيرن تي سيوي جي
حاڪم بختاور خان پناڻ قبضو ڪري ورتو. ٻن سالن ڪان پوءِ ميان يار
محمد قلات مان بروهن جي فوج وٺي وطن موٽيو. پهريائين ٻنوهرن جي
علائقي تي قبضو ڪيائين. ان ڪانپوءِ چانڊڪو پرڳڻو هٿ ڪيائين.
بختاور خان ملتان ڏانهن شهزادي وٽ دانهين ٿي ويو. شهزادو وري سنڌ
تي ڪاهي آيو، پر رستي ۾ بختاور خان تي ناراض ٿيو ۽ کيس قتل
ڪرائي ڇڏيائين. ميان يار محمد درٻيلي ۾ شهزادي سان مليو. شهزادو

متس راضي ٿيو ۽ کيس عالمگير جي درٻار مان ”خدا يار خان“ جو لقب مليو. ان کانپوءِ تمام گهڻي طاقت حاصل ڪري ورتائين. دادو ضلعي جو خدا آباد جو شهر سندس ٻڌايل آهي.

ميان يار محمد ڪلهوڙه حڪومت جو باقاعده بنياد وجهي ارڙهن سال راڄ ڪري، ١٥ ذوالقعد سنه ١١٣١هه (١٧١٨ع) تي وفات ڪئي. کيس خداآباد ۾ دفن ڪيو ويو. هن جي ڏينهن ۾ شاهه عنايت جي شهادت جو واقعو ٿيو، جنهن ۾ هن شاهه عنايت سان غداري ڪئي، ۽ ٺٽي جي گورنر سان سازباز ڪري کيس قتل ڪرايو. انهيءَ ڪري شاهه عنايت سندس لاءِ چيو هو:

”ڏونگري ڏني ڏاڙهي ڪَرهه ڪتي جي پڇ“

يعني ميان يار محمد وعدو ڪري دغا ڪئي. اهڙي نموني ميان، شاهه عنايت جي شهادت جو سودو ڪري، سنڌ جي حڪومت حاصل ڪئي.

ميان يار محمد جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ميان نور محمد گادي نشين ٿيو. شروع ۾ سندس ڀاءُ محمد دائود سان سندس جنگيون ٿيون، پر پوءِ پنهي ڀائرن ۾ ناهه ٿي ويو. هن حڪومت جون حدون وڌايون ۽ سڄي سنڌ تي قابض ٿي ويو. نه فقط ايترو، پر بلوچستان کي به مطيع ڪيائين. هن جي ڏينهن ۾ شاهه بهارو چانڊڪي پرڳڻي جو حاڪم هو ۽ لاڙڪاڻي ۾ رهندو هو. هو وڏو بهادر، دلير ۽ ڪامياب سپه سالار هو. هن پنهنجي وطن جي تحفظ لاءِ قلات جي خان ۽ ٻين حملو ڪندڙن سان ٨٤ جنگيون ڪيون ۽ سڀني ۾ ڪامياب ٿيو. هڪ ڀيري قلات جي خان مير عبدالله خان سان سندس وڏي لڙائي ٿي، جنهن ۾ عبدالله خان مارجي ويو، ۽ شاهه بهارو ڪامياب ٿيو. شاهه بهاري سنه ١١٥٠هه (١٧٣٥ع) ۾ وفات ڪئي. سندس مقبرو لاڙڪاڻي ۾ آهي.

انهن ڏينهن ۾ مخدوم عبدالرحمان ڪهڙن ۾ وڏو عالم، فاضل ۽ شريعت جو علمبردار ٿي گذريو آهي. ميان نور محمد جي چرچ تي

مخدوم صاحب کي پنهنجي ساٿين سميت ڪهڙن جي مسجد ۾ ۱۱۴۵هه (۱۷۳۲ع) ۾ شهيد ڪيو ويو. شهيدن جا لاش ٽي ڏينهن مسجد ۾ پيا هئا. مخدوم غلام محمد بگائي الف اشباع جي سٽا ۾ ان واقعي تي پردرد مرثيه لکيو، ۽ جمعي ڏينهن مسجد ۾ جمعي نماز ڪانپوءِ ميان جي روبرو پڙهيو. ان مرثيي ۾ شهادت جو واقعو بيان ڪيائين، ميان کي ان ظالمانه واقعي تي ملامت ڪيائين، ۽ مخدوم صاحب جي تعريف ڪيائين. ميان کي ننديندي چوي ٿو:

چٽ چنئي، ترهو ٽنئي، ٻيڙي ٻوڙياءِ
شال نه هوندين سرخرو، ڪوڙهيا ڪان پياءِ

---

پارئون پيغمبر پاڪ جي، او يالا ايندءِ
ويئي حڪومت هٿ مان، پاپي! پٽ مرندءِ
ڊنين ڊاءِ نه رب جي، سوريا سچ ڪياءِ
آبرو اسلام جي، ڪوڙهيا ڪوهه ڪڍياءِ
نورا! هٿئون نڪري، ڳهلا ڳالهه وياءِ

---

اصفهان ۽ ايران جا گهوڙا گهر ايندءِ
سگهيا زنجير ظلم جا، ڳٽ ڳانا ڳل پونديا‌ءِ
اڄ يا صُبحين مرندين، پاپي ڏينهن پنءِ

ان ڪانپوءِ جيڪي واقعا رونما ٿيا، انهن مان ثابت ٿيو ته مخدوم بگائيءَ جي زبان مان جيڪا درد جي دانهن نڪتي، اها پوري ٿي. سنه ۱۱۵۲هه (۱۷۳۹ع) ۾ نادر شاهه سنڌ تي ڪاهي آيو. پهريائين لاڙڪاڻي ۾ منزل انداز ٿيو. جيئن ته شاهه بهارو فوت ٿي چڪو هو، انهيءَ ڪري چانڊڪا پرڳڻي ۾ ڪوبه دلير ماڻهو سنڌس مقابلي لاءِ موجود ڪونه هو. ميان نور محمد ڀڄي عمرڪوٽ هليو ويو. نادر شاهه ڪاهيندي عمرڪوٽ پهتو. ميان نور محمد پيش پيو. نادرشاهه هڪ

ڪروڙ ڏيل وٺي ۽ ميان جا پٽ مراديابخان ۽ غلام شاھ سان ڳٽي ٻڌي موٽيو ۽ پهرين لاڙڪاڻي ۾ آيو ۽ ميان تي ساليانو ٢٠ لک رپيه وڏيڪ ڏيل رکي ايران روانو ٿيو. نادرشاھ سنڌونديءَ جو ساڄو ڪنارو يعني سکر، شڪارپور، لاڙڪاڻو ۽ بلوچستان وارا علائقا ميان نور محمد جي قبضي مان ڪڍي قنڌار سان ملائي ڇڏيا. پوءِ نادرشاھ جي طرفان بکر تي صوبيدار مقرر ٿيڻ لڳا؛ ۽ ٺٽي تي ميان نور محمد جي طرفان نائب مقرر ٿيڻ لڳا. اهڙيءَ طرح دهليءَ جي مغل بادشاھ محمد شاھ سان سنڌ جا لاڳاپا ٽٽي پيا.

نادر شاھ جي قتل ٿيڻ کان پوءِ احمد شاھ ابدالي ايران تي قابض ٿيو. سال ١١٦٧ھ (١٧٥٤ع) ۾ احمد شاھ ابدالي سنڌ ۾ آيو. ميان نور محمد سندس ڊپ کان ڪڇ ڏانهن راهي ٿيو. پر رستي ۾ ساڳئي سال وفات ڪيائين. سندس لاش ڳوٺ محمد آباد ۾ دفن ڪيو ويو، جو هينئر تعلقي موري ۾ آهي. شاھ لطيف جي وفات ١١٦٥ھ ۾ ٿي. يعني ميان نور محمد ڪلهوڙي سندس وفات کان ٢ سال پوءِ وفات ڪئي.

**غلام شاھ:-** ميان نور محمد جي وفات کان پوءِ، سندس وڏو پٽ محمد مراد ياب تخت نشين ٿيو. هن ظلم ٻاري ڏنو، جنهن ڪري امير توڙي غريب بيزار ٿيڻ لڳا. آخر ڪيس گاديءَ تان لاهي، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ٻئي پٽ ميان غلام شاھ کي پڳ ٻڌائي وئي. هو سنه ١٣ ذوالحج ١١٧٠ھ (١٧٥٨ع) تي سنڌ جي تخت تي ويٺو. ٿوري وقت ۾ سندس ڀيو ڀاءُ عطر خان، جيڪو افغان حڪومت هٿ يرغمال طور رهيل هو، سو افغان حڪومت کان سنڌ جي حڪومت جو پروانو وٺي، سنڌ ۾ آيو. ٻنهي ڀائرن جو مقابلو ٿيو. آخر وڏي ڪشمڪش کان پوءِ، ميان غلام شاھ جي فتح ٿي. ميان محمد عطر خان، جڏهن پڄڻ جي واھ نه ڏٺي، تڏهن سنڌ ڇڏي ڀڄي ويو. هن ٢٩ مئي ١٧٥٩ع تي ميان غلام شاھ ڪلهوڙي کي خط لکيو ته ”مان هميشه لاءِ سنڌ ڇڏي وڃي رهيو آهيان“ ان کانپوءِ ميان غلام شاھ ڪلهوڙي

جي شاندار دور جي شروعات ٿي. هن وڏي جدوجهد ڪري، سنڌ جي وڃايل عظمت وري بحال ڪئي. اهوئي سبب آهي جو ڪلهوڙا خاندان جو بهترين حڪمران سڏيو وڃي ٿو. سندس حڪومت جو دور سنڌ وارن لاءِ، رحمت ۽ برڪت جو دور هو.

وڏي ڪوشش وٺي، پاڳا پاڳا ٿيل سنڌ ۾ هڪ مضبوط مرڪزي حڪومت قائم ڪيائين. ڪڪرالي جو ڄام خود مختيار حاڪم ٿي ويو هو. سنه ١٧٦٠ع ۾ ان کي شڪست ڏيئي، سندس جاگير کي سنڌ جي حڪومت ۾ شامل ڪري ڇڏيائين. پاڙيسري حڪمرانن سان سٺا ناتا قائم ڪرڻ جي خيال کان ساڳئي سال بيڪانير جي راجا کي پنهنجو پڳ مٽ يار بڻايائين. سنه ١٧٦١ع ۾ احمد شاهه ابدالي کيس سنڌ ۾ "شاهه وردي خان" جو خطاب ڏنو. اهي اعزاز کيس ديوان گدومل جي سهڻي سلوڪ ۽ سياڻپ جي ڪري حاصل ٿيا. جيڪو سنڌ حڪومت جي طرفان افغاني دربار ۾ مستقل سفير هو.

سنه ١٧٦٣ع ۾ ڪڇ تي ڪاهه ڪري، سنڌڙي، بستا ۽ لکپت جا بندر سنڌ جي حڪومت ۾ شامل ڪيائين. ان کان پوءِ "پراڻ" درياءَ کي موري وٽ بند ٻڌرايائين، تنهن ڪري ٿر جي آباديءَ ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. سنه ١٧٧٠ع ۾ ميان غلام شاهه ڪڇ جي راءِ جي سوٽ راءِ لنگهار جي ڌيءَ سان شادي ڪئي. ان ڪانپوءِ ميان صاحب بستا ۽ لکپت جا بندر ڪڇ جي راءِ کي موٽائي ڏنا.

ميان صاحب کي تعميرات جو به شوق هو. ڪانئس اڳ ۾ "خدا آباد" ڪلهوڙن جو تختگاهه هو، جيڪو هينئر دادو ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ آهي. هن خدا آباد کي ڇڏي، ڪيترين ئي جاين کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بڻائڻ جو ارادو ڪيو، آخر سندس نظر وڃي پراڻي شهر "نيرڻ ڪوٽ" تي پيئي، جيڪو درياهه جي ڪاهي ڪپ تي گنجي ٽڪر جي هڪ ٽڪريءَ تي، قليلي واهه جي لڳ هو. هن انهيءَ جاءِ تي ذوالقعد ١١٨٢هه (مارچ ١٧٦٩ع) ۾ قلعي تعمير ڪرڻ جو حڪم ڏنو. اهو

قلعو جڏهن جڙي راس ٿيو، ته ان تي نالو ”حيدر آباد“ رکيائين. ان کي پنهنجو تخت گاهه بنايائين ۽ حياتيءَ جا باقي ڏينهن اتي گذاريائين.

حيدرآباد جي ڏکڻ الهندي شاهه محمد مکيءَ واري ٽڪريءَ تي هڪ مٽيءَ جو قلعو جوڙايائين. اهي ٻئي اڄ به موجود آهن، پر اسان جي بي توجهيءَ جي ڪري برباد ٿي رهيا آهن.

مِيان صاحب قلعي ۾ پنهنجي لاءِ هڪ خاص محلات اڏايو، جنهن جي صورت دهليءَ ۽ لاهور جي شيش محل جهڙي هئي. حرم سرا ڪانسواءِ ان ۾ ديوان عام ۽ ديوان خاص به بنايائين. قلعي جي آس پاس واري زمين واپارين ۽ عاملن کي ڏنائين، ته جيئن هو جايون جوڙي ويهن. خداآباد جا هندو لوهاڻا واپاري لڏي، اچي حيدرآباد ۾ ويٺا. حيدرآبادي عامل ۽ ٻيا هندو انهن خدا آبادي هندن جي اولاد مان هئا. ٿوري ئي وقت ۾ حيدرآباد وڏي ترقي ڪئي، ۽ هڪ عاليشان شهر ٿي ويو. نئين ڪانپوءِ حيدرآباد صنعت ۽ واپار ۾ وڏي ترقي ڪئي. انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ تائين حيدرآباد سنڌ جو تختگاهه ٿي رهيو. هينئر به حيدرآباد سنڌ جو ٻيو نمبر وڏو شهر آهي.

مِيان غلام شاهه ڪلهوڙي جي ڏينهنِ ۾ سنڌ صنعت ۽ حرفت جو تمام وڏو مرڪز هو. هتي جو ڪپڙو تمام مشهور هو ۽ سڄيءَ دنيا ۾ ويندو هو. ان ڪانسواءِ هتان نير ۽ قلمي شورو به ٻاهر ويندو هو. ٺٽو به واپار جو وڏو مرڪز هو. مِيان صاحب سنڌ جي هنر ۽ واپار جي ترقيءَ ۾ دلچسپي ورتي. سنڌ جي واپار کي وڌائڻ ۽ سنڌ جي صنعت کي ترقي ڏيارڻ جي خيال کان، انگريزن کي ٺٽي ۽ شاهه بندر ۾ واپار لاءِ ڪوٺين وجهڻ جي اجازت ڏنائين. انگريزن کي ان جو پهريون پروانو ٢٢ سيپٽمبر ١٧٥٨ع تي مليو. ١١ آڪٽوبر ١٧٥٨ع تي کين ٻيو پروانو مليو، جنهن مطابق کين واپار جون وڏيڪ سهولتون حاصل ٿيون.

صنعت ۽ حرفت ڪانسواءِ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڏا علمي درسگاه هئا. ١٦٩٨ع ۾ ڪپتان هئملٽن ٺٽي آيو. هن جو بيان آهي، ته ان زماني

۾ ٺٽي ۾ ڪاليج جي حيثيت جا چار سؤ درسگاهہ هئا. ميان صاحب انهن علمي درسگاهن ڏانهن توجهہ ڏنو ۽ عالمن جي قدرداني ۽ همت افزائي ڪئي. انهن ڏينهن ۾ ٺٽي ۾ مخدوم محمد هاشم وڏو عالم ۽ بزرگ هو. مخدوم صاحب جي توجهہ ڏيارڻ سان ميان صاحب ڪيس هڪ فرمان ڏنو، جنهن موجب شريعت خلاف ٿيندڙ ڳالهين کي روڪيو ويو.

مطلب تہ ميان صاحب سنڌ کي متحد ڪيو، ان ۾ امن امان قائم ڪيو، علم ۽ هنر کي ترقي ڏني، واپار کي وڌايو، شريعت جي قانون کي نافذ ڪيو، عالمن جو مان وڌايو، ۽ حيدرآباد جهڙو عاليشان شهر تعمير ڪيو. سنڌ جي هن نامياري حاڪم ٣ جمادي الاول ١١٨٦هہ مطابق ٢ آگسٽ ١٧٧٢ع تي وفات ڪئي. حيدرآباد ۾ جيل لڳ، سندس مقبرو آهي؛ جنهن تي ڪاشيءَ جو تمام سهڻو ڪم ٿيل آهي.

ٽالپور ڪلهوڙن جي فوجي طاقت هئا، پر ڪلهوڙي حاڪم ميان سرفراز مير بهرام خان کي بي گناهہ شهيد ڪرايو، جنهن ڪري ٽالپورن سندس خلاف بغاوت ڪئي ۽ ١٧٧٥ع ۾ ڪيس تخت تان لاهي حيدرآباد جي قلعي ۾ قيد ڪيائونس. ان ڪانپوءِ ميان عبدالنبي کي تخت تي ويهاريائون. ميان عبدالنبي ظالم حڪمران ثابت ٿيو. هن ميان سرفراز کي قتل ڪرائي ڇڏيو، ۽ ٽالپورن جي بہ پويان پيو. آخر مير فتح علي خان ٽالپور ١٧٨٢ع ۾ ڪيس شڪست ڏيئي، سنڌ ۾ ميرن جي حڪومت قائم ڪئي. هن مان معلوم ٿيندو، تہ ڪلهوڙن جي حڪومت صحيح معنيٰ ۾ ١٧١٩ع کان ١٧٨٢ع تائين هلي.

ڪلهوڙن جي سازش سبب شاهہ عنايت شهيد ۽ مخدوم عبدالرحمان کهڙن واري جي شهادت جا دردناڪ واقعا ٿيا؛ تر جي سوڍن شورشون ڪيون؛ نادرشاهہ حملو ڪيو؛ احمد شاهہ ابداليءَ شڪارپور وارو حصو کسي ورتو، ۽ مدد خان پٺاڻ خونريزي ۽ ڦر لٽ ڪئي. آخر ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپورن جي گهرو لڙائي لڳي. انهن واقعن سنڌ جو سڪون تباهہ ڪري

چڙهيو.

کلهوڙن، حيدرآباد کي گادي بڻايو، پر ان هوندي به ٺٽو علم جو وڏو مرڪز هو. سياسي پيچ ڏاهه کان بي پرواهه عالم دين جي خدمت ۾ مصروف رهيا ۽ درس و تدريس جو سلسلو هلائيندا رهيا. ارغونن جي ڏينهن ۾ فارسيءَ کي اهميت ملي چڪي هئي. ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ به فارسيءَ جي اها اهميت قائم رهي؛ جنهن ڪري "فارسي گهوڙي چاڙهسي" مروج ٿيو. ان هوندي به سنڌي عالمن، عام ماڻهن کي مذهبي مسئلا سيکارڻ لاءِ سنڌي زبان ۾، الف اشباع جي قافيي ۾ ڪيترا مذهبي ڪتاب لکيا ۽ انهن کي مدرسن ۽ مڪتبن ۾ پڙهائڻ لڳا. اهو رواج اڄان تائين هليو اچي. مڪتبن ۾ اڃا اهي سنڌي ڪتاب پڙهايا وڃن ٿا.

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي ڪوشش سان مسلمانن توڙي هندن جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ ۾ ڦيرو آيو، ۽ سنڌي تهذيب هڪ نئون روپ اختيار ڪيو. انهن ڏينهن ۾ هندن ۾ ڌوتيءَ جو رواج گهٽيو ۽ منجهن پتلون جو رواج پيو. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ سرتوڙ ڪوشش وٺي، ڪلهوڙن کان شريعت جي پابندي ڪرائڻ جو پروانو حاصل ڪيو، ۽ وڏي جرئت ۽ همت سان ان تي عمل ڪرايو. مخدوم محمد معين ٺٽوي عالم ۽ فاضل هجڻ سان گڏ صوفي هو، ۽ وحدت الوجود جو قائل هو. هن پنهنجو فڪر ۽ خيال ڪتابن ذريعي ظاهر ڪيا. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جيتوڻيڪ سندس شاگرد هو، ان هوندي به هن سندس خيال ۽ عقيدي کي شريعت جي برخلاف سمجهي، انهن جي رد ۾ ڪتاب لکيو. ان جو جواب وري مخدوم محمد معين جي هڪ شاگرد ڏنو. اهڙيءَ طرح عالمن جا پاڻ ۾ بحث مباحثا ٿيندا رهيا.

اسان جي شاعر حضرت شاهه صاحب جي ولادت سنه ١٦٨٩ع ۾ ٿي، ۽ ١٧٥٢ع ۾ وفات ڪيائين. يعني شاه صاحب ميان يار محمد ڪلهوڙي جو دور ڏٺو، ۽ شاهه شهيد جي وفات جو واقعو سندس

جوانيءَ واري زماني ۾ ٿيو. نور محمد ڪلهوڙي جو دور بہ سندس سامهون گذريو. مخدوم عبدالرحمٰن ڪهڙن واري جي شهادت جو واقعو ۽ نادر شاهہ جي ڪاهہ وارا واقعا سندس زندگيءَ ۾ ٿيا. انهن ڳالهين سنڌ ۾ جيڪي ڀارڻ ڀاريا، جيڪي تباهيون آنديون ۽ ڀيج ڏاهہ پيدا ڪئي؛ انهن حقيقتن سندس حساس طبيعت تي وڏو اثر ڪيو. نہ فقط ايترو پر نور محمد ڪلهوڙي ساڻس بہ ڪئونس ڪئي، ۽ ڪيس ختم ڪرڻ لاءِ گهات گهڙيا؛ پر جنهن کي رب رکي، تنهن کي ڪير چکي. آخر ميان نور محمد آڻ مڃي ۽ شاه صاحب ڪان معافي ورتي.

روايت آهي، تہ ميان غلام شاهہ، حضرت شاه صاحب جي دعا سان پيدا ٿيو. اهو دعا جو ئي اثر چئجي جو ميان غلام شاهہ جو دور سنڌ لاءِ ڀلائي، خوشحالي ۽ امن امان جو دور ثابت ٿيو.

مٿي يارهين صدي هجري کان ٻارهين صدي هجري تائين سنڌ جا تاريخي واقعا اختصار سان بيان ڪيا ويا آهن. ان مان معلوم ٿيندو تہ شاه صاحب کان اڳ سنڌ ڏجهن ۽ ڏوجهرن ۾ گذاريو، ۽ سنڌ جي رهاڪن وڏا ڏولاوا ڏٺا ۽ وقت بوقت سور سهندا رهيا. شاه صاحب جي دور ۾ اهڙي نوعيت جا واقعا رونما ٿيا جهڙوڪ شاهہ صاحب جي دور ۾ ٽن صدين جي مسلسل پيڙا سنڌ ۾ جيڪي حالتون پيدا ڪيون هيون، شاه صاحب جو انهن کان متاثر ٿيڻ لازمي امر هو. شاه صاحب محسوس ڪيو، تہ انسان جڏهن خدا جي حڪمن جي ڀيڪڙي ڪري ٿو، تڏهن ئي ڏقيڙ پيدا ٿئي ٿو، شر زور وٺي ٿو، انسانيت سوز حالتون پيدا ٿين ٿيون ۽ نتيجي ۾ ماڻهو سک جو ساهہ کڻڻ لاءِ سڪي ٿو. اهوئي سبب آهي جو شاه صاحب پنهنجي شعر ۾ درس ڏنو آهي، تہ انسان جي فلاح ۽ بهبود الله تعاليٰ جي حڪمن جي پيروي ۾ آهي. هن پنهنجي رسالي ۾ انسانيت جو صحيح علاج بہ ٻڌايو آهي. هن جي نظر ۾ انسانيت جي سمورين اخلاقي، سماجي، ذهني ۽ سياسي بيمارين جو علاج توحيد، رسالت ۽ آخرت جي مڃتا ۾ مضمر آهي. هن هيٺ انهن

ڳالهين جي اپٽار ڪجي ٿي، جيڪي شاھ صاحب اوهان ڪي ٻڌايون آهن.

**توحيد:** انسان پنهنجي بيشمار خوبين ۽ خاصيتن جي باوجود، ڪيترن ئي ڳالهين ۾ مجبور ۽ بيوس ٿيو پوي. انساني مزاج ۽ فطرت جي جائزي وٺڻ ڪان پوءِ معلوم ٿيندو، تہ فقر ۽ احتياج انسان جي فطرت ۾ شامل آهن. پنهنجي انهيءَ ڪمزوريءَ کي دور ڪرڻ لاءِ هر نفعي ۽ نقصان پهچائڻ واري شيءِ کي انسان پنهنجو خدا ٺهرايو. هو پنهنجو احتياج دور ڪرڻ لاءِ انهن کي پڪاري ٿو، انهن کان مدد طلب ڪري ٿو، پاڻ کان گهٽ مخلوق جي آڏو سجدي ۾ ڪري پوي ٿو. انهيءَ جِهل، ناداني ۽ عقل جي دوکي کي دور ڪرڻ لاءِ سچي دين جو هي پيغام ٻنهي جهانن جي سردار، ڪائنات جي ڪارڻ، محمد مصطفيٰ ﷺ دنيا کي ٻڌايو، تہ انسان کي اهو نہ جڳائي تہ اشرف المخلوقات ٿي ڪري، پاڻ کان گهٽ درجي واري مخلوق جي آڏو ذليل ۽ خوار ٿئي. واضح ڪري فرمايائون، تہ انسان جو سر انهيءَ همہ دان هستيءَ جي آڏو جهڪڻ گهرجي، جنهن جي دستِ قدرت ۾ سڄي ڪائنات جي واڳ آهي. سموريون صفتون انهيءَ کي ئي سونهن. اهوئي خالق آهي ۽ روزي رسائيندڙ آهي. ان سان ڪوبہ شريڪ ڪونهي اهائي هستي اسان جو الله آهي. عبادت انهيءَ کي سونهين. ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي.

حضرت شاھ لطيف پنهنجي پيغام جي ابتدا بہ انهيءَ عقيدي سان ڪري ٿو. سندس رسالي جي پهريون سر "سر ڪلياڻ" ۾ انهيءَ ئي عقيدي جي اپٽار آهي. هو انهيءَ عقيدي کي پوريءَ طرح واضح ڪرڻ ۽ ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪري ٿو. هو توحيد خالص تي زور ڏئي ٻڌائي ٿو، تہ الله کي هڪ ڪري مڃڻ کان پوءِ ئي صحيح رستو هٿ اچي ٿو:

وحده لاشريڪ له، اي وهائج ويءُ،
ڪنين جي هارائين، هند تنهنجو هيءُ،
پاڻان چونديءِ ٻيءُ، پري جام جنت جو

الله تعاليٰ قرآن حڪيم ۾ فرمايو آهي: ”الله تعاليٰ ان شخص کي نہ بخشيندو. جنهن شرڪ ڪيو، ٻيو جنهن کي چاهي ان کي بخشيندو.“ شاه صاحب خبردار ڪري ٿو، تہ شرڪ انسان جي عظيم غلطي آهي، جيڪا سندس اصلي عظمت کان هيٺ ڪيرائي ڦٽو ڪري ٿي، کيس ذليل ڪري ٿي، ۽ سندس ذهني ارتقا کي روڪي ڇڏي ٿي. فرمائي ٿو، تہ الله تعاليٰ کي وحده لاشريڪ لہ مڃڻ سان ئي ڪاميابي قدم چمي ٿي:

وحده لاشريڪ لہ، اي هيڪڙائي حق،
ٻيائيءَ کي ٻڪ، جن وڌو سي ورسيا.

شاه صاحب هر قسم جي شرڪ کان منع ڪري ٿو. پوءِ اهو شرڪ في الذات هجي، شرڪ في الافعال هجي، يا شرڪ في الصفات هجي. هو خبردار ٿو ڪري، تہ جيڪڏهن ڪنهن بہ قسم جو شرڪ اختيار ڪبو، تہ وڻواند ٿي ويجبو. فرمائي ٿو:

وحده لاشريڪ لہ، ٻڌءِ نہ ٻوڙا،
ڪِ تو ڪنين نہ سئا، جي گهٽ اندر گهوڙا،
ٻاڙيندين ٻوڙها، جت شاهد ٿيندءِ سامهان.

اهڙي طرح شاه صاحب، سر ڪلياڻ ۾ توڙي ٻين سرن ۾ الله تعاليٰ جي هيڪڙائي بيان ڪئي آهي، ۽ ان جي مڪمل طرح وضاحت ڪئي آهي.

**رسالت:** توحيد سان گڏ حضرت شاه صاحب رسالت جي اهميت ۽ فضيلت بيان ڪئي آهي، ۽ نبين جي سردار ختم المرسلين، شفيع المذنبين جي ساراه ڪئي آهي. ٻڌايو اٿس، تہ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي رسالت تي ايمان آڻجي، ان سان تعلق قائم ڪجي، ان لاءِ محبت جو جذبو دل ۾ قائم ڪجي، ان کي ڪائنات جو ڪارڻ ڪري مڃجي. چوي ٿو:

وحده لاشريڪ له، جان تو چئين ايئن،
تان مڄ محمد ڪارڻي، نرتون منجهان نينهن،
تان تون وڃي ڪيئن، نائيين ڪنڌ ٻين کي.

هو ٻڌائي ٿو، تہ الله تعاليٰ جڏهن اجان ڪائنات نہ خلقي هئي، احديت جي مرتبي ۾ هو ۽ اجا صفتن جو ظهور نہ ٿيو هو، تڏهن سڀ کان پهريائين پنهنجي پياري حبيب جو نور پنهنجي نور مان پيدا ڪيائين. ان کان پوءِ ان جي طفيل، ان جي ظهور لاءِ سندس ئي نور مان هيءَ ڪائنات جوڙيائين. هو تلقين ٿو ڪري، تہ اهڙي ڪامل اڪمل هستيءَ سان ناتو رکجي. ان سان محبت ڪجي ۽ ان جي رسالت تي ايمان آڻجي، ۽ ان جي پيروي ڪجي. ان جي پيرويءَ ۾ ئي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي آهي. فرمائي ٿو:

وحده لاشريڪ له، جن اتو سين ايمان،
تن مڃيو محمد ڪارڻي، قلب سان لسان.
اوءِ فائق ۾ فرمان، اونڙ ڪه نہ اولئا.

**شريعت جي پابندي:** قرآن شريف ۾ آيو آهي: قل ان ڪنتم تحبون الله فاتبعوني يحببڪم الله (آل عمران ـ ٣١)

ترجمو: ( اي رسول) چئو تہ جيڪڏهن اوهين الله سان محبت رکو ٿا، تہ منهنجي تابعداري ڪريو تہ الله (بہ) اوهان سان محبت ڪندو. ان مان معلوم ٿيو تہ هڪ مسلمان کي قرب خداوندي تڏهن ئي حاصل ٿي سگهي ٿو، سندس محبوب حقيقي سان ملڻ جي خواهش جي تڪميل تڏهن ئي ٿي سگهي ٿي، جڏهن رسول الله ﷺ جي ٻڌايل رستي تي هلي، ۽ سڀني کان وڌيڪ حضور ﷺ سان محبت ڪري. حضرت شاهہ لطيف چوي ٿو تہ سلوڪ جي راهہ تڏهن هٿ ايندي، جڏهن پهريائين شريعت جي مڪمل پيروي ڪجي. شريعت کان پوءِ ئي طريقت جي واٽ هٿ اچي ٿي. يعني شريعت، طريقت کان جدا نہ آهي، بلڪ شريعت جي حڪمن تي پرخلوص طريقي سان عمل ڪرڻ جو نالو طريقت آهي.

فرمائي ٿو:

وحده لاشريڪ له، چئي چوندو آءُ،
فرض، واجب سنتون، تنئون ترڪ مَ پاءِ،
توبهه سندي تسبيح، پڙهڻ ساڻ پڄاءِ،
نانگا پنهنجي نفس کي، ڪا سنئين راهه سونهاءِ،
ته سندي دوزخ باهه، تو اوڏيائين نه اچي.

---

وحده جي وڍيا، الاالله سين اورين،
هيون حقيقت ڳنڍيو، طريقت تورين،
معرفت جي ماڻ سين، ڏيساندر ڏورين،
سڪ نه ستا ڪڏهين، ويهي نه وڙين،
ڪلنئون ڪورين، عاشق عبداللطيف چئي.

**پرخلوص عمل:** حديث شريف "انما الاعمال بالنيات" موجب عمل جو بنياد نيت تي آهي. جيڪو سجدو خلوص نيت سان ادا نه ڪيو وڃي، اهو قبوليت جو شرف حاصل ڪري نه ٿو سگهي. جن صاحبن جي دل ۽ دماغ دنياوي بتن سان پر آهي؛ اهي جيڪڏهن سمجهن ٿا. ته هو قول ۽ فعل جي تضاد جي باوجود قربت الاهي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا، ته اهي ان ۾ ڀليل آهن. شاهه صاحب فرمائي ٿو:

ان ۾ نه ايمان، جيئن ڪلمي گو ڪوٺائيين،
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهيين.

**عشق الاهي:** جدائي ۽ فراق، عشق ۽ محبت جا لازم جز آهن. وصل کان اڳ ۾ عاشق صادق کي وڇوڙي جي دور کان به لنگهڻو پوي ٿو. حضرت شاهه صاحب به فراق جي وادين مان گذريو آهي:

ڪتن ڪر موڙيا، تيڙو ايا تيئي،
راڻو رات نه آئيو، ويل ٽري ويئي،

مون کي ڏئن ڏيئي، وڃي ڍوليو ڍٽ تراريو.

جي قيام مڙن، تہ کر اوڏا سپرين
تهان پري سڄڻ، واڌايون وصال جون.

پر انهن فراق جي صدمن جي باوجود سندس غم ۾ اوندهہ ۾ قنوطيت نہ آهي، بلڪ پنهنجي محبوب سان ملڻ جي پوري پوري اميد آهي؛ ڇاڪاڻ جو رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي، تہ مومن ڪڏهن بہ الله تعاليٰ جي فضل مان نااميد نہ ٿو ٿئي. نااميدي فقط ڪافر ۽ مشرڪ جي خاصيت آهي، شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

مون سين هوت نہ ڪندڙا هيئن،
ماءُ! ڄام نہ ڪندڙا هيئن،
الا! مون نہ ڇڏيندا ڇپرين.

---

هوتن جي هيڪاند کي ، آءُ روئان راتو ڏينهن؛
ڇيڙي وڏيس ڇپرين، ٻاروچاڻي نينهن؛
لڪون لڳن ڪوسيون، ڏاڍا تپن ڏينهن،
مون کي پرين ميڙيئين، روجهڙيون ميڙيئين مينهن،
الله! عبداللطيف کي، ساڄن ميڙ سميع.

اولياء ڪرام جو اڪثر اهو طريقو آهي، تہ هو مجازي عشق جي پردي ۾ حقيقي عشق جو راڳ آلاپيندا آهن، ۽ تشبيهن ۽ استعارن سان محبوب حقيقي جي عشق کي واضح ڪندا آهن. حضرت شاهہ صاحب بہ عشق و محبت جي مختلف قصن جهڙوڪ: سسئي پنهون، عمر مارئي، مومل راڻو، نوري ڄام تماچي، وغيره جي ذريعي پنهنجي حقيقي عشق جو اظهار فرمايو آهي، ۽ انهن رومانوي داستانن جي ذريعي تصوف جو اسرار و رموز بيان ڪيا آهن. فرمائن ٿا:

پنڌ اٺانگا پنڌيئين، مونکي ڪوهيارو ٿو ڪاري،
سچو سخن سپرين، مانَ پنهل پنهنجو پاڙي،

چيرو اندر جندڙي، ويو ٻاروچو ٻاري.

مجازي عشق جو ذڪ دل جي طلب کي وڌائي ٿو، ۽ محبوب حقيقي جي عشق جا اِلا اٿاري ٿو:

ناسيندي نگاه، پهرين ڪج پرينءَ ڏي،
احوال عاجزن جو، آ ڪيج لڳ الله،
روز نهاريان راه، اکيون اوهان جي آسري،

**احسان و اخلاق:** رسول الله ﷺ جن فرمائن ٿا. ته "احسان اهوئي آهي ته الله تعاليٰ جي اهڙي طرح عبادت ڪريو، ڄڻ اوهان ڪيس ڏسي رهيا آهيو، ۽ جيڪڏهن اوهان ڪيس نه ڏسي رهيا آهيو، ته هو اوهان کي ڏسي رهيو آهي." اها احساني اخلاقي ڪيفيت پيدا ڪرڻ لاءِ ضرورت انهيءَ ڳالهه جي آهي، ته پاڻ ۾ سٺيون وصفون پيدا ڪيون وڃن، ۽ بداخلاقيون دور ڪيون وڃن. انسان جي بدن ۾ دل بادشاهه آهي، عضوا ان جو لشڪر ۽ ٻانها آهن. جيڪڏهن دل نيڪ ٿي وڃي، ته عضوا خودبخود ان جي پيروي ڪرڻ لڳندا. حضور نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي: "بيشڪ ماڻهوءَ جي بدن ۾ گوشت جو هڪ ٽڪرو آهي. جڏهن اهو درست ٿي وڃي ٿو، ته سڄو بدن نيڪ ٿي وڃي ٿو، جڏهن اهو بگڙي ٿو وڃي، ته سڄو بدن تباه ٿي ٿو وڃي، ٻڌو اها دل آهي." ان مان معلوم ٿيو ته اصل مقصد دل جي اصلاح يا باطني اصلاح آهي، ۽ انهيءَ اصلاح جو نالو عرف عام ۾ "تصوف" آهي. يعني تصوف، دين جو روح آهي. حديث پاڪ ۾ اصلاح قلب جو سخت تاڪيد ڪيو ويو آهي. تصوف به انهيءَ شيءِ جو نالو آهي، ڇاڪاڻ جو ان ۾ اصلاح قلب جو اهتمام ٿئي ٿو. حضرت امام غزالي رحه فرمائي ٿو ته: "جڏهن مان انهن ظاهري عملن کان فارغ ٿي، صوفيا جي طريقي طرف متوجهه ٿيس، ته مون کي معلوم ٿيو ته سندن طريقي سان علم ۽ عقل تڪميل کي پهچن ٿا. سندن علم جو مقصد نفس جي خواهش کي ختم ڪرڻ، خراب اخلاق ۽ برين عادتن کان پاڪ ۽ صاف ڪرڻ آهي، ته جيئن ان

جي ذريعي دل کي ٻيائي (غير الله) کان خالي ڪيو وڃي، ۽ ان کي الله تعاليٰ جي ذڪر سان آراسته ڪيو وڃي." تصوف جي حقيقت هيٺئن بيان ڪري سگهجي ٿي، ته الله تعاليٰ جي باري ۾ ٻانهي جي دل کي اهڙو يقين ۽ اطمينان نصيب ٿي وڃي ٿو، جهڙوڪ ڪنهن حقيقت جي مشاهدي سان ٿيندو آهي. پوءِ الله تعاليٰ سان عبديت جو اهو رابطو پيدا ٿي وڃي، جو دل هردم الله تعاليٰ جي ياد ۽ ان جي محبت ۽ عظمت سان معمور رهي. ان جو قدرتي نتيجو اهو نڪري ٿو جو الله تعاليٰ جي تعلق جي مقابلي ۾ سمورا تعلقات فنا ٿي وڃن ٿا.

پاڻ سڃاڻڻ: امام غزالي رحه. ڪيميائي سعادت جي منڍ ۾ چيو آهي، ته انسان کي سوچڻ گهرجي، ته هو ڪير آهي، هتي ڇو آيو آهي، ۽ سندس زندگي جو مقصد ڇا آهي؟ يعني انسان کي پنهنجو پاڻ سڃاڻي، پنهنجي زندگي جي راه متعين ڪرڻ گهرجي. شاه صاحب جي فڪر جو بنياد به پاڻ سڃاڻڻ تي آهي. فرمائي ٿو:

"پهرين سڃاڻج پاڻ، پڇج پوءِ پريتڻو."

شاه صاحب پاڻ به انهن ڳالهين تي سوچيو آهي، ۽ حقيقتون معلوم ڪيون آهن. فرمائي ٿو:

جو مون پڙهيو پاڻ ليءِ، سبق سابق جو،
پهرين سڃاتم پانهنجي، نفس جو نِهو،
جت عرفان اصل ۾، آ روحن روز ڪيو،
وري ورق پيو، ڳڌيو وڍ وصال جو.

يعني پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ کان پوءِ ئي سمجهه ۽ معرفت حاصل ٿئي ٿي. اهو انساني راز، ڪو گهڻو مشڪل ڪونهي، پر اهي ان کي سمجهي نه سگهندا، جن کي صحيح رستو هٿ ئي نه آيو آهي. شاه صاحب فرمائي ٿو:

نڪو ڏيگهه نه ويل، نڪو منهن مهاڙ ڪا،
آ اهوئي ڪيل: ڪور پروڙي ڪينڪي.

جيئن تہ انھن کي صحيح رستو هٿ نہ آيو آهي، انهيءَ ڪري جيئن جيئن هو هٿ پير هڻن ٿا، تيئن تيئن هو وڃن ٿا اوجهڙ پوندا:

ساندا ري سمونڊ جي نهوڙي نيا،
وڃي تت پيا، جت نهايت ناهہ ڪا.

**دنيا کان بي رغبتي:** حديث شريف ۾ آيو آهي: مومن لاءِ دنيا جيل خانو ۽ ڪافر لاءِ جنت آهي. انهيءَ ڪري عارف ڪڏهن بہ دل کي دنيا جي قيدخاني ۾ اٽڪائي نہ ٿو ڇڏي، ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي قلب کي دنيا جي زيب و زينت جي آرائش سان خراب نہ ٿو ڪري. هو هن دنيا ۾ ڪنول جي گل وانگر رهي ٿو، جيڪو پاڻيءَ ۾ هوندي بہ پاڻيءَ کان جدا رهي ٿو. دنيا ۾ رهندي بہ هو دنيا جي محبت کي پنهنجي دل ۾ جڳهہ نہ ٿو ڏئي، بلڪ سندس دل الله تعاليٰ جي محبت سان معمور رهي ٿي. جيڪي صاحب دنيا ان جي آرائش کي پنهنجي دل جو بت بنائين ٿا، اهڙن ماڻهن کي حضرت شاهہ صاحب هن طرح تلقين فرمائي ٿو:

ڪاٿو ڪمايوم، موتي مون نہ وڻجيا،
سيهي جو سنيد چئي، وڪر وهايوم،
اوچتي آيوم، سودو صرافن سين

**عجز ۽ انڪساري:** عارف ڪامل امام الاولياءِ حضرت سيد احمد ڪبير رفاعي رح فرمائي ٿو: ”بزرگيءَ ۾ مون کو بہ ڏکيو رستو ۽ سولو طريقو نہ ڇڏيو آهي، جنهن جا پردا نہ کوليا اٿم. مون هر دروازي کان الله تعاليٰ ڏانهن پهچڻ گهريو، پر هر دروازي تي وڏو هجوم ڏٺم. پوءِ ذلت ۽ انڪساريءَ جي دروازي تي پهتم، تہ اهو خالي ڏٺم. جيڪو شخص عاجزيءَ سان دروازي تي پهچي ٿو، تہ ان جي لاءِ دروازو کلي پوي ٿو، ۽ ان کي قبول ڪيو وڃي ٿو. جيڪو شخص انڪساريءَ سان دربار ۾ داخل ٿئي ٿو، عزت واريءَ جڳهہ تي ويهي ٿو.“ حضرت امام الاولياءِ جنهن انڪساري ۽ ذلت ڏانهن اشارو ڪري ٿو، ان کي صوفيانہ اصطلاح ۾ فنا چيو ويندو آهي. عجز ۽ انڪساريءَ جو معراج ئي فنا جي

تڪميل آهي، جنهن مان عبديت جو شان ظهور ٿئي ٿو. اها سڀ کان اعليٰ ۽ ارفع باطني ڪيفيت شمار ڪئي ويجي ٿي. هيءَ ڪيفيت حضرت شاه صاحب تي نهايت شدت سان طاري رهندي هئي. جيڪو فنا جي درجي تي پهتو، جنهن عبديت جي مقام کي سڃاتو، جيڪو ذلت ۽ انڪساريءَ جي رستي تي هليو، اهو جڏهن روئي ٿو، ته حق تعاليٰ سندس ڳوڙها اگهي ٿو، اهو جيڪڏهن ڪري ٿو ته، حق تعاليٰ کيس سهارو ڏئي ٿو، هو پاڻ کي ذليل سمجهي ٿو، ته الله تعاليٰ کيس عزت جي خلعت پهرائي ٿو، هو فنا ٿئي ٿو ته حق تعاليٰ کيس بقا جو درجو ڏئي ٿو. واقعي پنهنجي هستي مٽائي، ان مرتبو حاصل ڪيو، جنهن خوديءَ جي قيد کي ٽوڙيو. اهوئي بزم جانان ۾ داخل ٿيو؛ جيڪو عاشق بڻيو، انهيءَ آخر محبوب جو لقب حاصل ڪيو. حضرت شاه صاحب فرمائي ٿو:

سڀيئي سهاڳڻيون، سڀني ڳچيءَ هار،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، سهسين ڪن سينگار،
ڏول تنين جي ڏار، هيڻا هيون هلن جي.
تون سمون آءُ گندري مون ۾ عيبن ڪوڙ؛
پسي ککيءَ ڪوڙ؛ متان ماڳر مٽيين.

**موت جي يادگيري:** قرآن شريف ۾ آيو آهي: ”ڪل نفس ذائقه الموت“ ۽ ”ڪل من عليها فان“ ان ڳالهه مان صاف ظاهر ٿئي ٿو، ته هر شيءِ انسان سميت فاني آهي. حضور نبي ڪريم ﷺ به انهيءَ ڳالهه جي پوري وضاحت ڪئي آهي، ته هن دنيا ۾ انسان ٿورن ڏينهن جو مهمان آهي، ۽ ان کان پوءِ کيس پنهنجي خالق جي اڳيان پيش ٿيڻو آهي. پاڻ ڪريمن پنهنجو مثال ڏيندي فرمايو، ته مان هڪ مسافر آهيان، ۽ ٿوري وقت لاءِ هڪ وڻ جي هيٺان آرام لاءِ ويٺو آهيان. ان کان پوءِ وري مون کي سفر ڪرڻو آهي. ٻي هنڌ هيءَ ترغيب ڏني اٿن، ته ”ڪڏهن ڪڏهن قبرستان مان ٿي ايندا ڪريو.“ هيءَ هدايت به موت کي ياد

رکڻ لاءِ ڏني وئي آهي. مطلب تہ مسلمانن کي اها هدايت ڪئي وئي آهي، تہ هو هر وقت موت لاءِ تيار رهن، ۽ توبه ڪندا رهن. قرآن شريف ۽ حديث پاڪ جي انهن حڪمن جي حضرت شاهہ صاحب هيئن تشريح ڪئي آهي:

ڪڏهن ٻاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهہ مقام ۾،
واريءَ سندا ڪوٽ، اڏيون اڏيندين ڪيترا.

---

اونهي ۾ اوهري، جڏهن ويا جي،
موٽي ماڳ نہ آئيا، ماءُ! ساموندي سي،
ڪارو ٿنين ڪي، جيڪس وه وري ويو.

---

جا پيون پيرين مون، سان پيون مٿي سڄڻين،
ڏگ لٿيا ڏوڙ ۾، اکين ڏٺا سون،
ڏينهن مڙيئي ڏون، اُنٿي لوچ لطيف چئي.

**موت جو تصور:** شاهہ صاحب جي نظر ۾ زندگي فقط هيءَ نہ آهي، جنهن کي موت ختم ڪري ٿو — پر موت کان پوءِ هڪ نئين زندگي شروع ٿئي ٿو.



# صوفيانہ فڪر ـــ وحدت الوجود

شاه صاحب جي شعر جو تاني ـ پيٽو تصوف آهي. شاه صاحب تصوف جي روشني ۾ انسانيت، محبت ۽ عشق الاهي جو پيغام ڏنو آهي، ۽ نبي ڪريم ﷺ سان محبت ڪرڻ ۽ سندس پيروي ڪرڻ جو درس ڏنو آهي. تصوف، دل جي پاڪيزگي، احسان، اخلاق ۽ عشق اِلاهي ۾ گم ٿيڻ جو نالو آهي. شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت، تصوف جون سلسليوار منزلون آهن. شريعت تي دل جي حضور سان عمل ڪرڻ کان پوءِ ئي سالڪ طريقت جي منزل تي قدم رکي ٿو. انهيءَ ڪري تصوف نہ شريعت کان جدا آهي، ۽ نہ متصادم آهي. نہ فقط ايترو، پر اسلامي تصوف جو سرچشمو ۽ ماخذ، اسلامي تعليم ئي آهي.

اسلامي تصوف جي تاريخ ”اصحاب صفہ“ کان شروع ڪئي ويجي ٿي، جيڪي مسجد نبوي جي صفہ ۾ رهندا هئا، ۽ فقر جي زندگي گذاريندا هئا. هنن پنهنجو گهر ٻار ڇڏي، الله تعاليٰ جي راهہ ۾ پنهنجي زندگي وقف ڪئي هئي. هو ڏينهن رات الله تعاليٰ جي عبادت ۾ گذاريندا هئا ۽ پاڻ سڳورن جي پناهہ ۾ رهندا هئا. البت لفظ ”صوفي“ يا ”تصوف“ جو استعمال ڪجهہ پوءِ ٿيو. ان کان اڳ ۾ اسلامي تعليم ۾ ”احسان“ لفظ ملي ٿو، جنهن کي ”تصوف“ جي هم معنيٰ سمجهيو وڃي ٿو. چيو وڃي ٿو، تہ سڀ کان پهريائين شيخ ابوالهاشم کي ”صوفي“ لقب سان سڏيو ويو، جنهن سنہ ١١٦١هہ (٧٧ـ١٧٧٨ع) ۾ وفات ڪئي. شيخ عين القضاه همداني پنهنجي ڪتاب ”تمهيدات“ ۾ لکيو آهي، تہ سڀ کان پهريائين بغداد جي بزرگ ”عبدڪ الصوفي“ کي ”صوفي“ لقب سان سڏيو ويو. مطلب تہ تصوف جي معرفت ۽ طريقت

جي ابتدا ٻي صدي هجريءَ ۾ ٿي.

ذڪر ۽ فڪر، فنا ۽ بقا، فقر ۽ گوشه نشيني، تصوف جا بنيادي جزا آهن. ذڪر ۽ فڪر جو مطلب آهي: تعلق باالله. هن جو مطلب آهي، ته انسان فقط مادي جانور نه هجي، پر سندس زندگي جو مول مقصد الله تعاليٰ جو عشق ۽ ذڪر هجي. صوفي سمجهائين ٿا، ته الله تعاليٰ جي ذڪر کان سواءِ وار به واندو نه ويهجي. يعني هڪ دم به الله تعاليٰ جي ذڪر کان سواءِ خالي نه وڃي. انهيءَ ڪري چوندا آهن، ”جو دم غافل، سو دم ڪافر،“ هو ان ڳالهه تي به زور ڏين ٿا، ته ذڪر جي حقيقت، ذات مطلق جي حقيقت کي سمجهڻ کان سواءِ ذڪر بي معنيٰ آهي. ان کي هو ”فڪر“ سڏين ٿا. جيستائين توحيد جي پوري پروڙ نه آهي، تيستائين ذڪر جا لفظ اُچارڻ اجايا آهن. اهوئي سبب آهي، جو هو ذڪر ۽ فڪر کي لازم ۽ ملزوم سمجهن ٿا. شاهه لطيف پنهنجي شعر ۾ تصوف جا مختلف مسئلا نهايت چٽيءَ طرح سمجهايا آهن، ۽ ٻڌايو آهي، ته اها زندگي سچائي ۽ سڦلي آهي، جيڪا ذڪر ۽ فڪر ۾ گذري ٿي. پنهنجي روحاني ڪيفيت بيان ڪندي چوي ٿو:

رڳون ٿيون رباب، وڄن ويل سڀ ڪنهين،
لڄڻ ڪڇڻ نه ٿيو، جانب ري جباب،
سوئي سڏيندم سپرين، ڪيس جنهن ڪباب،
سوئي عين عذاب، سوئي راحت روح جي.

حضرت جنيد بغدادي، ”فنا“ جا ٽي قسم ۽ درجا مقرر ڪيا آهن: پهريون قسم هي آهي، ته طالب پنهنجي صفات، اخلاق ۽ مزاج جي قيد کان آزاد ٿي وڃي. ٻي قسم جي فنا هي آهي، ته طالب پنهنجي نفس جي لذت کان بلڪل دست بردار ٿي وڃي. فنا جو ٽيون قسم هي آهي، ته طالب تي رباني تجليات جو ايڏو غلبو ٿي وڃي، جو سندس موجود وجود جي حقيقت سندس اکين کان اوجهل ٿي وڃي. شاهه پنهنجي شعر ۾ ڪيترن ئي جاين تي انهيءَ حقيقت جي وضاحت ڪئي. هڪ هنڌ

فرمائي ٿو:

وحده جي وڏيا، الاالله اڏ ڪئا،
محمد رسول الله چئي مسلمان ٿيا.
عاشق عبداللطيف چئي، انهيءَ پهه پيا،
تيلانه ڏٺي ڏٺا، جيلانه وٺا وحدت گڏجي.

صوفيانه تعليم کي محي الدين ابن عربي، فلسفيانه رنگ ڏئي وحد الوجود جو فڪر پيش ڪيو. هن پنهنجي ڪتابن: فصوص الحڪم ۽ فتوحات المڪيه ۾ هن فڪر کي وضاحت سان دليلن ذريعي بيان ڪيو آهي. هو چوي ٿو، ته وجود مطلق هڪ آهي. فقط اهو ئي موجود آهي. هر ٻي شيءِ فقط ان جو مظهر آهي. انهيءَ ڪري عالم ۽ الله هڪ ٻي جو عين آهن. هو عالم ۽ الله کي، ذات ۽ صفات کي عينيت جي بنا تي تصور ڪري ٿو. يعني عالم، ان جي صفات جي محض تجلي آهي. هو چوي ٿو، ته عالم جي حيثيت نالي ماتر آهي. اهو غير حقيقي، وهمي ۽ اهڙو وجود آهي، جيڪو خارج ۾ معدوم آهي. انهيءَ لحاظ کان صوفي چوندا آهن: "همه اوست." يعني سڀ ڪجهه اهو آهي.

ٻين به ڪيترن ئي صوفين دليلن ۽ مثالن ذريعي وجودي فڪر کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اڳتي هلي ڪن صوفين، وحدت الوجود کي اهڙي نموني بيان ڪيو، جو ماڻهن جي گمراه ٿيڻ جو انديشو ٿي پيو. انهيءَ ڪري حضرت مجدد الف ثاني وحدالوجود جي مقابلي ۾ "وحدت الشهود" جو نظريو پيش ڪيو، جنهن جو بنيادي نڪتو آهي: همه از اوست. يعني سڀ ڪجهه انهيءَ کان آهي.

شاه صاحب به وجودي صوفي هو. هن وجودي تصوف کي مائيٽي انداز سان ۽ واضح دليلن ۽ ثبوتن سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هو نه جذباتي ٿئي ٿو، ۽ نه حدون ئي اورانگهي ٿو، پر تمثيلن ۽ تشبيهن ذريعي اهو نظريو ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪري ٿو. تمثيلون ۽ تشبيهون به روزمره جي واقعن، فطرت جي نظارن،

ڪائنات جي حقائق ۽ اشياءَ جي ماهيت ۽ ڪيفيت مان اخذ ڪري پيش ڪري ٿو. انهيءَ ڪري اونها مسئلا بہ سولائيءَ سان سمجهہ ۾ اچي وڃن ٿا.

وجودي تصوف موجب ذات مطلق صرف هڪ آهي. ڪائنات ۾ ڪنهن بہ شيءِ کي حقيقي وجود ڪونهي. هر ڪنهن شيءِ انهيءَ وجود حقيقيءَ مان وجود ورتو آهي؛ انهيءَ ڪري هيءَ ڪثرت انهيءَ وحدت جو پرتوو يا اولڙو آهي. شاه صاحب انهيءَ مسئلي کي سمجهائڻ لاءِ پڙاڏي جو مثال ڏئي ٿو. هوچوي ٿو:آواز ۽ ان جو پڙاڏو ظاهري طرح بہ آواز معلوم ٿين ٿا، پر جيڪڏهن حقيقت تي ويچار ڪبو تہ معلوم ٿيندو، تہ پڙاڏي آواز مان ئي وجود وٺي، جداگانہ صورت اختيار ڪئي آهي. هو سمجهائي ٿو، تہ پڙاڏو ۽ سڏ اصل ۾ هڪ ئي شيءِ آهن، پر ظاهري طرح ٻڌڻ ۾ بہ معلوم ٿين ٿا:

جو پڙاڏو سو سڏ، وَرُ وائيءَ جو جي لهين،
هٿا اڳهين گڏ، پر ٻڌڻ ۾ ٻہ ٿيا.

مٿين بيت تي ويچار ڪرڻ سان معلوم ٿيندو، تہ شاه صاحب فقط هڪ حقيقت کولي بيان ڪئي آهي، جنهن کان ڪوبہ انڪار ڪري نہ ٿو سگهي. ان مثال آڻڻ مان سندس مطلب اهوئي آهي، تہ جهڙيءَ طرح اها ڳالهہ بلڪل حقيقت آهي، تهڙيءَ طرح "وحدت الوجود" جو نظريو بہ حقيقت آهي. هو ان مسئلي کي هڪ واعظ وانگر ڪونہ ٿو سمجهائي، پر ان مسئلي ڏانهن اشارو ڪري، پڙاڏي ۽ سڏ جو مثال پيش ڪري، غور ۽ فڪر جي دعوت ڏئي ٿو. انهي نقطہ نگاهہ کان هو وحدت ۽ ڪثرت کي هڪ ڪري سمجهائي ٿو:

ڪثرت تان وحدت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي مَ ٻُل،
هو هلاچو هل؛ بالله سندو سڄڻين.

ايڪ قصر در لک، ڪوڙين ڪٽس ڳڙڪيون،
جيڏاهه ڪريان پرک، تيڏاهه صاحب سامهون.

ابن عربي چوي ٿو، تہ وجود مطلق هڪ آهي. ڪائنات جي ڪثرت فقط ان جا مظهر آهن. انهيءَ ڪري چوي ٿو، تہ عالم، ان جي صفات جي محض تجلي آهي. بيان العارفين ۾ شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري جو قول آهي:

بي صورت منج صورت، ڪئو ظهورا،
منج صورت بي صورت ڪي، ڪرڻ نظر نگاهہ،
جيهين تہ هيءَ صورت، هڏهين هيءَ نہ آهہ،
پر آهي بي صورت جا، آهہ هوئڻ تِهين لاءِ،
بي صورت کي صورت ڏارا لهجي نہ مورا.

شاهہ لطيف ذات جي ساڄاهہ ڏيڻ لاءِ درياءَ جي تمثيل آندي آهي. هو سمجهائي ٿو، تہ جهڙيءَ طرح درياءَ ۾ ڪي ئي لهريون ايرنديون ۽ اسرنديون آهن، پر اصل ۾ پاڻي جي پسڻ جي حقيقت هڪ هوندي آهي؛ اهڙيءَ طرح هي رنگينيون ۽ رعنائيون بہ انهيءَ ذات جو مظهر آهن. انهيءَ ڪري جڏهن ويچا وساري ڇڏبا، تڏهن ئي حقيقت هٿ ايندي. فرمائي ٿو:

لهرن لک لباس، پاڻيءَ پسڻ هيڪڙو،
اونهي تهہ عميق جي، واري ڇڏ وماس،
جت ناهہ نهايت نيهہ جي، ڪوءِ ات پهچي ڪاس،
تڙن جي تلاس، لاهہ تہ لالن لڳ ٿيين.

ابن عربي چوي ٿو، تہ عالم جي حيثيت نالي ماتر آهي. اهو غير حقيقي، وهمي ۽ اهڙو وجود آهي، جو خارج ۾ معدوم آهي. موجود صرف خدا آهي. عالم يا ڪثرت جو وجود فقط تجليات وحدت جي حيثيت سان آهي، يا ان جي تعينات جي حيثيت سان آهي، بذات خود عالم جو ڪو وجود ڪونهي. انهيءَ نقطہ نگاهہ کان شاه صاحب چوي

ٿو، تہ ڪائنات جي هر شيءِ وڏي واڪي انهيءَ حقيقت جي تصديق ڪري ٿي، تہ هر هنڌ فقط انهيءَ ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري آهي:

جر ٿر تک تنوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
سيئي شيءِ ٿيا، سوري سزاوار،
همہ منصور هزار، ڪهڙو چاڙهيو چاڙهئين.

---

سيت پچار پرين جي، سيت هوت حضور،
ملڪ مڙوئي منصور، ڪهي ڪهندين ڪيترا.

ٻي هنڌ فرمائي ٿو، تہ هرهنڌ انهيءَ ئي ذات جو جلوو ڪارفرما آهي، ۽ چوڏاري اهو ئي پڙلاءُ پيو اچي. فرمائي ٿو:

چوڏاري چڙا؛ ٻرن ٻيلاين جا،
ستي سنيارن جو پيم ڪن پڙاءُ؛
وهڻ مون نہ وڙاءُ، سٽيو جهانءِ جهجي هنيون.

شاہ صاحب جو خيال آهي، تہ هن جهان پيدا ڪرڻ مان الله تعاليٰ جو مقصد هي آهي، تہ هو پنهنجو پاڻ کي سڃاڻائي. انهيءَ مقصد لاءِ هڪ سڃاڻندڙ ضروري آهي. الله تعاليٰ جي علم ۾ انهيءَ سڃاڻيندڙ جو جيڪو نقشو آهي، اهو انسان آهي؛ اهوئي سبب آهي، جو انسان کي الله تعاليٰ پنهنجي لاءِ پيدا ڪيو. تہ جيئن هو کيس سڃاڻي، ۽ سندس صفتن کي ۽ اسمن کي ڄاڻي. اهڙيءَ طرح شاہ صاحب خود شناسيءَ مان خدا شناسيءَ جو ڏس ڏنو آهي. شاہ ڪريم چيو آهي:

پاڻ ئي سلطان، پاڻ ئي ڏئي سنهيڙا،
پاڻ ڪر پاڻ لهي، پاڻ سڃاڻي پاڻ،

شاہ لطيف چيو آهي:

”سو هي، سو هو، سو اجل، سو الله“

ٻي هنڌ چيو اٿس:

چوءِ تون الله هيڪڙو، ٻي وائي وساري ڇڏ،
او تان توسين گڏ، سڄڻ ساھ پساھ ۾.

شاه صاحب جي نظر ۾ حقيقي وجود فقط هڪ آهي، ۽ اهو الله تعاليٰ جو وجود آهي. صوفي بزرگن ان حقيقت کي لا موجود الاالله چئي واضح ڪيو آهي. "وحدت الوجود" جو فڪر به انهيءَ ئي حقيقت جي وضاحت ڪري ٿو. ٻي هنڌ شاه صاحب وجودي فڪر کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

پاڻهين جل جلاله، پاڻهين جان جمال،
پاڻهين صورت پرينءَ جي، پاڻهين حسن ڪمال،
پاڻهين پير مريد ٿئي، پاڻهين پاڻ خيال،
سڀ سڃوئي حال، منجهان ئي معلوم ٿئي.

يعني جڏهن غير الله جي وجود کي وساربو، تڏهن الله لاشريڪ جي ياد ۾ پاڻ کي فنا ڪري، فنا في الله جو درجو ماڻبو. ان کان پوءِ ئي انهيءَ جانب جي جمال ۽ حسن ڪمال جي پروڙ پوندي، ۽ ان جي ذات مطلق کان سواءِ ٻيو ڪجھ به ڏسڻ ۾ نه ايندو. ٻي هنڌ چوي ٿو:

سو هي سو هو، سو اجل سو الله،
سو پرين سو پساھ، سو ويري سو واهرو.

يعني جڏهن طالب غير الله کي ترڪ ڪري فنا في الله جي درجي کي رسي ٿو، تڏهن کيس الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ٻيو ڪجھ به نظر نه ٿو اچي. جڏهن سواءِ الله تعاليٰ جي ٻيو ڪجھ ڪونه ٿو ڏسي، تڏهن "اجل" کي به الله جو امر سمجهي، چوي ٿو، ته سڀ اهو آهي. اهوئي محبوب آهي، اهوئي پساھ آهي، مارڻ وارو به اهو آهي، جيئارڻ وارو به اهو آهي.

وجودي فڪر کي جنهن نموني صوفين سمجهايو آهي، ان کي هن طرح بيان ڪري سگهجي ٿو:

١- وجود حقيقي هڪ آهي، يعني فقط خدا ئي وجود آهي، ۽ ٻيو

ڪجهه به نه آهي. هر شيءِ انهيءَ مان آهي، ۽ انهيءَ ۾ آهي، جيئن سمنڊ ۾ لهرون ۽ موجون، جن جو وجود حقيقي ناهي، پر اضافي آهي. حقيقت ۾ انهن جو فقط نمود آهي، جيڪو تعين جي ڪري آهي. تعين جو مٽجڻ، موجن ۽ لهرن جو فنا آهي. تعينات يعني موجون ۽ لهرون منجنديون رهنديون آهن، پر سمنڊ باقي رهندو آهي.

٢ـ وجود حقيقي ٺي ذات آهي، ڇاڪاڻ جو جيڪڏهن اهي ٻئي جدا جدا حقيقتون هجن، ته توحيد انهيءَ مرحلي تي ئي ختم ٿي ويجي.

٣ـ وجود حقيقي هميشه کان آهي، ۽ هميشه رهندو.

٤ ـ هو واجب الوجود آهي. يعني پنهنجي هئڻ ۾ ڪنهن جو محتاج نه آهي، جو پنهنجي ذات ۾ پاڻ قائم آهي، ۽ اهڙيءَ طرح هميشه رهندو.

٥ـ هو واحد ۽ لا محدود آهي. جيڪڏهن ان واڱر ٻيو وجود تسليم ڪيو ويندو، ته وجود حقيقي نه واحد رهندو، نه لامحدود.

٦ـ ان جون ٻه شاخون خاص آهن: تنزيهه ۽ تشبيهه. يعني اهوئي عالم تنزيهه ۾ موجود آهي، ۽ اهوئي عالم تشبيهه ۾ به جلوه گر آهي.

٧ـ هو حلول ۽ اتحاد کان پاڪ آهي، ڇاڪاڻ جو ان لاءِ به ٻن وجودن جو تسليم ڪرڻ ضروري ٿيندو.

٨ ـ هو بي مثل آهي، ڇاڪاڻ جو مثل بنجڻ لاءِ به ٻئي وجود کي ميڃڻو پوندو.

٩ ـ ان جو ضد ڪونهي، ڇاڪاڻ جو ضد لاءِ به ٻئي وجود جو اقرار ڪرڻو پوندو.

١٠ ـ هو بي جهت آهي، ڇاڪاڻ جو جهت ۽ پاسي مان به ٻه وجود پيدا ٿين ٿا.

١١ ـ عالم جي ڪثرت ان جي احديت يا وحدت جي منافي نه آهي، بلڪ ڪثرت، وحدت مان ئي وجود ورتو آهي. انهيءَ ڪثرت ۽ وحدت ۾ ويڇو ڪبو ته ٻن وجودن کي تسليم ڪرڻو پوندو. انهيءَ ڪري وحدت ۽ ڪثرت هڪ ڪري ڄاڻجي.

حضرت شاه صاحب اهو فڪر هنڌين ماڳين نهايت وضاحت سان ۽ مٺي انداز ۾ سمجهايو آهي.

# خود شناسي شاهه جي نظر ۾

قديم زماني کان انسان پنهنجي ذات ۽ ڪائنات جي رنگارنگيءَ تي سوچيندو رهيو آهي. پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ۽ پنهنجي اندر جي اونهاين تي سوچ ۽ ويچار ڪرڻ، صوفين ۽ فيلسوفن جو مکيه مضمون رهيو آهي. امام غزاليءَ جي ڪتاب ڪيميائي سعادت جي شروعات ئي هنن لفظن سان ٿئي ٿي، ته انسان کي انهيءَ ڳالهه تي غور ۽ فڪر ڪرڻ گهرجي، ته هو ڇا آهي، ۽ هن ڪائنات ۾ هن جو ڪارج ڪهڙو آهي؟ اهڙيءَ طرح سڀني صوفي بزرگن پنهنجي پيغام ۾ اها دعوت ڏني آهي، ته انسان پنهنجو پاڻ سڃاڻي، ۽ پنهنجي خصوصيتن ۽ مقصدن جي اصل حقيقت معلوم ڪري. هن جو چوڻ آهي، ته خود شناسيءَ کان پوءِ ئي انسان خدا شناسيءَ جي منزل تي پهچي سگهندو.

قديم ۽ جديد فلاسافرن به خودشناسي ۽ خود آگهيءَ تي زور ڏنو آهي: ڊيڪارٽ (۱۷۱۶ع — ۱۶۴۶ع) چوي ٿو: ”جيئن ته مان غور و فڪر ڪريان ٿو، انهيءَ ڪري مان آهيان.“ لاڪ (۱۷۰۴ع — ۱۶۳۲ع)، ڪانٽ (۱۸۰۴ع — ۱۷۲۴ع) ۽ گوئٽي (۱۸۱۴ع — ۱۷۶۲ع) وغيره به خود آگهيءَ جو مسئلو بيان ڪيو آهي. ڪانٽ چوي ٿو، ته خود آگهي سمورن علمن جو مرڪز آهي. قديم يوناني فلاسافرن سقراط (۳۲۲ ق. م — ۳۸۴ ق. م)، افلاطون (۳۴۷ ق. م — ۴۲۷ ق .م) ۽ ارسطو (۳۲۲ ق . م — ۳۸۴ ق.م) وغيره به انهيءَ حقيقت تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مسلمان فلاسافرن: يعقوب، ابن رشد ۽ الڪندي وغيره به انهيءَ ڳالهه کي ڪنهن

نہ ڪنهن صورت ۾ لکيو آهي. مسلمان صوفي بزرگن، انهيءَ مسئلي کي قرآني تعليمات جي روشني ۾ سمجهايو آهي، ۽ اهو معاملو بيان ڪندي، قرآن شريف جون آيتون، حديثون ۽ بزرگن جا قول شاهديءَ طور آندا آهن. قرآن حڪيم ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

ولقد خلقنا الانسان ونعلم ماتوسوس به نفسه
ونحن اقرب اليه من حبل الوريد (ق ــ ١٦)

(۽ بيشڪ ماڻهو کي پيدا ڪيوسين ۽ سندس نفس ڪيس جيڪو وسوسو وجهندو آهي، سو ڄاڻندا آهيون، ۽ اسين ڏانهس (سندس) ساهہ جي رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون.)

صوفي بزرگن هن سلسلي ۾ خاص طرح سان هن آيت جو پويون حصو گهڻو آندو آهي: ۽ اها آيت شاهديءَ طور آڻي، اسان جو ڌيان ڇڪايو آهي. حضرت شاهہ صاحب فرمايو آهي:

"ونحن اقرب اليه من حبل الوريد، تنهنجو تو هي ساڻ."

الله تعاليٰ جي انهيءَ عظيم احسان جي باوجود انسان غافل ٿي وڃي ٿو ۽ پنهنجي ذات ۽ صفات جو اهو عرفان حاصل نہ ٿو ڪري، جنهن جي ذريعي الله تعاليٰ جا اهي اسرار ۽ رموز مٿس آشڪار ٿين، جيڪي سندس اندر موجود آهن. هن جو چوڻ آهي، تہ انسان جي اندر ۾ انهيءَ ذات باري تعاليٰ جو مسڪن آهي. اهوئي سبب آهي، جو پنهنجي ذات جي سڃاڻ سان هو عرفان الاهي حاصل ڪري سگهي ٿو. امام غزالي پنهنجي ڪتاب ڪيميائي سعادت جي شروع ۾ لکيو آهي:

واضح هجي، تہ پنهنجي نفس جي معرفت الله تعاليٰ جي معرفت جي ڪنجي آهي. انهيءَ ڪري چيو ويو آهي: "من عرّف نفسه فقد عرّف ربه" يعني جنهن پنهنجي نفس کي يقيني طرح سڃاتو، ان پنهنجي پالڻهار کي سڃاتو. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ فرمايو آهي: سنريهم آياتنا في الآفاق وفي انفسهم حتيٰ يتبين لهم انه الحق (حم ــ ٥٣)

(يعني اسان پنهنجون نشانيون جهان ۾ ۽ خود انهن جي نفسن ۾

انهن کي ڏيکاريو ٿا، تہ جيئن حق جي حقيقت مٿن روشن ٿئي. مطلب تہ تنهنجي لاءِ توکان وڌيڪ ڪابہ شيءِ ويجهي نہ آهي. جيڪڏهن تون پنهنجو پاڻ کي نہ سڃاڻندين، تہ ٻي کي ڪيئن سڃاڻي سگهندين."

قرآن شريف ۾ هڪ ٻيءِ جاءِ تي الله تعاليٰ فرمايو آهي:

وفي الارض آيات للموقنين● وفي انفسكم افلا تبصرون

(الذاريات ــ ٢١)

(۽ يقين ڪندڙن لاءِ زمين ۾ نشانيون آهن ۽ اوهان جي جندن ۾ بہ، پوءِ نہ ٿا ڏسو ڇا؟)

پوئين آيت ڏانهن صوفياء ڪرام گهڻي قدر اشارو ڪيو آهي، ۽ اها آيت شاهديءَ طور آڻي، ٻڌايو آهي، تہ اسان جي اندر ۾ ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري آهي. سنڌ جي صوفي بزرگن بہ انهيءَ ڳالهہ تي تمام گهڻو زور ڏنو آهي، ۽ پنهنجي حقيقت تي ويچارڻ ۽ ويجهائڻ تي اصرار ڪيو آهي. حضرت سچل سرمست فرمايو آهي:

"وفي انفسكم افلا تبصرون ــ ويجهو ڪيم وسار"

---

"وفي انفسكم افلا تبصرون، ڪاڪيون ڪجي هيءَ ڪن."

حقيقت اها آهي، تہ جديد دنيا جي دانشورن ۽ فلسفين انسان ۾ شڪن شبهن جو هڪ غير متناهي سلسلو پيدا ڪري ڇڏيو آهي، ڇاڪاڻ جو جيڪي نظريا نروار ڪيا ويا آهن، انهن جو پاڻ ۾ ئي تضاد آهي. انهيءَ ڪري هرڪو نظريو انسان کي صحيح معنيٰ ۾ انسان بنائڻ ۾ ناڪام ويو آهي. يعني ان کي ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي، تہ انسان پنهنجو پاڻ سڃاڻي نہ سگهيا آهن.

شاهہ لطيف جي فڪر جو بنياد ئي آهي: "پاڻ سڃاڻڻ" تي. انسان جي سڌاري ۽ واڌاري جو صحيح حل بہ اسان کي تڏهن ئي معلوم ٿيندو، جڏهن اسان هر لحاظ کان ۽ هر پهلو کان پنهنجو پاڻ سڃاڻي وينداسون. شاهہ صاحب انهيءَ عالمگير ۽ اهم اصول جي اهميت هن طرح

ٻڌائي آهي:

”ڀھرين سڃاڻج پاڻ، پڇج پوءِ پريتڻو.“

يعني سڀ کان ڀھريائين اسان کي اھو معلوم ڪرڻ گھرجي، تہ اسان ڪير آهيون، ڪٿان آيا آهيون، اسان جو اصل ڇا آهي، اسان جي اچڻ جو مقصد ڇا آهي، ۽ اسان جي فطرت ۽ ماهيت، مزاج ۽ طبيعت ڪھڙي آهي؟ شاہ صاحب انھيءَ تي سوچيو ۽ ويچاريو آهي، ۽ حقيقتون معلوم ڪيون آهن:

جو مون پڙهيو پاڻ لئہ، سبق سابق جو،
ڀھرين سڃاتم پانھنجي، نفس جو نھو،
جت عرفان اصل ۾، تي روحن روز ڪيو،
وري ورق پيو، گڏيم وڃ وصال جو.

يعني پنھنجي پاڻ سڃاڻڻ کان پوءِ ئي سمجھہ ۽ معرفت حاصل ٿئي ٿي. اهو انساني راز، ڪو گھڻو مشڪل ڪونھي، پر ان کي اهي سمجھي نہ سگھندا، جن کي صحيح رستو هٿ ئي نہ آيو آهي. شاہ صاحب فرمائي ٿو:

نڪو ڏيگھہ نہ ويل، نڪو منھن مھاڙ ڪا،
آهہ اهو ئي کيل، ڪور پروڙي ڪينڪي.

جيئن تہ انھن کي صحيح رستو هٿ نہ آيو آهي، تنھنڪري جيئن جيئن هو هٿ پير هڻن ٿا، تيئن تيئن وڃن ٿا اوجھڙ پوندا:

سانداري سمونڊ جي، نھوڙي نيا،
وڃي تت پيا، جت نهايت ناهہ ڪا.

شاہ صاحب اهڙن عالمن ۽ مفڪرن کي انھن انڌن سان تشبيهہ ڏني آهي، جن هاٿي کي هٿ لائي ان جو ڪو حصو معلوم ڪري، هاٿيءَ جي شڪل ۽ صورت جو پٽي اندازو لڳايو:

مٿي هاٿيءَ مامرو، اچي ڪيو انڌن،
مناڙين هٿن سين، اکين ڪين ڏسن،

في الحقيقت فيل کي سچا سڃاڻن،
سندي سردارن، بصيرت بينا ڪري

حقيقت ۾ جن کي صحيح رستو مليو وڃي ٿو، انهن لاءِ اها ڳالهه سمجهڻ ڏکي آهي ئي ڪانه:

پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،
ته نڪو ڏونگر ڏيهه ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهو ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.

اهي حقيقتون پرجهڻ ۽ پروڙڻ ڪان پوءِ شاهه صاحب اسان کي به اهائي صلاح ڏئي ٿو:

وڃين چو وٽڪار، هت نه ڳولهيين هوت کي،
لڪو ڪين لطيف چئي، ٻاروچو ٻي پار:
نائين نيڻ نهار: تو ۾ ديرو دوست جو.

شاهه صاحب پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ۽ ڪائنات جي ڪتاب جي مطالعي ڪان پوءِ قرآن حڪيم جي ٻڌايل حقيقت ”ڪنفس واحدة“ جو عملي تفسير معلوم ڪيو. ان ڪان پوءِ هن پنهنجي پيغام جو بنياد انهيءَ اصول تي رکيو. هن اسان کي سمجهايو، ته ڇو انڌا ٿيا آهيو، جو پاڻ ۾ پيا وڙهو؟ اوهان ته پاڻ ۾ آهيو ئي هڪ: جدائگي ته اوهان ۾ آهي ئي ڪانه. اها اوهان جي جهالت آهي، جو هڪ ٻئي کي جدا سمجهي، پنهنجو پاڻ کي پيا نقصان رسايو. فرمائي ٿو:

”پائي ڪانه ڪمان ۾، ميان مار مَ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.“

يعني انفراديت جو تصور ئي عذاب آهي. انهيءَ انفراديت جي سور ئي انسانيت کي ٻاڳا ٻاڳا ڪري ڇڏيو آهي. بغض، ڪينو، حسد، ساڙ، دشمني انهيءَ انفراديت جي تصور جي ئي پيداوار آهن. انهيءَ ڪري معاشري ۾ انتشار آهي، ملڪ ۾ فساد آهي، ۽ هڪ ملڪ ٻي ملڪ جو ۽ هڪ قوم ٻي قوم جي جاني دشمن بڻجي ويئي آهي. شاهه صاحب

انهيءَ حقيقت ڏانهن اشارو ڪري فرمايو آهي، ته دراصل سموري انسان ذات هڪ وجود مثل آهي، پر ان ڪي انفراديت جي تصور ياڳا ياڳا ڪري ڇڏيو آهي:

گهڙي گهڙو هٿ ڪري، الاهي توهار،
چوڙا ٻيڙا چڪ ۾، لڙ ۾ لڙيس وار،
لکين ڇهتيس لوهٽيون، ٽيلهيون ٽرنئون ڏار،
مڙيا مڄ هزار، ياڳا ٽيندي سوهٽي.

شاه صاحب چوي ٿو، ته انسانيت جي ڏک درد جو علاج انهيءَ ۾ آهي، ته اسان ڪي هيڪڙائيءَ جو قائل ٿيڻ گهرجي؛ ۽ ائين محسوس ڪجي، ته اسان پاڻ ۾ ائين مليل آهيون، جو پاڻ ۾ ڪو سنڌو سيٺهوئي ڪونهي. شاه صاحب مختلف طريقين سان ۽ جدا جدا تشبيهن سان اها ڳالهه واضح ڪئي آهي. هيٺين بيت ۾ الف ۽ لام جي ميلاپ سان اها ڳالهه سمجهائي اٿس:

ڪاتب لکيو جيئن، لايو لام الف سين،
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

ٻي هنڌ وري زنجير جي ڪڙين جو مثال ڏئي ٿو:

ڪڙو منجهه ڪڙي، جيئن لوهار لپيٽيو،
منهنجو جيءُ جڙي؛ سپيريان سوگهو ڪيو.

هڪ ٻي هنڌ ڪنڌين مينهن جي سڱن جي وچڙڻ جو مثال ڏنو اٿس. انهيءَ قسم جي مينهن جا سڱَ جيڪي ور وڪڙ هوندا آهن. ٻن اهڙين مينهن جا سڱَ جڏهن پاڻ ۾ اٽڪي پوندا آهن، ته ڪيتري ڪوشش جي باوجود به جدا ٿي نه سگهندا آهن:

ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين،
ڪي چڙهن نه چت تي، ڪي وسرن نه مور،
جيئن مينهن ڪنڌين پور، تيئن دوست وراڪو دل سين

# شاهہ جي نظر ۾ زندگيءَ جو تصور

زندگي ۽ موت، جزا ۽ سزا جا مسئلا انساني سوچ ۾ ابتدا کان وٺي وڏي اهميت رکن ٿا. انسان انهن معاملن ۽ مسئلن بابت هزارين سالن کان سوچيندو ۽ مختلف نظريا قائم ڪندو آيو آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ بہ ان بابت سوچيو ويچاريو. ان کي پنهنجي شعر ۾ سلجهائي سمجهايو آهي. شاه صاحب جي نظر ۾ زندگي تحرڪ جو نالو آهي، ۽ تحرڪ ئي روحاني توڙي مادي ترقيءَ جو ذريعو آهي. هو ٻڌائي ٿو، تہ زندگيءَ جو سفر، سامونڊي سفر جيان اجهاڳ آهي. انهيءَ ڪري زندگيءَ جي اعليٰ مقصد ۾ اهي ئي ڪامياب ٿين ٿا. جيڪي سدائين سفر ۾ رهن ٿا. سر سامونڊيءَ ۾ شاه صاحب فرمايو آهي:

اڄ پڻ وايون ڪن، وڻجارا وڃڻ جيون،
اٿئي پهر اتن، سعيو ڪنهن سفر جو.

قرآن حڪيم ۾ آيو آهي:

لتركبُن طبقا عن طبق (انشقاق-١٩)

(توکي درجي بدرجي چڙهڻو آهي)

يعني قرآن شريف جي ان آيت جي روشنيءَ ۾ شاه صاحب جو نظريو هي آهي، تہ موت، انساني روح کي نابود نہ ٿو ڪري: پر زندگيءَ جو قافلو پنهنجي منزل ڏانهن روان دوان آهي. شاه صاحب هڪ ٻي بيت ۾ انهيءَ نظريي کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

جتي عرش نہ أپ کو، زمين ناهہ ذرو،
نکو چاڙهو چنڊ جو، نکو سج سرو،

اُتي آديسين جو، لڳو ڏگ ڏرو،
پري پيو پرو، ناٿ ڏٺائون نانهه ۾،

البت ايترو آهي، ته زندگيءَ جو سفر اجهاڳ ۽ اڻانگو آهي، ۽ ان جي رستي ۾ ڪيترائي ڪَنَ ۽ ڪڙڪا آهن ۽ ٻيا ڪيترائي خوف ۽ خطرا آهن. انهيءَ ڪري زندگي ٻاهرن، ڪندن تان هلڻ جو نالو آهي. انهيءَ ڪري شاه صاحب ذهن نشين ڪرائي ٿو، ته زندگيءَ جو اعليٰ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ مشڪلاتن ۽ مصيبتن جي پرواهه نه ڪرڻ گهرجي. فرمائي ٿو:

ڪنڊا مون پيرن ۾، توڙي لک لڳن،
آگرَ آگوني نه مڙي، چپون پيرن چڻن،
ويندي ڏانهه پرين، جتي جات نه پائيان.

هو سمجهائي ٿو ته اهو ڏک ڏاڪڙن وارو پنڌ طيءِ ڪرڻ لاءِ عقل، هوش ۽ علم ڪم ڪونه ايندو، پر پاڻ آڏو اچي اٽڪاءِ پيدا ڪندو. انهيءَ ڪري شاه صاحب انهيءَ پر خطر واديءَ کي دهشت واري درياءَ سان ڀيٽي ٿو:

دهشت دم درياءَ ۾، جت سٽاٽا سيسار،
بيحد باگو بحر ۾، هيبتناڪ هزار،
ساريان ڪونه سرير ۾، طاقت توهان ڌار،
ساهڙ ڇام ستار، سگهو رسج سير ۾.

اِهي لڪ ۽ لانگها، پنڌ ۽ پيچرا، اوکا ۽ اڀانگا ضرور آهن، پر جيڪڏهن اعليٰ مقصد جي تانگهه طلب دل ۾ جائگزين هوندي، ته اڻانگا آر تري وڃي منزل مقصود تائين پهچبو. شاه صاحب فرمائي ٿو:

سيه سيارو، پاٽي پارو، جت جهڙ، جَهڪَ ۽ جهولَ،
من اندر ٻهار جا، هينڙي اچن هولَ،
جيلاه ٻڌيسِ ٻول، ٿي اتانگا آر تران.

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

كاري رات ڪچو گهڙو، اٿنيھ اونداهي،
چنڊَ نالو ناھ ڪو، درياء دڙَ لاهي،
ساهڙَ ڪارڻ سوهڻي، آڏيءَ ٿي آئي،
اِيءَ ڪم الاهي، نا تہ ڪُنَنَ ۾ ڪير گهڙي.

شاه صاحب ٻڌايو آهي، تہ زندگي جهدِ مسلسل ۽ اڻ ٿڪ ڪوشش جو نالو آهي. وحدت الوجود جي شارح، ابن عربي پنهنجي مشهور ڪتاب "فتوحات المڪيہ" ۾ ڄاڻايو آهي:

"جڏهن ڳولها ڪرڻ وارا ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ جي جستجو ڪن ٿا، تڏهن ان ۾ کين ڪاميابي ٿئي ٿي."

يعني جڏهن راھ جي ورن وڪڙن کان واقف ٿي اڳتي وڌجي ٿو، تہ مولا جي مهر ٿئي ٿي، ۽ مسافر منزل ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو. شاه صاحب بہ چوي ٿو، تہ چپ چپات موت جي نشاني آهي، ۽ ڪوبہ مقصد خاموش ٿي ويهڻ سان حاصل نہ ٿو ٿئي. ڪوشش سان ئي مقصد حاصل ٿئي ٿو:

وڻني. وَرَ نہ پوَنِ، سٽي ملن نہ سپرين،
جي مٽي رَندنِ روَنِ، ساڄن ملي تن کي،

انهيءَ ڪري اعليٰ مقصد حاصل ڪرڻ وارو سدائين سندرو ٻڌي وڙهندو، وچڙندو، اورچ ٿي، اڳتي وڌندو رهي ٿو:

ڪَڙهي ۽ ڪَڙي، پَرِ ۾ پير پنهوءَ جو،
سک ٻڌائين سندرو، جانب ليءَ جڙي،
لکن سر لطيف چي، مُنڌَ جهيڙي ۽ جهڙي،
پٽيءَ تان نہ پڙي، جي عمر سڀ اِنءَ ڪري.

هو سمجهائي ٿو، تہ وهم ۽ وسوسا، خوف ۽ خطرا، مصلحتون ۽ مونجهارا انسان کي ڀنيلائڻ، پريائڻ، ڊيڄارڻ ۽ مقصد تان ٿيڙڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. انهيءَ ڪري انسان ٽڙڻ ۽ ٽاپڙڻ لاءِ بهانا ڳولهي ٿو. انهيءَ حالت ۾ شاه صاحب هوشيار ٿو ڪري، تہ اهي گهتون ۽ گوهيون

ڇڏي، اڳتي وڌ، ۽ مقصد حاصل ڪرڻ کان اڳ ويسلو ٿي نه ويهه. فرمائي ٿو:

لَڙُ مرَ لاڙائي ٿئو، ڳهُتون گوهيون ڇڏ،
لاهو لڏو لَڏ، ته ڳاڙهي سچ ڳالهه مڙين.

زندگيءَ جي اعليٰ مقصد لاءِ ڪوشش ۽ جدوجهد ته ضروري آهي، پر مالڪ حقيقي جي مهر ڱان سواءِ ڪاميابي حاصل ڪانه ٿي ٿئي. انهيءَ ڪري شاه صاحب انهيءَ اٽانگي سفر مان پار پهچائڻ لاءِ پنهنجي رب ڪريم کي ٻاڏائي ٿو، چوي ٿو:

دهشت دَمُ درياءَ ۾، جت جايون جانارن،
نڪو سنڌو سِير جو، مپ نه ملاحن،
درندا درياءَ ۾، واڪا ڪيو ورن،
سڃا ٻيڙا ٻار ۾، هليا هيٺ وڃن،
پرزو پيدا نه ٿئي، تختو منجها تن،
ڪو جو ڦهر ڪنن ۾، ويا ڪين ورن،
اُتي اڻ تارن، ساهڙَ سِير لنگهاءِ تون.

مطلب هي آهي، ته انسان فقط پنهنجي ڪوشش ۽ محنت تي ڀروسو نه ڪري، انهيءَ ڪري هن ۾ پاڻ پڻو پيدا ٿيندو، ۽ خود غرضي ۽ خود پرستيءَ جا اوڳڻ منجهس اچي ويندا. هن ۾ تڪبر، هٺ ۽ وڏائي پيدا ٿيندي، ۽ پوءِ پرمار ٿي ويندو ۽ سندس طبيعت آمرانه ۽ جارحانه ٿي پوندي. انهن ڳالهين جي ڪري هو اڳتي هلي غلطيون ڪرڻ لڳندو، ۽ مقصد تان ٿڙي ٿاٻڙجي ويندو. مشهور صوفي فلسفي ابن عربي چيو آهي:

”ٻانهي کي اهو نه جڳائي، ته هو پنهنجو مرتبو ڏسي غرور ۽ تڪبر ڪري. جيڪڏهن هن ائين ڪيو، ۽ پنهنجي حيثيت کان تجاوز ڪيائين، ته تباهه ٿي ويندو.“

انهيءَ ڪري شاه صاحب چوي ٿو ته انسان جيڪڏهن پنهنجي اعليٰ

مطلق فقط هڪ آهي. فقط اهوئي موجود آهي. هر ڪا شيءِ فقط ان جو مظهر آهي. انهيءَ ڪري عالم ۾ الله هڪ ٻئي جو عين آهن. انهيءَ ڪري هو عالم ۾ الله جي ذات ڪي ذات ۽ صفات جي عينيت جي بناء تي تصور ڪري ٿو. يعني جوهر ۽ ڪرمن جي عينيت جي بناءَ تي. انهيءَ ڪري هو چوي ٿو تہ، عالم، ان جي صفات جي محض تجلي آهي. مطلب هيءَ آهي تہ، ڪائنات ۾ ڪنهن بہ شيءِ کي حقيقي وجود ڪونهي. هيءَ ڪثرت فاني آهي، ۽ انهيءَ ۾ وحدت جو پرتو يا اولڙو آهي. شاه صاحب انهيءَ ذات حقيقي جي ساڃاهہ ڏيڻ لاءِ درياءَ جي تمثيل آڻدي آهي. هو سمجهائي ٿو، تہ جهڙيءَ طرح درياءَ ۾ ڪيئي لهرون اڀرنديون ۽ اسرنديون آهن، پر اصل ۾ پاڻيءَ جي پسڻ جي حقيقت هڪ هوندي آهي، اهڙيءَ طرح هي رنگينيون ۽ رعنائيون بہ انهيءَ ذات جو مظهر آهن. انهيءَ ڪري جڏهن ويچا وساربا، تڏهن ٿي حقيقت هٿ ايندي. فرمائي ٿو:

لهرن لکَ لباسَ، پاڻيءَ پسڻ هيڪڙو،
اونهي تَهہ عميق جي، واري ڇڏ وماس،

---

جت ناهہ نهايت نيهہ جي، ڪوءِ ات پهچي ڪاس،
تڙن جي تلاس، لاهہ تہ لالن لڳ ٿين.

انهيءَ ڪري شاه صاحب چوي ٿو، تہ هن ڪثرت کي جيءَ ۾ جاءِ نہ ڏي. انهن غير حقيقي ۽ فاني شين کي من مان متائيءَ ۽ ميساري ڇڏ، ۽ حقيقي حق جي تانگهہ طلب دل ۾ ڌر، تہ زندگيءَ جو اصل مقصد توکي حاصل ٿئي. فرمائي ٿو:

هي هنڌ ماڙيون هاڻ، ساڙيان سڀ ڏيهين ري،
ڪل شيءِ يرجع الىٰ اصله، ٿي جهڄان جهانگين ڪاڻ،
پري پنهنجي پاڻ، پسان ملڪ ملير جو.

مطلب تہ شاهہ جي نظر ۾ واحد جو وصال زندگيءَ جو اعليٰ مقصد

مقصد لاءِ مالڪ حقيقي کان مدد جو ملتجي رهندو، ته هن ۾ اهي اوڳڻ پيدا نه ٿيندا، ۽ سندس سفر سولو ۽ سٺائو ٿي پوندو. اهوئي سبب آهي، جو ڪارساز حقيقي کي ٻاڏائيندو نظر اچي ٿو:

ٻُران مرِ پُڄان، بندر مون ڏور ٿيا،
نه مون هڙ نه هنج ڪي، جو آئون چڻي چڙهان،
ڪارون ٿي ڪريان، ته در أيي ناڪٺا.

هڪ بيت ۾ دعا گهرندي چوي ٿو:

ڏاتار ته تون، ٻيا مڙئي مڱڻا،
مينهن منڊائتا وسڻا، سدا وسين تون،
جي گهر اچين مون، ته ميرائي مان لهان.

شاه صاحب زندگيءَ جو مقصد ٻه متعين ڪيو آهي. هو چوي ٿو، ته زندگيءَ جو اعليٰ مقصد قرب الاهي آهي، انهيءَ ڪري جو فقط اهائي ذات غيرفاني، ازلي، ابدي آهي، جنهن جو نه ڪو مثال آهي، ۽ نه ثاني. اها ذات حقيقي ئي هميشه رهڻ واري ۽ باقي آهي؛ ٻي هر شيءِ فاني ۽ زوال پذير آهي. قرآن شريف: كُلُّ شَيءٍ هَالِكٌ اِلاَّ وَجَهَهٗ (قصص ـــ ٨٨)

(سواءِ ان ذات جي سڀ شيءِ ناس ٿيڻ واري آهي.)

كُلُّ مَن عَلَيهَا فانِ وَيَبَقيٰ وجه رَبِكَ ذوالجلال والاكرامِ

(الرحمان ـــ ٢٦)

(جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي، اهو سڀ ناس ٿيندو، فقط تنهنجي رب جي ذات رهندي، جيڪو بزرگيءَ ۽ تعظيم وارو آهي.)

شاه صاحب چوي ٿو ته، عاشقن ڪان الله ڪنهن به وقت ڪونه ٿو وسري. عاشقن جو ساه ڪنهن به وقت، عشق جي آهه ڪندي، پنهنجي محبوب حقيقي کي ياد ڪندي، نڪري ويندو:

عاشقن الله، وير وتار نه وسري،
آه ڪريندي ساهه، ڪڏهه ويندو نڪري

وحدت الوجود جي نظريي جو شارح، ابن عربي چوي ٿو ته، وجود

آهي. انساني زندگيءَ ۾ روحاني مقصد کان سواءِ دنوي زندگيءَ جا ٻه
ڪيترائي مقصد تي سگهن ٿا. جن کي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان جهد ۾
جاڪوڙ ڪندو رهي ٿو. شاه صاحب جي نظر ۾ انهن کي حاصل ڪرڻ
جو اصول ٻه ساڳيو آهي. يعني جهد مسلسل، اڻ ٿڪ ڪوشش ۽ خدا
جي ذات تي ڀروسو. البت شاه صاحب ان کي اعليٰ مقصد ڪونه ٿو
ڪوٺي، جيڪو پر ماريت تي مبني آهي. شاه صاحب سير و سفر
ڪري، نهايت باريڪ بينيءَ سان معاشرتي حالتن جو مطالعو ڪيو هو.
هو ٻڌائي ٿو ته اسين طبقاتي ويڇن، معاشرتي براين، انسانيت سوز
رسمن، اسلامي نظام عدل جي خلاف ورزين، اسلامي مساوات ۽
برادريءَ جي اُبتڙ قائم ڪيل نظام ۾ پين اوڳڻن ۾ اهڙا ته قيد ٿيل
آهيون، جيئن ڪو قيدي، بند ۾ ٻانڌي هجي ۽ ڪيس هٿ ڪڙيون ۽ پير
ڪڙيون پيل هجن. فرمائي ٿو:

ڳچيءَ ڳانا لوهه جا، زيريون ۽ زنجير،
پيڪڙا پيرن ۾، ڪوٺين اندر ڪير،
چاري چوگانن ۾، واهيت ڪن وزير،
چن نه چني آهيان، اهڙيءَ سٽ سرير،
مارو جام ملير، ڀڄج ڪي پهنوار ڪي.

---

نوَ نير ڏهه ڏانوڻ، پندرهن پئيد پياس،
ٻکهاڙيون بغلن ۾، لڪين لوهه لڳاس،
جڏهن سجڻ ياد پياس، تڏهن چرڪ چنائي هيڪڙي.

شاه صاحب ٻڌائي ٿو، ته انهيءَ نظام جي خلاف جدوجهد ڪري،
ان مان جند ڇڏائڻ ٻه انساني زندگيءَ جو اعليٰ مقصد آهي. شاه صاحب
چوي ٿو، ارادو مضبوط هجي، ۽ مقصد سان عشق هجي، ته اهڙو انقلاب
آڻڻ ناممڪن نه آهي. شاه صاحب انقلاب، آزادي، سلامتي، خوشحالي
۽ انساني ڀلائي واري نظام جو منتظر آهي. هو سارنگ کي انقلاب ۽

خوشحاليءَ جي علامت طور آٽي، سارنگ کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

سارنگ سار لهيج، الله لڳ اچن جي،
پـاٽي پوچ پٽن ۾، ارزان انُ ڪريج.
وطن وسائيج، تہ سنگهارن سک ٿئي.

هو چوي ٿو، انقلاب جا آسائتا، سدائين سارنگ سارينداا رهن ٿا:

سارنگ کي سارين، ماڙهو، مرگهہ، مينهون،
سپون جي سمنڊ ۾، نئين سج نهارين،
پلر پيارين، تہ سنگهارن سک ٿئي.

شاهه صاحب پر اميد ٿي چوي ٿو:

مند ٿي منڊل وڄيا، تاڙي کي تنوار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا،

شاهه صاحب جي نظر ۾، ڪنهن بہ اعليٰ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ، سر ساهہ جي قرباني ڏيڻ بنيادي شرط آهي. مڙس اهو آهي، جيڪو اٿل ۽ اڏول هجي. مڙڻ ۽ موٽڻ ان لاءِ مهڻو آهي. فرمائي ٿو:

سوري آهہ سنگار، اڳهين عاشقن جو،
مڙڻ، موٽڻ مهڻو، ٿئا نظارين نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن کي،

ان مقصد کي واضح ڪرڻ لاءِ شاهه صاحب ڪيترائي مثال ڏنا آهن، ۽ ذهن نشين ڪرايو آهي، تہ اسان جيڪڏهن چاهيون ٿا، تہ اسان پنهنجي اعليٰ مقصد ۾ ڪامياب ٿيون، تہ اسان کي سور ۽ سختيون سهٽيون پونديون، ۽ ڏاڍ ۽ ٻاٻرن ٽاڊن تي جيرا، جگر ۽ ٻڪيون سيخن ۾ وجهي پچائڻا آهن. يعني ڏکن ۽ ڏاکڙن، مصيبتن ۽ مشڪلاتن کان ڪنڌ ڪيائڻو ناهي، پر سيخن ماهہ پچائڻو آهي. شاهه صاحب فرمايو آهي:

ڪانڊين، ٽانڊين ٻاٻرين، پچان مَر پيئي،
جيرا جگر ٻڪيون، سيخن ۾ ٽيئي،
سنئون ويئي، ٿي وهاٽي سڄڻين.

ٻي هنڌ شاهه صاحب پتنگ جو مثال آندو آهي. هو چوي ٿو ته هونئن ته پتنگ باهه جي اُلي تي پنهنجو پاڻ اچي قربان ڪندو آهي، پر تون پاڻ ۾ اُها طاقت ۽ حرفت پيدا ڪر، جو جنهن باهه ڪيترن ئي پتنگن کي ساڙي رک ڪري ڇڏيو آهي، اُن کي اهڙو اُجهاء، جو هوءَ وري ٻرڻ لاءِ سگهندي رهي:

پتنگ ٿيئين پاڻ کي، ته اچي آڳ اُجهاءِ،
پڇڻ گهڻا پڇائيا، تون پڇڻ کي پچاءِ،
واقف ٿي وساءِ، آڳ نه ڏجي عام کي.

ڪن بيتن ۾ شاهه صاحب لوهار جي ڏوڻَ، رک جي رجڻ ۽ ان کي پاڻي ڏيڻ جا مثال ڏنا آهن. شاهه صاحب چوي ٿو، ته جهڙيءَ طرح لوهار ڪچي لوهه يعني پهاڻ کي پگهاري پهريائين پالتو لوهه، پوءِ گهاڙو لوهه، ۽ ان کان پوءِ صاف رک بنائيندو آهي، تهڙيءَ طرح تون پنهنجي جان کي جوکن مان پار لنگهاءِ، ته ڪاميابي تنهنجا قدم چمي. ڊاڪٽر گربخشاڻي لکيو آهي، ته "هتي پهاڻ جي معنيٰ آهي "سالڪ جي خام طبع" يا "وجود"، جو شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جون چار منزلون ڪچي ڌاتوءَ وانگي پار لنگهي، صاف رک جيئن ڪماليت تي پهچي ٿو." اها معنيٰ به برحق، پر شاهه صاحب جو ٻڌايل هيءُ اصول هر اعليٰ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪاميابي جي ڪنجي آهي. شاهه صاحب جو اهو بيت اجهو هي آهي:

پچائي پهاڻ، جن رساٽيو رک کي،
تنين سندو ڄاڻ، آهي آڳرين کي.

رک ٺهڻ جو دستور آهي، ته جيڪڏهن ڌوڏيو يعني ڌمٽوارو ڌوٽيءَ کي سانده ڌَئيندو نه ايندو، ته پهاڻ پوريءَ طرح پچي نه سگهندو، ۽ لوهار جي ڏکن سان ذرا ذرا ٿي ويندو. شاهه صاحب جو مطلب آهي ته اهڙيءَ طرح جيڪڏهن سورن ۽ سختيون ڏسي پير پوئتي هٽائيبو، ته پنهنجو وجود بچائي نه سگهبو، پر پاڻ پرزا پرزا ٿي وڃبو. انهيءَ

ڪري جيڪڏهن رڪ ٽٽو آهي، ته باهه ۾ پاڻ پچائڻ ڪان پاسو ڪرڻو نه آهي. شاهه فرمائي ٿو:

ڏَنءُ ڏَنءُ ڏمٽوار، اڄ پڻ اڳڙين جي،
ٻاريو مچ مجاز جو، اوتيائون اڱار،
ڏوڏٽا ٿيءُ مَ ڏار، جه ڪچو رڪ ڪٽيون ٿي.

جڏهن لوهار ڪو اوزار ٺاهيندو آهي، تڏهن پهريائين لوهه کي باهه ۾ تپائي ڳاڙهو ڪري، ٺپي، ان کي پاڻيءَ جي ڪُونڊَ ۾ وجهي ٺاريندو آهي. وري ٻيهر ڪوري ۾ تپائي، ٺاريندو اٿس. اهو عمل ايستائين جاري رکندو آهي، جيستائين اوزار پورو پاڻي وٺي، مضبوط ٿئي. ان کي پاڻيءَ ڏيڻ چيو ويندو آهي. شاهه صاحب اهو مثال ڏئي سمجهايو آهي، ته مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان کي ڪيترين ئي آزمائشن مان پار پوڻو آهي. جيئن لوهه کي پورو پاڻي نه ايندو، ته ڪچو ٿي پوندو، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن انسان ڪنهن هڪ آزمائش کان به لنوائي ويو، ته وٺواند ٿي ويندو، ۽ مقصد حاصل ڪري نه سگهندو. شاهه صاحب فرمائي ٿو:

ٻاريو اُجهائين، پرين اُجاهيو ٻارين،
مون کي ٿا مارين، لٿا لُهارين جا.

---

اڄ اڳڙيا آئيا، سوڏا سراٽي،
پياري پاٽي، تيغون ڪندا تکيون.

---

اڄ اڳڙيا آئيا، سائوڪي سڄاڻ،
لاهيندا موريان، رڪ ڪريندا پڌرو،

---

ڪٽ ڪڙهي، لوهه ٻري، ڏُڏا جت ڏڳن،
متڙڪن مُهه ڪيئا، سانداٽيون سڪن،
اڄ پڻ اڳڙين، ميڙو آهي مچ تي.

اهڙيءَ طرح شاهه صاحب ڪامياب ۽ مثالي انسان جون خوبيون بيان ڪيون آهن، ۽ ٻڌايو آهي، ته انهن خوبين وارو ئي صحيح انسان آهي، جيڪو پنهنجو پاڻ به ڪامياب ڪري ٿو، ته اجتماعيت لاءِ پڻ ڪارائتو ثابت ٿئي ٿو.

شاهه صاحب ٻڌايو آهي، ته صحيح انسان اهو آهي، جيڪو عزت، شان ۽ وقار سان زندگي گذاري، ۽ لوڀ ۽ لالچ تي هُرڪجي پنهنجي عزت ۽ ملڪ جي وقار جو سودو نه ڪري.



# شاهه جي نظر ۾ موت جو تصور

زندگي ۽ موت، جزا ۽ سزا جا مسئلا انساني سوچ ۾ ابتدا کان وٺي اهميت رکن ٿا. انسان ان بابت هزارين سالن کان سوچيندو ۽ مختلف نظريا قائم ڪندو آيو آهي. انهن ئي مسئلن تي سوچ جو نتيجو هو، جو انسان جاني قربانيون ڏيندو هو، ۽ وڏا وڏا جوکائتا ڪم ڪري گذرندو هو. انهيءَ ئي مسئلي جي سوچ، انسانن کي جانورن ۽ انسانن جي قربانين تي آماده ڪيو؛ ۽ انسان پنهنجا ٻار قربان ڪرڻ، جيئري پنهنجو پيٽ ڦاڙي دل ڪڍڻ، پاڻ کي جيئرو جلائڻ، سعادت جو باعث سمجهڻ لڳو. انهيءَ مسئلي تي سوچي، انسان جونءِ يا تناسخ جو نظريو قائم ڪيو، جيڪو نه فقط هندستان، پر قديم زماني ۾ مصر، يونان ۽ ايران ۾ به مڃيو ٿي ويو.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي به ان مسئلي تي سوچيو ۽ ويچاريو، ۽ ان کي سلجهايو آهي، پر سندس سوچ ۽ سمجهاڻي انسان جي شرف ۽ شان مطابق آهي. ان جو سبب اهو آهي، جو سندس ويچار ۽ ويچاءُ قرآني حڪمت مطابق آهي. هو انسان کي گمراهه ۽ وٿواند ٿيڻ کان بچائي ٿو، ۽ انسانيت سوز حرڪت کان پري رکي ٿو. الله تعاليٰ جي فرمان موجب دنيا جي هرشيءِ فاني آهي؛

ڪلُّ شيءِ هالڪ الا وجهه (قصص ـ ٨٨)

(سواءِ ان منهن (ذات) جي سڀ شيءِ فاني آهي.)

ڪل من عليها فَان ويبقيٰ وجه ربِڪ ذوالجلال والاڪرام●

(الرحمان ـ ٦ س ٢٧)

جيڪي ڪجهه زمين تي آهي، اهو سڀ فنا ٿيندو؛ فقط رهندو منهن

تنهنجي رب جو (تنهنجي رب جي ذات رهندي، جيڪو بزرگي ۽ تعظيم وارو آهي.)

شاهه صاحب به فرمايو آهي:

"فاني ڙي فاني، دنيا دم نه هيڪڙو.

جيڪا شيءِ گهڙي آهي، اها ضرور ڀڄي، جيڪو ڄائو آهي، اهو هتان ضرور موڪلائي. حضرت هارون ابن حيات کي اويس قرني رضه فرمايو: "منهنجو والد، حضرت آدم، حضرت حوا، حضرت نوح سڀ دنيا مان ڪوچ ڪري ويا. انهيءَ ڪري منهنجي اها وصيت ٿي، ته ڪتاب الله ۽ صراط مستقيم کي پنهنجي سامهون رک، ۽ موت کان هڪ گهڙي به غافل نه ٿيءُ."

حضرت ابوبڪر صديق رضه جو شعر آهي:

الموت بيت وڪل الناس داخله

فياليت شعري بعدالموت مالدار

(موت هڪ دروازو آهي، جنهن ۾ سڀ داخل ٿيندا. ڪاش معلوم ٿي سگهي ها، ته موت کانپوءِ ڪهڙو گهر ملندو.)

ڀٽائي صاحب به فرمايو آهي:

"آهي موت مڙن تي گوڙيون ڪيو گجي."

ٻي هڪ بيت ۾ شاهه صاحب چيو آهي:

جا ڀون پيرن مون، سا ڀون متي سڄڻين،

ڏگ لٽيا ڏوڙ ۾ اکين ڏٺا سون،

ڏينهن مڙيو ئي ڏون، اٿي لوچ لطيف چئي.

يانئجي ٿو، ته شاهه صاحب قبرستان ۾ ويٺو آهي، ۽ ان وقت سندس دل تي جيڪي خيال تري اچن ٿا، انهن کي مٿين بيت جي صورت ڏني اٿس. يعني جنهن زمين تي منهنجا پير آهن، ان جي هيٺان منهنجا پيارا پوريل آهن. اسان جي اکين آڏو ڪيترائي بهادر، دلير، سياڻا ۽ جوڌا جوان ڌرتيءَ هيٺ اچي ويا. جيتوڻيڪ هيءَ دنيا فاني آهي، پر اجائي نه

آهي. انهيءَ ڪري اهو ڪي ڪجي، جيڪو اڳتي ڪم اچي. مطلب تہ جيتوڻيڪ هيءَ دنيا فاني آهي، پر عمل جو ميدان آهي. هتي جيڪا پوک پوکبي، اها آخرت ۾ لڻبي. انهيءَ ڪري جيڪو وقت مليو آهي، ان ۾ ڪجهہ ڪري وڃجي.

شاهہ صاحب توڙي ٻين اسلامي مفڪرن موت بابت پنهنجو خيال قرآن حڪيم جي هن ارشاد موجب ظاهر ڪيو آهي:

"كلُ نفس ذائقة الموت●" (الانبياء ـــ ٣٥) (هر نفس کي موت جو ذائقو چکڻو آهي.) موت ڪانپوءِ انساني روح نابود ۽ معدوم نہ ٿو ٿئي، پر زندگيءَ جو قافلو پنهنجيءَ منزل طرف وڌندو رهي ٿو. قرآن مجيد ۾ آيو آهي:

تعرج الملائكة والرُوح اليه في يوم كان مقداره خمسين الف سنة (معارج ـــ ۴) {فرشتا ۽ روح ان طرف ڏانهن چڙهندا، ان ڏينهن ۾، جنهن جي لنبائي پنجاهہ پنجاهہ هزار ورهيه آهي.}

لتركبن طبقا عن طبق (انشقاق ـــ ١٩) (توکي درجي بدرجي چڙهڻو آهي.)

موت، انسان کي جن مرحلن کان ٽپائي ٿو، ان جو تصور مٿين آيت جي روشني ۾ شاه صاحب هن طرح ڏنو آهي:

جتي عرش نہ اپ کو، زمين ناهہ ذرو؛
نہ ڪو چارو چنڊ جو، نڪو سج سرو؛
اتي آديسين جو، لڳو دنگ درو؛
ٻري ٻين پرو؛ نات ڏنائون نانهن ۾.

موت لاءِ قرآن شريف جو هڪ عام اصطلاح "لقائي رب" ۽ خدا طرف باز گشت آهي. سعيد روحن لاءِ قرآن حڪيم ۾ آيو آهي:

يا ايّتها النّفس المطمئنّة ارجعي الا ربّك راضية مرضيّة
(الفجر ٢٧ ـ ٢٨)

(اي نفس، آرام وارا، پنهنجي رب جي طرف موٽ. تون ان کان راضي

آهين، ۽ هو توکان راضي آهي.)

مولانا روم فرمايو آهي:

هــر نفس آواز عشق مي رسد
ما بہ فلک مي رويم عزم تماشا گر است
ما بہ فلک بوده ايم بار ملک بوده ايم
باز هما جا ريوم باز کہ آن شهرما است
ماز فلک برتريم در ملک افزون تريم
زين دو چران گذريم منزل ماکبريا است.

شاه صاحب اهڙي خيال جو اظهار تمام گهڻن هنڌن تي ڪيو آهي. خاص طرح مارئيءَ جي سُر جو تہ مرڪزي خيال ئي اهو آهي. هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

هي هنڌ ماڙيون هاڻ، ساڙيان سڀ ڏينهن ري،
ڪل شيءِ يرجع اليٰ اصله، ٿي جهڄان جهانگين ڪاڻ،
ڀري پنهنجي ڀاڻ، پسان ملڪ ملير جو.

**فنا ۽ بقا:** موت ۽ روح تي ويچار ڪندي، مسلم صوفين فنا ۽ بقا جو مسئلو سلجهايو ۽ سمجهايو. ابوسعيد خراز رح پهريون شخص آهي، جنهن فنا ۽ بقا جي مقامات جي تشريح ڪئي. شاه صاحب بہ پنهنجي مخصوص انداز ۾ هن مسئلي کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. فنا جو مطلب آهي: سالڪ پنهنجي نسبت بلڪل سلب ڪري ڇڏي، ۽ فقط حق تعاليٰ جو وجود پنهنجي ظهور ۾ ثابت ڪري. نہ فقط ايترو، پر هو پنهنجو ظهور ئي ذات مطلق جو ظهور سمجهي. شاه صاحب انهيءَ مسئلي کي سمجهائيندي فرمايو آهي، تہ جن پنهنجو پاڻ کي بلڪل فنا ڪري ڇڏيو آهي، جن کي پنهنجو سماءُ ڪونهي، اهي ئي خوش نصيب آهن، ۽ اهي ئي ڪامياب آهن:

سر جدا، ڌڙ ڌار، دوڳ جنين جا ديڳ ۾،
سي مرڪن ڀچار، هڪيا جن جي هٽ ۾.

شاه صاحب نہ فقط اهو مسئلو سمجهائي ٿو، پر تلقين بہ ڪري ٿو:

"مرڻا منهن مَ موڙ، وٺي ٿي وڏ لهي."

فنا کي صوفين "مرڻ کان اڳ مرڻ" نالو بہ ڏنو آهي. شاه صاحب فرمائي ٿو، جيڪي جيئري ئي پنهنجو پاڻ فنا ڪري، موت جي منزل ماڻين ٿا، اهي دراصل مرن ڪونہ ٿا، پر انهن کي هڪ اهڙي زندگي ملي ٿي، جيڪا ڪڏهن بہ فنا ٿيڻ واري نہ آهي.

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات،

هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جيا.

---

او موتي ڪين مرن، مرڻا اڳي جي مئا.

"موت کان اڳ مرڻ" واري منزل ماڻڻ لاءِ، سالڪ کي سختيون سهڻيون پون ٿيون، ۽ ڪيترين ئي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. پر سالڪ ان درد مان بہ لطف حاصل ڪري ٿو، ۽ سمجهي ٿو، تہ حقيقي زندگي انهيءَ ۾ ئي پنهان آهي. عربي شاعر ابوالعلاالمعري (وفات ١٠٥٧ع) پنهنجي هڪ شعر ۾ چيو آهي:

"اسان مصيبتون سهون ٿا، ڇو؟ ان لاءِ تہ اسان چاهيون، ۽ اهو اسان جو چاهڻ ئي اسان جو سمورو علم آهي. جيڪڏهن اسان درد جي ٿوس پهاڙن کي بيپرواهيءَ سان هٽائڻ جي ڪوشش ڪنداسون، تہ پوءِ محبت ۽ همت جا گنبذ ڪري پوندا."

شاه صاحب بہ چوي ٿو، تہ ان کي آزار ۽ مصيبت نہ سڏ:

"مَ چئو آزار ان کي، مَ کي مصيبت."

نہ فقط ايترو، پر جن کي اهو درد نصيب ٿيو، انهن کي گويا سرور حاصل ٿيو:

"سور جنين کي سريو، سري تن صحت."

شاه صاحب فرمائي ٿو، تہ محبوب جڏهن پاڻ وٽ سڏائيندو آهي، تڏهن ظاهر ائين ٿيندو آهي، تہ هو قهار آهي، پر دراصل هو انهيءَ لاءِ

سڏيندو آهي، تہ جيئن پنهنجي مجلس جو مزو وٺائي. اهو هن جو دستور آهي، تہ هو جنهن جو دوست ٿيندو آهي، تنهن کي تڪليفون ڏيئي ضرور آزمائيندو آهي، پر سندس صحبت راحت آهي، ۽ نہ آزار:

ساٿر صحبت سپرين، آهي نہ آزار؛
مجلس وير منو ٿئي، ڪوٺيندي قهار؛
خنجر تنهن خوب هٽي، جنهن سين ٿئي يار؛
صاحب رب ستار، سوجهي رڳون ساه جون.

شاه صاحب جي فڪر جي بلنديءَ ڏسو، جو محبوب جي کهڻ کي کهڻ نہ ٿو سمجهي، پر ان تي پاڻ خوش ٿئي ٿو، تہ محبوب سندس سنڀال لهي رهيو آهي:

ڪُهن تان ڪر لهن، ڪر لهن تان ڪُهن؛
سي ئي ماءُ مهن، سي ئي راحت روح جي.

هو انهيءَ لاءِ بيماريءَ مان شفايابي حاصل ڪرڻ نہ ٿو گهري، پاڻ طبيب کي بہ روڪي ٿو، تہ ڪيس دوا نہ ڏئي، تہ جئين هو چڱو ڀلو نہ ٿئي. انهيءَ لاءِ تہ من محبوب سندس بيماريءَ جو ٻڌي، ۽ سندس خبر لهڻ لاءِ وٽس ڪهي اچي:

ويج مَ ٻڪي ڏي، الا! چڱي مَ ٿيان،
سڄڻ مانَ اچي، ڪرلاهو تي ڪڏهين.

ان مان پوريءَ طرح واضح ٿيندو، تہ هو انهن تڪليفن ۽ مشڪلاتن کي راحت سمجهي، انهن جي طلب ڪري ٿو، تہ جيئن هو محبوب جي ويجهڙائي حاصل ڪري، فنا جي منزل تي پهچي. سندس نظر ۾ محبوب جو قرب حاصل ڪرڻ لاءِ سر جو سودو ڪرڻو ئي پوي ٿو.



# شاهه رحه جي عظمت

شاعري هڪ باغ مثل ٿيندي آهي، جنهن ۾ شاعر لفظن جي سهڻي ترتيب سان قسمين قسمين گلن جا ٻوٽا ترتيب سان لڳائيندو آهي، جنهن ڪري ان چمن جي سير ڪرڻ سان دل کي فرحت ۽ روح کي تازگي نصيب ٿيندي آهي. جيتري قدر اهو گلستان سهڻو سينگاريل هوندو ۽ ان ۾ جو جدا جدا رنگن جا جيترا گل لڳايل هوندا، اوتري قدر دل کي وڌيڪ فرحت ڏيندو، ذهن کي جلا بخشيندو ۽ روح کي تازگي عطا ڪندو. انهيءَ نقطه نگاه کان جيڪڏهن ڏسبو ته معلوم ٿيندو، ته شاه صاحب جي شاعري هڪ اهڙو اعليٰ ۽ افضل گلستان آهي، جنهن ۾ سدائين بهار آهي. انهيءَ کي نه زماني جي ڪوسي واءُ جو ڀوءُ آهي ۽ نه ڪن آفتن جو ئي خطرو آهي. ان ۾ نه ڪنهن گل جي ڪوٽ آهي، ۽ نه ڪنهن بوءِ جي ڪمي آهي. اڪثر شاعرن جي شاعري جو گلستان ڪنهن گل جي موجودگيءَ کان مشهور هوندو آهي، ته ڪي مشهور گل وري ان ۾ ڳولهيا نه لڀندا آهن. پر شاه انهن مڙني کان مٿانهون آهي.

ڏٺو ويو آهي، ته ڪن شاعرن جو ڪلام يا ته فقط داخلي ٿيندو آهي، يا وري خارجي هوندو آهي، پر لطيف جي ڪلام ۾ اهڙيون ٻئي ڳالهيون مڙني کان مٿي ملن ٿيون. ان ۾ جيڪو مواد آهي، اهو عوام الناس جي دلچسپيءَ جو آهي، انهي ڪري ٻار توڙي ٻڍي، پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل ڪي شاه صاحب جي ڪلام مان حظ حاصل ڪئي ٿو. شاه

صاحب پنهنجا دلي جذبات تمثيلي انداز ۾ بيان ڪيا آهن. هن جيڪي سوچيو، ويچاريو، پروڙيو ۽ پرجهيو، ويچاريو ۽ ورتايو آهي، اهو ويهي بيان ڪيو اٿس. انهي ڪري سندس انداز بيان ذاتي ۽ داخلي آهي، جنهن ۾ خلوص آهي، ديانتداري آهي، حقيقت پسندي آهي ۽ صداقت آهي. ان سان گڏ ان ۾ فڪر جي گهرائي آهي، ۽ خيال جي پاڪيزگي آهي. اهو ئي سبب آهي، جو دلڪشي ۽ رنگيني، رواني ۽ اثر انگيزي سندس ڪلام جو خاص خوبيون آهن. اعليٰ فڪر جي باوجود ان ۾ ايڏو تاثر آهي، جو ڪهڙي به ذهني معيار جو ماڻهو هوندو، پڙهڻ سان بي اختيار ٿي ويندو.

علامہ آءِ.آءِ قاضي مرحوم هڪ دفعي ملاقات ۾ ٻڌايو هو، "ابا! شاهہ لطيف جي ڪلام ۾ فڪر جي ايڏي گهرائي اٿئي، جو سندس فڪر آڏو يورپ جا مڙئي مفڪر ٻارهين چوڏهين ورهين جا ٻار آهن." ان مان شاه صاحب جي اعليٰ فڪر جو اندازو بخوبي لڳائي سگهجي ٿو، پر لطف اهو جو ساڳيو ڪلام علامہ آءِ.آءِ قاضي جهڙيءَ شخصيت تي به ايترو ئي اثر ڪندو، تہ جهنگ جي جهانگيءَ جي دل کي بہ اوڏو ئي لوڏيندو.

اها آهي شاهہ جي فن جي عظمت، جيڪا سندس انفرادي انداز بيان سان تعلق رکي ٿي. ڪيترائي اهڙا خيال آهن، جيڪي ڪانئس اڳ ٻين شاعرن بہ بيان ڪيا آهن؛ پر شاه صاحب اهي ئي خيال اهڙيءَ تہ جدت ۽ انفراديت سان بيان ڪيا آهن، جو بيت براه راست هرهڪ جي دل تي اثر ڪري ٿو. مثال طور هيءَ حقيقت ڪيترن ئي شاعرن بيان ڪئي آهي، تہ "محبوب مون سان هميشہ گڏ آهي." شاه صاحب جو پڙ ڏاڏو شاه ڪريم اها ڳالهہ هن طرح بيان ڪري ٿو:

ڀاٽياري سر ڀڙو، جر تي پڪي جيئن،
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

شاه صاحب اهو ساڳيو خيال پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل جي سمجهہ آهر جدا جدا تشبيهن ذريعي بيان ڪري، ان ۾ وڏو اثر ۽ ڪشش پيدا

ڪئي آهي. انهيءَ حقيقت کي سمجهائڻ لاءِ هڪ مصرع ۾ ڪنڊين مينهن جي پور پوڻ جي تشبيه آندي اٿس:

"جيئن مينهن ڪنڊين پور، تيئن دوست وراڪو دل سين."

هن مصرع ۾ زنجير جي ڪڙن، جو مثال ڏنو اٿس:

"ڪڙو منجهه ڪڙي، جيئن لوهار لپيٽيو."

ڪاتب جڏهن لا لکندا آهن، ته "ل" ۽ "الف" ملائي ڇڏيندا آهن. شاه صاحب متئين خيال کي ان مثال سان هن طرح بيان ڪيو آهي:

"ڪاتب لکيو جيئن، لايو لام الف سين."

شاه ڪريم هڪ خيال پيش ڪيو آهي، ته جنهن کي جنهن جي تات هوندي، ان جي دل ننڊ وقت به ان کي پيئي ياد ڪندي. فرمائي ٿو:

"جي جاڳندي من ۾، ستي پڻ سيئي."

شاه صاحب اهو خيال هن طرح بيان ڪيو آهي:

"سي ستا ئي سونهن، ننڊ عبادت تن جي."

عالمن ۽ شاعرن هيءَ ڳالهه وقت به وقت پئي بيان ڪئي آهي، ته ذات، ذات تي نه آهي. شاه لطيف کان اڳ ٿي گذريل شاعر شاه لطف الله قادري، اهو خيال هن طرح پيش ڪري ٿو:

نه عقل نه علم ڪين، نڪا ذات نه تات،
عالم سڀ عنايت جو، جنه ڏئي تنه ڏات.

اهو خيال شاه صاحب اهڙي ته اثرائتي انداز ۾ بيان ڪيو آهي، جو ماڻهو ٻڌڻ سان بي اختيار ٿيو وڃي:

لڌي سون لطيف چئي، ڪنا ذاتر ڏات،
ڪانه پڇين ذات، جي آياسي اگهيا.

انهن مثالن مان معلوم ٿيندو، ته شاه صاحب جي ڪلام ۾ فڪر جي گهرائي به آهي، ته اندز بيان ۾ دلڪشي، اثرانگيزي ۽ انفراديت به آهي. اهوئي سبب آهي، جو شاه صاحب جو ڪلام پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل، ٻار توڙي ٻڍي کي بي اختيار ڪيو ڇڏي.

يعني شاه صاحب جي فڪر ۾ گهرائي ۽ بلندي آهي، پختگي ۽

حقيقت بياني آهي. هن جيڪي ڪجهه چيو آهي، ان جو ڪيس پورو پورو يقين آهي. سندس فڪر ۾ نہ انتشار آهي ۽ نہ گندگي آهي. سندس انسان ڪامل انهيءَ تهذيب کان ونءُ وڃي ٿو، جنهن کي گندن خيالن، منتشر فڪر ۽ غير صحتمند نظرين لويو ۽ گندو ڪيو آهي:

اڇو پاٽي لڙ ٽيو، ڪالوربو ڪنگن،
ايندا لڄ مرن، تنهن سَرَ مٿي هنجڙا!

سندس فڪر مادي مسئلن تائين محدود نہ آهي. هو انهن کي هيٺاهون سمجهي ٿو، جيڪي زندگيءَ جو مقصد فقط مادي ترقي سمجهن ٿا:

گندي ۽ گراه، جنين سانديو ساهہ سان،
انهن کان الله، اڃا اڳانهون ٿيو.

هو زندگيءَ جو مقصد ايڏو تہ مٿانهون سمجهي ٿو، جو ظاهري عبادتن کي انجي ابتدائي منزل سمجهي ٿو:

روزا ۽ نمازون، اي پڻ چڱو ڪم،
او ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پِرَ ڪي.

شاہ صاحب چوي ٿو، تہ جن مفڪرن زندگيءَ جو اونهو مطالعو ڪري، زندگيءَ جو اصلي ۽ حقيقي مقصد نہ سمجهيو آهي؛ انهن جي فڪر ۾ ڪامليت ڪانهي. اهڙن عالمن ۽ مفڪرن کي انهن انڌن سان تشبيه ڏني اٿس؛ جن هاٿيءَ کي هٿ لائي، ان جو هڪ حصو معلوم ڪري، هاٿيءَ جي شڪل ۽ صورت جو پئي اندازو لڳايو:

مٿي هاٿيءَ سين مامرو، اچي پيو انڌن؛
منارين هٿن سين، اڪين ڪين پسن؛
في الحقيقت فيل کي، سڄا سڃاڻن؛
سندي سردارن، بصيرت بينا ڪري.

شاہ صاحب چوي ٿو تہ انساني ذهن جي ارتقا ضرور ٿي آهي، ۽ ٿئي ٿي. انسان اهوجهہ مان سهوجهہ ٿئي ٿو؛ سندس ڪچي ذهن ۾ پختگي اچي ٿي، ۽ ڪا رهنمائي ڪيس رستو ڏيکاري، منزل مقصود تائين پهچائي ٿي. هو سورن ۽ تڪليفن، ڏکن ۽ ڏاکڙن کي راهہ ڏيکاريندڙ رهنما

سمجهي ٿو، ۽ ذهني ترقيءَ جو مکيہ سبب دلي لڳاءُ ۽ محبت جو شديد جذبو سمجهي ٿو:

رات ڏنائين روجهہ: ياڻ ۾ ڪي اوني آئيا:
پريتي پرينءَ جي، سڪڻ ڪي سبوجهہ:
هئي گهڻو ابوجهہ: سورن سونهائي سسئي.

اهوئي سبب آهي، جو هو ڏکن ۽ سورن کي، سڪڻ جي سونهن تصور ڪري ٿو، جاڪاڻ جو انهن کانسواءِ مٿانهين منزل ماڻي ئي نہ ٿي سگهجي:

"ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري."

شاه صاحب ان درد مان بہ لطف حاصل ڪري ٿو ۽ سمجهي ٿو تہ حقيقي زندگي انهيءَ ۾ ئي پنهان آهي:

"سور جنين کي سرئو، سري تن صحت."

هو چوي ٿو تہ ان کي آزار ۽ مصيبت نہ سڏ:

"مَ چئو آزار ان کي، مَ کي مصيبت."

اهڙيءَ طرح سان جڏهن انسان جي ذهني ۽ روحاني ارتقا ٿئي ٿي، تہ پوءِ شاه صاحب جي نظر ۾ ان جي بلند پروازي ڪٿي بہ نہ ٿي رڪجي. وڌندي ۽ وڌندي وڃي ٿي:

جتي عرش نہ اپ ڪو، زمين ناهہ ذرو
نہ ڪو چارو چنڊ جو، نڪو سج سرو
اتي آديسين جو، لڳو دنگ درو
پري پين پرو، ناٿ ڏنائون نانهن ۾.

سندن فڪر جي بلندي، ايڏي تہ اتانهين ٿي وڃي ٿي، جو موت جي مارڻ کان مٿانهون ٿي وڃي ٿو:

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جيا.

مطلب تہ شاه صاحب جي ويچار ۽ پيغام ۾ ڪامليت آهي. ان ۾ نہ فلسفيانہ مونجهارو آهي ۽ نہ غير فطري ۽ غير قدرتي ڳالهيون ملن ٿيون. هن انساني زندگيءَ جو مٿانهون مقصد نهايت اثرائتي انداز ۾ سمجهايو آهي. اهوئي سبب آهي جو سندس فڪر ۽ فلسفو پيغام جي حيثيت رکي ٿو. اها آهي شاهہ جي عظمت.

# شاهه رح جي شعر ۾ انساني مزاج ۽ فطرت جي عڪاسي

شاه صاحب نه فقط فطرت ۽ ڪائنات جي مختلف مظهرن جو مطالعو ڪيو هو، پر انساني مزاج ۽ فطرت جو به نهايت اونهو اڀياس ڪيو هو. شاه صاحب جي مشاهدي ۽ مطالعي جي نظر تمام تيز هئي. هن جيڪي ڏٺو وائٺو، انهن واقعن ۽ نظارن جي نهايت پُر اثر ۽ حقيقت پسندانه نوع ۾ عڪاسي ڪئي اٿس. ان سان گڏ هن انساني طبيعت جا مختلف رخ، جذبا، امنگ، ارمان، عادتون ۽ خصلتون به نهايت باريڪ بينيءَ سان ڏٺيون آهن. انساني مزاج ۽ فطرت جي اڀياس ڪي لفظن جو سهڻو ويس پهرائي، انهن ڳالهين جي چٽي نموني اپٽار ڪئي اٿس.

شاه صاحب انسان جي بنيادي خوبين، خاصيتن، ڪمين، ڪوتاهين، ڪمزورين، دلچسپين، اميدن، ارمانن، گڻن ۽ اوگڻن جي اهڙي نموني وضاحت سان عڪاسي ڪئي آهي، جو سندس شاعري جي عظمت جي اعتراف ڪرڻ کان دل رهي نه ٿي سگهي. بي اختيار چوڻو پوي ٿو، ته شاه صاحب دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي.

شاه صاحب انسان جي مزاج ۽ فطرت جي عڪاسي ڪرڻ سان گڏ انساني اوگڻ لاءِ اسان جي دل ۾ ڌڪار پيدا ڪري ٿو، ۽ گڻن جون خوبيون ذهن نشين ڪرائي، انهن کي اختيار ڪرڻ لاءِ آماده ڪري ٿو. يعني هن انساني فطرت جو صحيح جائزو پيش ڪري، انسان جو رخ بديءَ کان نيڪيءَ ڏانهن موڙيو آهي. شاهه صاحب انساني فطرت کي نظر انداز نه نٿو ڪري، پر انساني جذبات ۽ احساسات جو رخ صحتمند نموني موڙي ٿو. جيڪي ڳالهيون انساني مزاج سان وابسته

آهن، اهي بلڪل صحيح نموني واضح ڪري ٿو. اها انساني طبيعت آهي، ته جڏهن انسان ڏک ۾ هوندو آهي، ته منجهس جوش جذبو ۽ ولولو جهڪو ٿي ويندو آهي. انهيءَ ڪري جن ڳالهين تي رواجي حالتن ۾ ڪاوڙ اچي سگهي ٿي، انهن ڳالهين تي ڏک واري ماڻهوءَ کي ڪاوڙ نه ايندي آهي. اها به حقيقت آهي، ته جڏهن بک پوريءَ طرح سان ڇائنجي ويندي آهي، ته پوءِ انسان جون ٻيون سموريون تقاضائون اهڙيءَ اونهيءَ غار ۾ وڃي لڪنديون آهن، جو انهن جو ڪو پتو نه پوندو آهي. اهڙي حالت ۾ جن ڳالهين تي ڪل اچي سگهي ٿي، ڪل نه ايندي آهي. پيٽ بکئي ڪان سواءِ انگ اگهاڙي لاءِ به خوشيءَ جي موقعي ۾ شريڪ ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. يعني شاديءَ تي وڃڻ جو شوق انهيءَ کي هوندو، جنهن کي سٺا ڪپڙا هوندا. انهيءَ ويچاري لاءِ کهڙو وهانءُ، جنهن کي ڪپڙو ئي ڪونهي. شاه صاحب انساني مزاج ۽ فطرت جون اهي تي اهم ڳالهيون نهايت وضاحت سان، حقيقت پسندانه نوع ۾، پُراثر نموني ۽ مختصر طرح هن بيت ۾ پيش ڪيون آهن:

ڏکيءَ ڏمر ناهه: بکيءَ کل نه اچهي،
اگهاڙيءَ وهانءُ: ويو ويچاريءَ وسري.

يعني شاه صاحب انساني جذبن کي نظر انداز نه ٿو ڪري، پر انهن کي حقيقت پسندانه نوع ۾ بيان ڪري ٿو. هو بک جي مسئلي کي ڪچلي نه ٿو، پر ان جي اهميت بيان ڪري، ان جو حل ٻڌائي ٿو. انهيءَ مسئلي کي منهن ڏيڻ لاءِ هو ٿر جي مارن جو مثال ڏئي ٿو. هو چوي ٿو، ته جيستائين گهرجن کي محدود نه ڪيو ويندو، تيستائين سکي زندگي گذاري نه سگهبي. هو چوي ٿو، ته ٿر جا ماڻهو انهيءَ ڪري مطمئن زندگي گذارين ٿا، جو هو جيڪي ڪجهه حاصل ڪري سگهن ٿا، انهيءَ تي ارها نه آهن:

ٿوري قوت قرارِيا، رهن سبر ست؛
ڪتيءَ ۾ که پکليا، پوڻن اهڙي پت؛

پنھوارڪي پٽ؛ پيھي، پڇ ملير ۾،

---

آٽين ۽ چاڙھين، ڏٽ ڏيھاٽي سومرا؛
سَٽا ڪيو سيد چئي، سائون سڪائين؛
منجھان لنب لطيف چئي، چانئر ڪيو چاڙھين؛
پلاءُ نہ پاڙين؛ عمر آراڙيءَ سين.

جيئن تہ ھو پنھنجي حال ڪان آرھا نہ آھن، تنھن ڪري منجھن احساس ڪمتري ڪونھي. يعني پنھنجي حال ڪي ہي ڪانَ گھٽ نہ ٿا سمجھن. احساس ڪمتري نہ ھجڻ ڪري، انساني وقار برقرار رکي سگھن ٿا، ۽ پنھنجو اصول ڪنھن حالت ۾ قربان نہ ٿا ڪن:

اي نہ مارن ريت، جيئن سيڻ مٽائن سون تي،
اچي عمرڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانہ ڪريت،
پکن جي پريت، ماڙين سين نہ مٽيان.

ڏڪار، بک جي مسئلي کي وڌائي، انسان ذات جي تڪليف جو باعث بنجي ٿو. انھيءَ ڪري شاہ صاحب ڏڪارين ڪي نندي ٿو:

”ڏڪاريا ڏيھ مان، موڏي شال مرن.“

ڏڪار جو سبب دراصل اھي واپاري آھن؛ جيڪي مال ميڙي رکن ٿا، تہ جيئن اِڳتي ھلي مھانگو ڪري وڪٽن. شاہ صاحب فرمائي ٿو، تہ توڙي جو اھي ڏڪاري، مال مھانگو ڪري وڪڻڻ لاءِ سٽ سٽين ٿا، تڏھن بہ الله تعاليٰ پنھنجي مھربانيءَ سان رحمت جا ڪڪر وسائي، انھن جو رٿون رد ڪري ڇڏي ٿو؛ ۽ ھو ھٿ ھڻڻ لڳن ٿا:

”جن مھانگو ميڙيو، سي ٿا ھٿ ھڻن.“

يعني شاہ صاحب چوي ٿو، تہ اھي واپاري ئي ڏڪر ۽ بک جو ڪارڻ آھن، جيڪي ھترادو مسئلا پيدا ڪن ٿا؛ چاڪاڻ جو مارن وٽ اھو مسئلو ئي ڪونھي. جيئن تہ انھن وٽ بدنيت واپارين وارو واپار ڪونھي، تنھن ڪري انھن وٽ سدائين سڪار آھي؛

تن وهين ويڙهيچن ۾، سدائين سڪار؛
چونديو آٽيو چاڙهين، سندو ڏؤنرن ڏار؛
جن ويڙهين سي واپار؛ سي ڏوٽي هون نہ ڏبرا.

غلط قسم جي حڪومت ئي دراصل واپارين کي هٿي ڏيندي آهي، ۽ هو من مانيون ڪندا رهندا آهن. اڍنگا محصول ۽ ڍلن مٿان ڍلون بہ مهانگائيءَ جو باعث ٿينديون آهن، ۽ عوام ۾ بي چيني ۽ پريشاني پيدا ٿيندي آهي. شاه صاحب انهيءَ ڳالهہ کي پوريءَ طرح محسوس ڪيو هو. شاه صاحب مارن جو مثال ڏيئي فرمائي ٿو، تہ هو اتي انهيءَ ڪري بلڪل خوشحال آهن، جو اتي اڍنگي حڪومت جون دست درازيون ڪونهن. يعني اتي چند ماڻهو پنهنجي ذاتي فائدي لاءِ عوام کي ايذائين نہ ٿا؛

نڪا جهل نہ پل، نڪو رائر راڄ ۾،
آٽيو وجهن آهرين، روهڙي رتا گل،
مارو پاڻ امل، مليرون مرڪٽيون.

غلط قسم جي واپارين ۽ اڍنگي حڪومت کان سواءِ خود عوام بہ هڪ ٻي لاءِ تڪليف جو باعث ٿيندو آهي؛ ڇاڪاڻ جو هرڪو انفرادي طرح سوچيندو آهي ۽ پنهن جي ٿوري فائدي لاءِ ٻي کي وڏي ۾ وڏي نقصان پهچائڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي؛ يعني عوامي ذهن نهايت پست ٿي ويندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ هرڪو چوريءَ يا زوريءَ ٻي جو حق ڦرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. انهيءَ ڪري ماڻهو پنهنجي مال ملڪيت جي بچاءَ ۽ سنڀال لاءِ سوچيندو آهي، ڪوشش وٺندو آهي، ۽ خرچ ڪندو آهي. يعني پست ذهنيت جي ڪري اجايا مسئلا ۽ پريشانيون پيدا ٿي پونديون آهن، ۽ ڪيترو خرچ ڪرڻو پوندو آهي. اها ڳالهہ بہ بک جي مسئلي کي الجهائيندي آهي. شاه صاحب فرمائي ٿو، تہ ٿر ۾ مارو ماڻهو ذٽ تي گذران ڪن ٿا، ۽ ذٽ پيدا ڪندڙ وڻ ٻوٽا سيني جي گڏيل ملڪيت آهن. اهوئي سبب آهي، جو اتي پوک جي حفاظت ۽ سنڀال جو

سوال ئي ڪونهي؛ انهيءَ ڪري ماڻهو بناوتي مسئلن کان آجا آهن:

پاڻهين پڇي پيئون، ريءَ واهت ريءَ واڙ؛
جوءِ ڪشادي جيڏين، ملير موڪ مهاڙ؛
ات اباڻا جنهن جا سا، ماڙيءَ مور مَ چاڙهه؛
جي اڪنديون آراڙ؛ لوهه تنين کي لاهيين.

بک جي مسئلي کان سواءِ انساني فطرت جي ٻين ڪيترن جذبن جو جائزو مليو ٿو. اها انساني فطرت آهي، تہ جنهن ڳالهہ کان ڪيس گهٽو جهلبو آهي، تہ هو زور ڪري ڪندو ئي اها ڳالهہ آهي. حضرت آدم کي روڪيو ويو هو، تہ فلاڻي وڻ جي ويجهو نہ وڃجانءِ؛ پر سندس فطرت جي تقاضا ڪيس مجبور ڪيو ۽ ان وڻ جو ميوو کاڌائين. رومانوي داستانن مان بہ معلوم ٿئي ٿو، جيئن جيئن عاشق کي سمجهايو ويندو هو، تہ فلاڻي ماڻهوءَ جي پچار ڇڏي ڏي، تيئن تيئن سندس دلچسپي وڌندي هئي. شاهه صاحب انهيءَ انساني فطري جذبي جي ترجماني نهايت پُراثر نوع ۾ ڪئي آهي. فرمائي ٿو:

جئن جئن جهلي جڳ؛ تئن تئن تو تاڪيد ٿئي؛
ڳهريو تو ڳالهيون ڪري، وهسي پٽو وڳ؛
لوڪ لتاڙي نند ۾، پنيءَ لالن لڳ؛
آرياڻي اورڳ، پنيوران ٻهر ٿي.

جڏهن وڇڙيا دوست گهڻي وقت کان پوءِ ملڻ وارا هوندا آهن، تہ سوچيندا آهن، تہ جڏهن ملياسين، تہ پاڻ ۾ هي ڳالهيون ڪنداسي؛ پر جڏهن ملندا آهن، تہ اهو وسري ويندو اٿن، جيڪو اڳ ۾ سوچيو هئائون. شاهه صاحب انهيءَ انساني فطرت کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

چيتاري چونڊياس، ڳالهيون سيوئي سڄڻين؛
جہ مہ مقابل ٿياس، تہ سڀ وڃنم وسري.

اهڙيءَ طرح سان انيڪ انساني جذبا صحيح نموني ۾ پيش ڪيا ويا آهن. ان مان معلوم ٿئي ٿو، تہ هن پاڻ سڃاتو هو. ۽ صحيح نموني

سچاتو هو، هن نہ فقط انسان جي روحانيت واري جذبي جي وضاحت ڪئي آهي؛ پر انسان جي مادي ضرورتن جي بہ حقيقت پسندانہ نوع ۾ اپٽار ڪئي آهي. انساني نفسيات کي پوريءَ طرح سان پروڙيو اٿس، ۽ ان جو صحيح جائزو پيش ڪيو اٿس.

انساني فطرت جي تجزيي مان معلوم ٿئي ٿو، تہ انسان ۾ ٻہ قوتون آهن، جن تي سندس فڪر ۽ عمل جو دارومدار آهي؛ قوت ادراڪ، قوت احساس. شاعر ۾ قوت احساس غير معمولي هوندي آهي؛ انهيءَ ڪري شاعريءَ جو دارومدار قوت احساس تي هوندو آهي. ڪن ٿورن شاعرن جي شعر ۾ ٻنهي قوتن يعني ادراڪ ۽ قوت احساس جو دخل هوندو آهي. اهي ئي عظيم شاعر هوندا آهن، ۽ انهن جو ئي پيغام زمان ۽ مڪان جي پابندين کان آجو هوندو آهي. شاهہ صاحب جي ڪلام تي جيڪو ٿورو بحث مٿي ٿي چڪو، ان مان معلوم ٿيندو، تہ سندس ڪلام ۾ اهي ٻئي ڳالهيون ملن ٿيون؛ جنهن ڪري سندس ڪلام ۾ فڪر بہ آهي، تہ پيغام بہ آهي؛ زندگيءَ جي تنقيد بہ آهي، تہ تصوير بہ آهي؛ دلي جذبات ۽ احساسات جي آئينہ داري بہ آهي، تہ معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي ترجماني بہ آهي.



# نوجوان ۽ شاهه

شاهه صاحب جو پيغام اسان لاءِ وڏي اهميت رکي ٿو. هن جيڪي سوچيو ويچاريو، پرجهيو ۽ پروڙيو، ويچاريو ۽ ورتايو آهي، اهو ويهي بيان ڪيو اٿس. انهيءَ ڪري سندس انداز بيان ۾ خلوص آهي، ديانتداري آهي، حقيقت پسندي ۽ صداقت آهي. ان سان گڏ ان ۾ فڪر جي گهرائي آهي، زندگيءَ جي ترجماني آهي، ۽ خيالن جي پاڪيزگي آهي. اعليٰ فڪر جي باوجود ان ۾ ايڏو تاثر آهي، جو ڪهڙي به ذهني معيار جو ماڻهو هوندو، ته پڙهڻ سان بي اختيار ٿي ويندو. خاص طرح سان نوجوان لاءِ ان ۾ وڏي ڪشش آهي. نوجوان، شاهه جي فڪر جي روشني ۾ پنهنجو ڪردار سنواري، سڌاري، پنهنجي شخصيت جي تعمير ۽ تطهير ڪري سگهي ٿو.

نوجوان جڏهن عملي زندگيءَ طرف قدم وڌائيندو آهي، ته سندس ذهن ۾ تازگي ۽ شگفتگي هوندي آهي، ۽ جذبو ۽ ولولو هوندو آهي، ۽ پنهنجي شخصيت کي اڀارڻ جو ارادو هوندو آهي. ان وقت جيڪڏهن سندس صحيح نموني رهنمائي ٿي، ته هن جي طبيعت ۾ نکار ايندو، ۽ منجهس ڪجهه ڪري ڏيکارڻ جو جذبو اجاگر ٿيندو. اهڙيءَ طرح هو صحتمند معاشري، ۽ دنيا جي امن ۽ سلامتي ۽ وطن جي خدمت ۾ اهم ڪردار ادا ڪندو. پر جيڪڏهن ان کي صحيح رخ نه مليو ته وٿواند ٿي ويندو. اهوئي سبب آهي، جو شاه صاحب جو نوجوان ان تهذيب کان وڻءُ وجي ٿو، جنهن کي گندن خيالن، منتشر فڪر ۽ غير صحتمند نظرين لويو ۽ گندو ڪيو آهي:

اڇو پاڻي لڙ ٿيو، ڪالوريو ڪنگن،
ايندا لڄ مرن: تنهن سَرَ مٿي هنجڙا.

نوجوان جيڪڏهن چاهي ٿو، ته هو پنهنجي شخصيت کي اجاگر ڪري، ته هو شاهه جو ڪلام پڙهي ۽ ان مان رهنمائي حاصل ڪري. هو جيڪڏهن شاهه صاحب جي ڪلام تي سوچ ۽ ويچار ڪندو ته کيس معلوم ٿيندو، ته شاه صاحب جي فڪر جو بنياد خود شناسي تي آهي. هو ٻڌائي ٿو:

"پهرين سڃاڻج پاڻ، پڇج پوءِ پريتڻو."

يعني شاه صاحب جيڪو نظريہءِ حيات ڏنو آهي، ان جو اولين اصول پاڻ سڃاڻڻ آهي. هو چوي ٿو، ته جڏهن مون کي عرفان ذات حاصل ٿيو، تڏهن سموريون راهون روشن ٿيون ۽ منزل مقصود تائين پهچڻ ۾ ڪاميابي ٿي:

جو مون پڙهيو پاڻ لئي، سبق سابق جو،
پهرين سڃاتم پانهنجي نفس جو نهو،
جت عرفان اصل ۾، تي روحن روز ڪيو،
وري ورق ويو، گڏيم وڏ وصال جو.

نوجوان جيڪڏهن زندگيءَ جي حقيقت ڄاڻڻ گهرندو، ته شاه صاحب کيس ٻڌائيندو، ته انسان کي هن غمن ۽ سورن، تڪليفن ۽ آزمائشن جي دنيا ۾ موڪليو ويو آهي، ۽ خالق حقيقي طرفان اهو به چيو ويو آهي، ته انهن تڪليفن ۽ مصيبتن سان منهن ڏيئي، پاڻ کي دنيا جي گندگين ۽ آلودگين کان پاڪ رک:

مون کي مون پرين، ٻڌي وڌو ٻار ۾،
ايا ائين چون، متان پاند پسائيين.

هو ائين به چوي ٿو، جيستائين انسان ڪوشش نه ڪندو، جدوجهد نه ڪندو، تيستائين هو پنهنجي جوهر کي ظاهر ڪري نه سگهندو. اهوئي سبب آهي، جو هو هر گهڙي ۽ هر پلڪ تحرڪ ۾ رهڻ جي تلقين ڪري ٿو:

تتي تڏي ڪاھ، ڪانھي ويل وھڻ جي،
متان ٿئي ُاوندا ھ، پير نہ لهين پريءَ جو

نوجوان کي شاہ صاحب جي هن هدايت مان سبق حاصل ڪرڻ گهرجي، ۽ سوچ ۽ لوچ سان پنهنجي زندگي سڦلي ۽ سڪارتي ڪرڻ گهرجي. ھي بيت ۾ علم ۽ عمل تي زور ڏيندي چوي ٿو:

پڇن سي پسن، جڏھن تڏھن پريءَ کي،
ڏوريندڙيون ڏسن، اڳڻ عجيبن جا.

نوجوان، انفراديت ۽ آزادي چاھيندو آھي. شاہ صاحب بہ انسان جي انفراديت، انفرادي خصوصيتن ۽ آزادي جو قائل آھي. البت ھو انسان جي انفرادي ڪوشش کي ڇڙواڳ نہ ٿو ڇڏي. هن جو خيال آھي، تہ ڪن پابندين کان سواءِ آزاديءَ جو تصور ڪري نہ ٿو سگهجي. ھو ٻڌائي ٿو تہ اسان جي ذاتي ۽ اجتماعي ڀلائي انهيءَ ۾ آهي، تہ اسان الله تعاليٰ جي مقرر ڪيل حدن اندر پنهنجي زندگي گذاريون، ۽ ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيون:

”ساري سڪ سبق، شريعت سندو سوھڻي.“

بندگي، انسان جي مزاج ۽ فطرت جو مکيہ جز آھي. نوجوان، جيڪڏهن شاہ صاحب جي شعر تي غور ڪندو، تہ ڪيس اھا حقيقت بہ سمجهايل نظر ايندي. شاہ صاحب ٻڌائي ٿو تہ انسان ڪنهن بندگيءَ کان آجو ڪونهي. جيڪڏھن انسان هڪ الله جي بندگي نہ ڪندو، تہ ڪک پن، انسان ۽ حيوان جي پوڄا ۾ مبتلا ٿيندو. ھو سمجهائي ٿو، تہ توحيد جو تصور اسان کي گهڻن خدائن جي پرستش ۽ ذهني قيد ۽ بند کان آجو ڪري ٿو. توحيد جي عقيدي تي ايمان آڻڻ کان پوءِ ئي انساني ذهن ۾ صحيح آزاديءَ جو تصور اڀري ٿو، انساني ارتقا جون راھون روشن ٿين ٿيون، ۽ صحيح معنيٰ ۾ ڪاميابي حاصل ٿئي ٿي:

وحد لاشريڪ لہ، اي وھائج ويءُ،
ڪنيين توڙي ھارائيين، ھنڌ تنهنجو ھيءُ،
پاٽا چونڊءِ ٻيءُ، ڀري جام جنت جو.

شاه صاحب، توحيد سان گڏ رسالت جي عقيدي کي بہ ضروري سمجهي ٿو. هو ٻڌائي ٿو، تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي پيروي ۾ ئي انسان جي فلاح ۽ بهبود ۽ انساني ذهن جي ترقي ۽ آزاديءَ جو راز سمايل آهي:

وحده لاشريڪ لہ، جان ٿو چئين اينءَ،
تان مڃ محمد ڪارڻي، نرتئون منجهان نيهہ،
تان تون وڃي ڪيئن، نائين ڪنڌ ٻين کي.

اسلامي تعليم جي حوالي سان شاه صاحب، محبت، هڪ جهڙائي، سُرت ۽ ساڃاهہ جو سبق ڏنو آهي. هو چوي ٿو، تہ فرق ۽ امتياز، ويڇا ۽ وڇاندر، انسانيت کي ٻاڱا ٻاڱا ڪرڻ جو باعث آهن. ان سلسلي ۾ اسان جي نوجوان کي شاه صاحب جي هنن بيتن تي غور ڪرڻ گهرجي:

”جيئن مينهن ڪنڌين پور، تيئن دوست وراڪو دل سين“

---

ڪرُو منجهہ ڪڙي، جيئن لوهار لپيٽيو،
منهنجو جيءَ جڙي؛ سپيريان سوگهو ڪيو.

---

ڪاتب لکيو جيئن، لايو لام الف سين،
اسان سڄڻ تيئن؛ رهيو آهي روح ۾.

مطلب تہ شاه صاحب جي ويچار ۽ پيغام ۾ انساني حقيقت چٽي طرح بيان ڪيل آهي. ان ۾ نہ غير فطري ۽ غير قدرتي ڳالهيون ملن ٿيون ۽ نہ ان ۾ فلسفانہ مونجهارو آهي. هن انساني زندگيءَ جو مٿانهون مقصد نهايت اثرائتي انداز ۾ سمجهايو آهي. شاه صاحب ٻڌايو آهي تہ، زندگي هڪ موقعو آهي، ۽ اها انهيءَ لاءِ آهي تہ انسان پنهنجو پاڻ کي سنواري، اجرو ڪري. سندس نظر ۾ انهيءَ اجارڻ جو رستو اهو آهي، تہ انسان خود پرستي ختم ڪري، ۽ هوس ۽ نفساني خواهشن تي قابض ٿئي، ڇاڪاڻ جو اهي خواهشون ۽ سڌون انسان کي صراط المستقيم تان هٽائي ڇڏين ٿيون. نوجوان کي جڳائي، تہ هو شاه صاحب جي ان پيغام موجب زندگي گذاري.

# رسالي جي ڪهاڻين جو فڪري ۽ فني جائزو

باڪمال شاعر ۽ اديب، ڪنهن ادبي ۽ فڪري شاهڪار تخليق ڪرڻ وقت تمثيلن ۽ علامتن، تشبيهن ۽ اشارن کان ڪم وٺندا آهن، تہ جيئن دلڪشي ۽ تاثير بہ پيدا ٿئي، تہ پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ جي ذهن ۾ هلچل بہ پيدا ٿئي. دنيا جي سمورن غير فاني شاعر جو شعر تمثيلي آکاڻين، انوکين علامتن ۽ ماحول مان ورتل تشبيهن جي تاڃي پيٽي ۾ اڻيل آهي.

تمثيل لاءِ آکاڻيون انهيءَ لاءِ بہ استعمال ڪيون وينديون آهن، تہ جيئن مطلب وڌيڪ واضح ٿئي، ۽ حقيقت پوريءَ طرح ذهن نشين ٿئي. دنيا جي شاعرن توڙي مفڪرن پنهنجي مقصد جي اظهار لاءِ يا تہ پنهنجون آکاڻيون جوڙيون آهن، يا وري روايتي آکاڻين کي استعمال ڪيو آهي. مولانا روم، پنهنجي مقصد بيان ڪرڻ لاءِ ڪيتريون ئي ڪهاڻيون جڙتو آڻي ٿو، جن مان ڪيتريون تہ غير فطري معلوم ٿين ٿيون. جامي وري روايتي ۽ تاريخي ڪهاڻين ۾ پنهنجو رنگ پيدا ڪري ٿو. مفڪرن ۾ ابن طفيل اندلسي پنهنجي ڪتاب "جيئرو پٽ جاڳندو" ۾ پنهنجي جوڙيل آکاڻي ذريعي پنهنجو مقصد بيان ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح انگريزي اديب ۽ مفڪر "ڪارلائل" بہ پنهنجي مدعا بيان ڪرڻ لاءِ هڪ مقصدي ڪهاڻي بيان ڪري ٿو، جيڪا غير قدرتي معلوم ٿئي ٿي.

مطلب تہ آکاڻيءَ کي تمثيل طور آڻڻ، عالمي ادب جو هڪ بنيادي قدر آهي ۽ هر شاعر ڪنهن نہ ڪنهن نموني ان جو پابند رهيو آهي. اسان جي شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو شعر بہ آکاڻين ۾ اڻيل آهي.

شاه صاحب جي شعر جي فني ۽ فڪري تجزيو ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿيندو، ته شاه صاحب جي رسالي ۾ آيل آکاڻين جو انداز هن نموني جو آهي:

۱. ڪن شاعرن ۽ مفڪرن، مفصل ۽ مڪمل ڪهاڻيون بيان ڪيون آهن، جن مان سندن اصل مقصد نروار ٿئي ٿو. ڪن وري مڪمل ڪهاڻيون بيان ڪرڻ کان پوءِ آخر ۾ انهن مان نڪتا ڪڍي نروار ڪيا آهن. اهو نمونو مثنوي مولانا روم ۾ ملندو.

شاه لطيف جو طريقو منفرد ۽ مختلف آهي. هو مڪمل ۽ مفصل ڪهاڻي بيان نه ٿو ڪري، پر آکاڻين جي سٽا ۽ ڪردارن ڪي اشاري طور آڻي، پنهنجي مقصد کي ظاهر ڪري ٿو. هو جڻ قاريءَ کي ڪهاڻين جون مختلف ڳالهيون ياد ڏياري، پنهنجي مقصد ڏانهن وٺي وڃي ٿو.

۲. شاه لطيف جي رسالي ۾ آيل ڪهاڻيون، شاه صاحب جون پنهنجون جوڙيل نه آهن، پر اهي ڪهاڻيون اڳي ئي سنڌ ۾ مشهور ۽ مقبول هيون، ۽ سنڌين جي انهن سان بيحد دلچسپي هئي. نه فقط ايترو، پر انهن آکاڻين کي تاريخي ۽ ثقافتي حيثيت حاصل آهي، جنهن تي اڳتي هلي تفصيل سان بحث ڪيو ويندو.

۳. شاه صاحب پنهنجا جذبات، احساس ۽ مقصد ڪهاڻين جي ڪردارن جي واتان بيان ڪيو آهي، ۽ جيڪا تمثيل رکي اٿس، ان کي ڪيترن هنڌن تي واضح به ڪيو اٿس. مثال طور "سرمارئي" ۾ مارو، ٿر، پرينءَ سان لائون لهڻ جون تمثيلون آيون آهن. هن بيت ۾ واضح ڪيو اٿس، ته پرينءَ يا "مارو" مان سندس مطلب آهي: خالق ڪائنات، ۽ پرينءَ سان لائون لهڻ مان سندس مراد آهي؛ الست جو عهد:

چرن چٽڪن چت ۾، وساريان ڪيئن وري؛
ڪنا عهد الست جي، ڪر تهائين پري؛
لم يلد ولم يولد، مارئي ڪوه ڪري؛
اڄ ڪ ڪال مري، ساري سانبيڙن ڪي.

”سسئي پنهون“ جي سلسلي ۾ ”سر ديسي“ ۾ هيٺين بيت ۾ ”پنهون“ لاءِ ”رفيع الدرجات“ جو لفظ آڻي، ”پنهون“ جي علامت کي واضح ڪيو اٿس، جنهن مان سندس مطلب آهي: نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم:

ڪيچي ڪال کهي ويا، اديون آڌي رات؛
جاڳان تان جيڪس ٿئو، وهاڻي پريات؛
ڦوڙائو فقير ڪي، ڏنو جتن ذات؛
رفيع الدرجات، پرمل پنهون ميڙيين.

”سرڪاموڏ“ ۾ ”نوري ڄام تماچي“ جو رومانوي داستان آهي. ان ۾ ”نوري“ ۽ ”ڄام تماچي“ جون علامتون آهن. ”نوري“ نياز ۽ نئڙت جي نشاني آهي، ۽ ڄام تماچي ”نوازيندڙ“ ۽ ”پال پالائيندڙ“ جي تمثيل ۾ آندو ويو آهي. هيٺين بيت ۾ ”لم يلد ولم يولد“ آڻي، ”ڄام تماچي“ جي ڪردار کي نروار ڪيو ويو آهي. ان مان بخوبي معلوم ٿئي ٿو، ته ”نوري“ مان سندس مطلب آهي: ”ٻانهو“ ۽ ”ڄام تماچي“ مان سندس مراد آهي: ”سندس رب“:

ننڍي وڏي گندري، سين آهم سياءُ؛
لم يلد ولم يولد، اي نجابت نياءُ؛
ڪبر ۽ ڪبرياءُ، تخت تماچي ڄام جو.

۴. ڪهاڻين جي سورمين جي مزاج، فطرت ۽ عمل جي ترجماني به ڪئي اٿس، تہ انهن جي ڪردار تي ڀرپور تنقيد بہ ڪئي اٿس، جيئن سهڻيءَ لاءِ چوي ٿو:

ڏينهان گهاريئين ڏم سان، راتيان ساڻ ميهار؛
ورتائين بہ پار، تيلانهن ٻڏي سهڻي.

سسئيءَ ڪي ميار ڏيندي چوي ٿو:

ليل نہ جاڳين لڪ سين، ستينءَ رات سڄي.
هتان هو تاڻين جون، ويبون خرزينون ڪڇي،

پوري! تون نہ پڇي، سبب ڪه ساٿي مڙيين.

مومل، پنهنجي ڪوتاهين جو اعتراف ڪندي چوي ٿي، تہ مون جيڪي غلطيون ڪيون، اهي ٿي منهنجي آڏو آيون:

ڪين ساڳاهيم سپرين! جاڙون ڪيم جال،
سودا مون ڪي ڪال: موٽي مه ۾ آئيون.

لالچ ۽ لوڀ، حرص ۽ هوس، دنيا پرستي ۽ جاه طلبي: انسان کي اعليٰ مقصد ۽ خدا جي واٽ تان ٿيڙي ڇڏين ٿا. شاه صاحب انهيءَ مقصد جي نسبت سان ليلا کي سندس ڪوتاهي ياد ڏياريندي چوي ٿو:

مٽي تي موهجي، هاري! ڳچيءَ هار:
ڪوڙيين ڪئا ڪيترا، انهين خر خوار:
پري وئو پتار: آيءَ ڏنءَ ڏهاڳ جو.

شاهہ صاحب چوي ٿو، تہ دانائي تي غرور ڪرڻ بہ انسان لاءِ هاجيڪار آهي. ليلا انهيءَ حقيقت جو اعتراف ڪندي چوي ٿي:

ڏاهي هيس ڏيهه ۾، سرتين منجهه سڄاڻ،
ڪا جا پيم ڪاڻ: جه جه مٽانهون نہ ڪٽان.

۵۔ شاهہ صاحب ڪهاڻين جي تمثيل ۾ ۽ سورمين جي زباني زندگيءَ جو اعليٰ فڪر، ۽ خود شناسي ۽ خدا شناسيءَ جو درس ڏنو آهي. حقيقت اها آهي، تہ قديم زماني کان انسان پنهنجي ذات ۽ ڪائنات جي رنگارنگيءَ تي سوچيندو رهيو آهي. پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ۽ پنهنجي اندر جي اونهاين تي سوچ ۽ ويچار ڪرڻ، صوفين ۽ فيلسوفن جو مک مضمون رهيو آهي. مسلمان صوفي بزرگن، انهيءَ مسئلي کي قرآني تعليمات جي روشنيءَ ۾ سمجهايو آهي. قرآن حڪيم ۾ آيو آهي:

ولقد خلقنا الانسان ونعلم ماتوسوس به نفسه ونحن اقرب اِليه من حبل الوريد (ق ۔ ١٦)

(۽ بيشڪ ماڻهوءَ کي پيدا ڪيوسين ۽ سندن نفس ڪيس جيڪو وسوسو وجهندو آهي، سو ڄاڻندا آهيون، ۽ اسين ڏانهس (سندس) ساهہ

جي رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون.)

صوفي بزرگن انهيءَ آيت جي روشنيءَ ۾ پاڻ سڃاڻڻ تي تمام گهڻو زور ڏنو آهي، ۽ انهيءَ آيت جو پويون حصو شاهديءَ طور آڻي، اسان جو ڌيان ڇڪايو آهي. شاهه صاحب سسئيءَ کي صلاح ڏيندي چوي ٿو:

وڃين ڇو وٽڪار: هٿ نہ ڳوليين هوت کي؟
لکو ڪين لطيف چي، ٻاروچو ٻي پار:
اٿي سسئي، ٻڌ سندرو، پرت پنهوءَ سين پار،
نايو نيڻ نهار: تو ۾ ديرو دوست جو.

شاه صاحب منطقي انداز ۾ پنهنجي ذات ۽ معرفت حقيقي جو تجزيو ڪندي چوي ٿو، تہ مشاهدو ۽ مطالعو ٻڌائي ٿو. تہ ذات حقيقي جو جلوو انسان جي اندر ۾ جاري ۽ ساري آهي. انهيءَ ڪري پنهنجو پاڻ فنا ڪري ڇڏبو، تہ فقط اها ذات حقيقي قائم ۽ دائم رهندي. ان کان پوءِ جيئن تہ هو پاڻ رهندوئي ڪونہ. تہ فقط ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري نظر ايندو. شاه صاحب اها حقيقت سسئيءَ جي زباني هن طرح بيان ڪئي آهي:

پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ:
تہ نڪو ڏونگر ڏيهہ ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ: سسئي تان سور هئا.

شاه صاحب جي نظر ۾ ڪائنات جي ڪثرت جون رنگينيون الله تعاليٰ جي صفتن ۽ اسمن جا مظهر آهن. الله تعاليٰ ظاهر ڪرڻ وارو آهي ۽ ڪائنات، مظهر آهي. هن پنهنجي صفتن ۽ اسمن کي هن ڪائنات جي ظهور سان ظاهر فرمايو آهي. شاه صاحب سسئيءَ جي واتان اها حقيقت هن طرح آشڪار ڪئي آهي:

ووڙيم سڀ وڻاڻ: يار ڪارڻ جت جي:
والله بڪل شيءَ محيط، اِي آرياڻي اهڃاڻ:
سڀ ۾ پنهون پاڻ: ڪينهي ٻئو ٻروچ ري.

انهيءَ حقيقت کي هٿ ڪرڻ لاءِ صوفي بزرگن فنا ۽ بقا جو مسئلو سمجهايو آهي. شاهه صاحب پنهنجي مخصوص انداز ۾ هن مسئلي کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. سندس مقصد آهي، ته سالڪ پنهنجي نسبت بلڪل سلب ڪري ڇڏي، ۽ فقط حق تعاليٰ جو وجود پنهنجي ظهور ۾ ثابت ڪري. نه فقط ايترو، پر هو پنهنجو ظهور ئي ذات مطلق جو ظهور سمجهي. شاهه صاحب، قرآن شريف جي آيت جي شاهديءَ سان اها حقيقت سمجهائيندي، سسئيءَ کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

هيڪر هئڻ ڇڏ، ته اوڏي ٿيين عجيب کي،
مارَاَيۡت شياً ورايت الله، نيئي اجها اوڏاهين اڏ،
ته هوت توهين ڪان هڏ، پرين پاسي نه ٿيي.

شاهه صاحب جي نظر ۾ ذات باري تعاليٰ جي درٻار ۾ عجز ۽ انڪساريءَ سان ئي فنا جي تڪميل ٿئي ٿي. صوفي بزرگن ٻڌايو آهي، ته جيڪو فنا جي درجي تي پهتو، جنهن عبديت جي مقام کي سڃاتو، جيڪو عاجزيءَ ۽ انڪساريءَ جي رستي تي هليو، اهو جڏهن روئي ٿو، ته حق تعاليٰ سندس ڳوڙها اگهي ٿو، اهو جيڪڏهن ڪِري ٿو، ته حق تعاليٰ کيس سهارو ڏئي ٿو؛ هو الله تعاليٰ جي آڏو پاڻ کي ذليل سمجهي ٿو، ته خالق ڪائنات کيس عزت جي خلعت پهرائي ٿو، هو فنا ٿئي ٿو، ته حق تعاليٰ کيس بقا جو درجو ڏئي ٿو. شاهه صاحب اها معرفت سمجهائيندي ليلا کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

سيئي سهاڳڻيون، سيني ڳچيءَ هار؛
پسڻ ڪارڻ پريءَ جي، سهسين ڪن سينگار؛
ڊول ٿنين جي ڊار؛ هيڻاهون هلن جي.

فنا جي منزل ماڻڻ لاءِ سالڪ کي سختيون سهڻيون پون ٿيون، ۽ ڪيترين ئي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. هونئن به زندگي ڏکن ۽ سکن جو گڏيل نالو آهي. ڏکن ۽ سکن جون سرحدون مليون پيون

آهن. شاه صاحب جي نظر ۾ سچو سالڪ اهو آهي، جيڪو درد مان بہ لذت حاصل ڪري ٿو، ۽ سمجهي ٿو، تہ حقيقي زندگي، ڏکن ۽ ڏوجهرن ۾ پنهان آهي. يعني شاه صاحب جي نظر ۾ ڏک سکن جي سونهن آهي. عربي شاعر ابوالعلاالمعري (وفات ۱۰۵۷ ع) پنهنجي هڪ شعر ۾ چيو آهي:

”اسان مصيبت سهون ٿا، ڇو؟ ان لاءِ تہ اسان ڄاڻون ۽ اهو اسان جو ڄاڻڻ ئي اسان جو سمورو علم آهي. جيڪڏهن اسان درد جي ٿوس پهاڙن کي بي پرواهيءَ سان هٽائڻ جي ڪوشش ڪنداسون، تہ پوءِ محبت ۽ همت جا گنبذ ڪري پوندا.“

شاه صاحب، سسئيءَ جي ڪاميابيءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو، تہ ڏکن، ڏولائن ۽ ڏوجهرن مان ڪيس پرينءَ جو پرو پيو، ۽ سورن ئي سونهائي ڪئي، جو ڪيسَ ورَ جو وصالِ حاصل ٿيو:

ڏيکاريس ڏکن، گندر گس پرين جو،
سنهائي سورن، ڪي هيڪاندي هوت سين.

خود سسئي انهيءَ حقيقت جو اظهار ڪندي چوي ٿي، تہ جڏهن سَوَنِ سکن جي بدلي، ورهہ جو وکر وهايم، تڏهن ئي پرينءَ جو پرو پيو:

سؤ سکن ڏيئي، ورهہ وهائم هيڪڙو،
مون کي تہ نيئي، پير ڏيکاريو پريءَ جو.

اهڙيءَ طرح شاهہ عرفان ۽ ايقان جا نڪتا، زندگيءَ جون اعليٰ حقيقتون، فلسفي ۽ فڪر جا اسرار و رموز ڪهاڻين جي ڪردار جي ذريعي بيان ڪيا آهن.

٦. ڪهاڻين جو پس منظر بيان ڪندي، شاه صاحب سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن، ثقافت ۽ مزاج، جغرافيائي حالتن ۽ تاريخي اهڃاڻن جو ذڪر بہ نهايت خوبيءَ سان ڪيو آهي. ”عمر مارئي“ جي داستان ذريعي ٿر جي رهاڪن جي رهڻي ڪهڻيءَ جي ترجماني ڪئي اٿس، ۽ ماڻهن

جي مزاج ۽ فطرت جي عڪاسي ڪئي اٿس. پنهنجي مارن جي اعليٰ روايتن جو ذڪر ڪندي، مارئي چوي ٿي:

اي نہ مارن ريت، جيئن سيڻ مٽائن سون تي،
اچي عمر ڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانہ ڪريت؛
پکن جي پريت؛ ماڙين سين نہ مٽيان.

پنهنجي وطن ڄائين جون خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪندي چوي ٿو:

ور سي وطن ڄائيون، صحرا ستر جن؛
گولاڙا ۽ گگريون، اوڇڻ اباٽن؛
ويڙهيا گهمن وليين، جهانگي منجھ جهنگن؛
مون کي ماروئڙن، سڄ ٻڌائي سيج ۾.

پنهنجي وطن وارن جي رهڻي ڪهڻيءَ جو ذڪر ڪندي، مارئي عمر کي مخاطب ٿي چوي ٿي:

آٽين ۽ چاڙهين، ڏٽ ڏهاڙي سومرا؛
ستا ڪئو سيد چي، سائون سڪائين؛
منجها لنب لطيف چي، چائنر ڪئو چاڙهين؛
پلاءُ نہ پاڙين، عمر آراڙي سين.

هو انهيءَ سادگيءَ ۾ بي انتها خوش آهن. ڇاڪاڻ جو هو حرص ۽ هوس جو شڪار نہ آهن. مارئي عمر کي مخاطب ٿي چوي ٿي:

ٿوري قوت قرارئا، رهن سبر ست،
ڪتي ۾ ڪه يڪلئا، پوٺن اهڙي پت،
پنهوارڪي پت؛ پيهي پڇ ملير ۾.

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي ذات اقدس جي طفيل غريب ۽ مسڪين ماڻهن جو مان مٿانهون ٿيو. ۽ امير غريب جا ويڇا ختم ٿي ويا. پاڻ سڳورن اُبرن، اسونهن ۽ اڄاڻن کي پنهنجو ڪيو ۽ انهن کي صحيح رستي سان لاتو. شاه صاحب انهيءَ حقيقت کي نوري ڄام تماچي

جي ڪهاڻي جي حوالي سان هن طرح بيان ڪيو آهي. هن بيت مان سنڌ جي مهاڻن جي رهڻي ڪهڻي جي چٽي عڪاسي ٿئي ٿي:

چاڙيون، ڪاريون، ڇڄ، ڇڄرين، جن جي محبت مڇي سان،
رهن، وهن سر پانڌ ٻڌين، سيپئي بدبوءِ هاڻ،
لڌڙن جنئن لطيف چئي، پاڻي وجهن پاڻ،
تن ملاحن ماڻ، سمي سر ڪئو پاهجي.

اهڙي طرح شاه صاحب سنڌ جي ثقافت جي ترجماني به ڪئي آهي، ته اعليٰ فڪر، زندگيءَ جي حقيقت ۽ مقصد به ذهن نشين ڪرايو آهي.

سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جي ترجماني ڪندي، شاه صاحب جتي سنڌ جي سادي ۽ سباجهي عوام جي ترجماني ڪئي آهي، ته سنڌ جي اميرن ۽ خوشحال ماڻهن جي هلت چلت جو به بيان آندو اٿس. ”سر مومل راڻو“ ۾ سنڌ جي سدا ملوڪ سوڍن جي سونهن، سوڀيا ۽ سينگار جي ساراهه هن طرح ڪئي اٿس:

جهڙا پانن پن، تهڙيون سالون مٿن سائيون؛
عطر ۽ عنبير سين، تازا ڪيائون تن؛
مڙهيا گهٽو مشڪ سين، چوتا ساڻ چندن،
سُنهن ربي سون سين، سندا ڪامڻ ڪن؛
ڪيائين لال لطيف چئي، وڏا ويس ورن؛
منجهه مرڪنس من؛ سوڍي سين سڱ ٿئو.

سر ”ڪاموڏ“ ۾ ”نوري ڄام تماچي“ جي رومانوي داستان ڏانهن اشارو آهي. ان ۾ سنڌ جي مهاڻن جي رهڻي ڪهڻي به ڏيکاريل آهي.

”سر ساموندي“ ۾ انهن سنڌي عورتن جي ڪيفيت بيان ڪيل آهي، جن جا ور، واپار جي سانگي سفر تي اسهندا هئا. ۽ اُٺانگي ساموندي سفر ۽ ڏاڍا ڏينهن لڳائيندا هئا. هيٺين بيت ۾ اهڙي وڻجاري جي زال جي انتظار ۽ اوسيئڙي جي ڪيفيت بيان ڪيل آهي:

تن جنين جي تانگ، سي سڄڻ سفر هليا؛

لئع لات، لطيف چئي، ڪڏھ ايندم ڪانگ:
ڪہ سڻائي سانگ، پرين پرڏيھي ڪئا.

٧. شاھ جي آڪاڻين ۾ جيڪو اثر ۽ اعليٰ فڪر نظر اچي ٿو؛ اھو صرف شاہ صاحب جي فن جي ڪمال جي ڪري آھي. "سھڻي ميھار" جي آڪاڻي ۾ جيڪڏھن "سھڻي" جي ڪردار جو تجزيو ڪيو ويندو، تہ اھو اسان کي ناگوار لڳندو، پر جڏھن شاہ صاحب "سھڻيءَ" کي تمثيل طور آڻي ٿو، تہ سھڻيءَ جو ڪردار اتم ۽ اعليٰ ٿيو پوي؛ ۽ ھمت، جرئت ۽ قربانيءَ جي بيمثل علامت بڻجيو پوي:

گھڙي گھڙو ھٿ ڪري، الاھي تھار،
ڄنگھ ڄرڪي وات ۾، سسي کي سيسار،
چوڙا ٻيڙا چڪ ۾، لڙ ۾ لڙيس وار،
لکين ڇھتيس لوھٽيون، ٿيلھيون ٽرنئون ڏار،
مڙيا مڇ ھزار، ياڳا ٿيندي سوھڻيءَ.

"عمرمارئي" جي آڪاڻي ۾، مارئي مک ڪردار آھي، جيڪا ٿر جي رھواسي آھي، جتي ڏٿ ۽ ڦوڳ تي مارن جو گذر ٿئي ٿو. مارئي، عمر جي لذيذ طعامن، اوچن ڪپڙن ۽ عاليشان محلن ۽ ماڙين تي ٿر جي ڏٿ، لاڪ ـ رتي، لوئي ۽ پنھوارن جي پکن کي ترجيح ڏئي ٿي؛ ۽ عمر جي سمورين آڇن کي رد ڪري ڇڏي ٿي. ھوڏانھن "نوري ڄام تماچي" ۾ "نوري" مک ڪردار آھي، جيڪا ڪينجھر جي مھاڻي آھي. مھاڻن جو مڇي سان واھپو آھي، ۽ ڪُرَ ۽ ڪوڏيون سندن قوت آھي. يعني "نوري" جي مائٽن جي ٻہ ساڳي ئي نموني سادي زندگي آھي، جھڙي مارئيءَ جي مائٽن "مارن" جي. پر "نوري"، مارئيءَ جي ڪردار جي ابتڙ ھڪ بادشاہ جي آڇ کي قبول ڪري ٿي ۽ نوريءَ جا مائٽ بادشاہ جي نوازڻ تي بيحد خوش ٿين ٿا. ۽ سندن حالت ئي بدلجي وڃي ٿي. ظاھري طرح ٻنھي آڪاڻين جي ڪردارن ۾ اصولي تضاد آھي. پر شاہ صاحب جڏھن پنھنجي فن جي ذريعي ٻنھي ڪھاڻين جي ڪردارن جي

عڪاسي ڪري ٿو، تہ ٻنهي آڪاٽين جا ڪردار عظيم نظر اچن ٿا.

"نوري" نهٺائيءَ جي علامت بڻجي پيئي آهي، تہ "مارئي" حب الوطني جو اڻ مٽ اهڃاڻ؛ اهو شاه صاحب جي فن جو ڪمال آهي. "نوري" جي "واتان" سندس نيازءِ نهٺائي هن طرح بيان ڪيل آهي:

تون سمون، آءٌ گندري، مون ۾ عيبن لک؛
هن منهنجي حال جي، توڪي سڀ پرک؛
ڪاڻ رب الک، متان ماگر مٽيين.

"نوري" جي ڪردار جي ضد ۾ "سمين" ۽ "سومرين" جو غرور ۽ تڪبر ڏيکاري، نوريءَ جي ڪردار ڪي نهايت متانهون ۽ ڪامياب ڏيکاريو ويو آهي:

ڪوءِ سميون، ٻن سومريون! جي اچن اونچي ڳاٽ؛
وَرُ سي ڪينجهر ڇائيون، جن تماچيءَ جي تات؛
راتين ملا رات؛ ماٺڪ ميءَ پرائيو.

نوري جي نيازءِ نهٺائيءَ جي ڪري، مهاڻن بہ مان لڌو:

ڇارا ۽ ڪارا، مال جنين جو مڪڙيون؛
تماچيءَ جي تڪيي، اچن سوارا؛
مي مڇي مارا؛ سمي سي سيڻ ڪئا.

"نوري" جي ڪردار جي مقابلي ۾ مارئي، پنهنجي مارن وٽ رهڻ پسند ڪري ٿي، ۽ وطن جي شين لاءِ اڪير ڏيکاري ٿي:

تن ساڏوهين سڌ مران، ڏنگا جنين ڏار؛
پٽي سان پتار، پائر پيرون چونديان.

نوريءَ جا مائٽ، ڄام تماچيءَ جي طفيل خوشحال ٿي وڃن ٿا، پر مارئيءَ جا مائٽ "سون" تي سيڻ ڪونہ ٿا متائين:

"اي نہ مارن ريت جئن سيڻ متائن سون تي."

انهيءَ تضاد هوندي بہ شاه جي فن جي ڪمال سبب ٻنهي ڪهاڻين جا ڪردار عظيم نظر اچن ٿا.

## تاريخي حيثيت:

شاه جو شعر جن ڪهاڻين جي تاجي پيٽي ۾ اڻيل آهي، اهي ڪي فرضي يا جڙتو ڪهاڻيون نہ آهن، پر انهن ڪهاڻين کي تاريخي حيثيت حاصل آهي، اهي ڪهاڻيون قديم زماني ڪان سنڌي ثقافت جو جز رهيون آهن ۽ عوام جي انهن سان بيحد دلچسپي رهي آهي. اهوئي سبب آهي، جو شاه صاحب پنهنجي پيغام لاءِ انهن کي منتخب ڪيو آهي، تہ جيئن پنهنجو مقصد ۽ مفهوم پوريءَ طرح ذهن نشين ڪرائي سگهجي. شاه صاحب اشارتي انداز ۾ انهيءَ ڪري اختيار ڪيو آهي، جو ڪيس خبر هئي، تہ انهن ڪهاڻين جي ستا ۽ ساخت ڪان سمورا سنڌي باخبر آهن.

اها هڪ مڃيل ڳالهہ آهي، تہ شاه جي رسالي سان تعلق رکندڙ سموريون ڪهاڻيون سنڌ جي تاريخي واقعن سان وابستہ آهن ۽ انهن جي تاريخي حيثيت ثابت ٿيل آهي. انهن ڪهاڻين مان "سسئي ۽ پنهون"، "سورٺ ۽ راءِ ڏياچ"، "مومل راڻو"، "عمر مارئي"، "ليلا چنيسر"، "سهڻي ميهار" ۽ "مورڙي ۽ مڇ" جو قصو، سومرن جي دور جا داستان آهن. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، "سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ" (ص ۵۷ ۽ ۵۸) ۾ لکيو آهي:

"انهن قصن ۾ غالباً اوائلي قصو "سسئي پنهون" جو آهي، جنهن جو بنياد سنڌ ۽ بلوچستان جي وچ ۾، قافلن ذريعي واپار واري ماحول تي ٻڌل آهي. اهو واپار عربن جي بنايل انهيءَ خشڪي شاهراه سان هلندو هو، جيڪا لس ٻيلي، ڪيچ مڪران، ڪرامان ۽ اهواز ڪان ويندي عراق تائين جاري هئي. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو، تہ اهو قصو عربن جي دور جي بلڪل آخر يا ڪجهہ پوءِ جو آهي. ڀنڀور وٽان درياءَ پڻ انهيءَ اڳاٽي دور ۾ وهندڙ هو."

تاريخي آثارن مان هو بہ معلوم ٿيو آهي، تہ ان زماني ۾ ڀنڀور وڏو عاليشان شهر هو، ۽ واپار جو وڏو مرڪز هو. اهي ڳالهيون ۽ اهڃاڻ "سسئي پنهون" جي تاريخي حيثيت کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن.

"مورڙي ۽ مڇ" جي قصي بابت محترم ڊاڪٽر بلوچ لکيو آهي:

"مورڙي ۽ مڇ جو قصو پڻ عربن جي حڪومت جي زوال ۽ سومرن جي بلڪل اوائلي دور جو آهي، ڇاڪاڻ ته هن قصي جو مرڪز "سون مياڻي" ۽ "ڪلاچي" (ڪراچي) وارو سامونڊي ڪنارو آهي، جو سنڌ ۽ عراق واري شاهراهه تي واقع آهي." (ص ٥٩).

اهڙيءَ طرح "سورٺ ۽ راءِ ڏياچ"، "عمر مارئي"، "مومل راڻو"، "سهڻي ميهار" ۽ "ليلا چنيسر" جي تاريخي حيثيت به محققن جهڙوڪ آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي، سر ڳوا‍سي ڇيتمل پرسرام ۽ محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ثابت ڪئي آهي. "نوري ڄام تماچي" وارو داستان سمن جي دور سان تعلق رکي ٿو ۽ سمن جي هڪ بادشاهه ڄام تماچي سان وابسته آهي.

ڪينجهر ڍنڍ جا آثار به سلامت آهن. انهيءَ ڪري هن داستان جي تاريخي حيثيت به ثابت آهي. هي داستان جيئن ته تاريخي حيثيت رکن ٿا، انهيءَ ڪري سنڌي ثقافت کي سمجهڻ جو وڏو ذريعو آهن. هنن داستانن مان اسان کي سنڌي ثقافت ۽ مزاج متعلق هيٺيون ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون.

١. سنڌين کي پنهنجي وطن لاءِ بي پناهه محبت آهي، ۽ هنن کي پنهنجي وطن جي هر شيءِ سان اٿاهه پيار آهي.

٢. سنڌين جي مزاج ۾ خودداري، سادگي، سچائي، قرب ۽ خلوص، نهٺائي ۽ نماڻائي سمايل آهي. هو قرب ۽ خلوص اڳيان ته ڪنڌ نوائڻ لاءِ تيار آهن: پر لالچ ۽ طاقت اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ سندن فطرت جي خلاف آهي. هو احساس ڪمتريءَ جو شڪار به ڪونه ٿا ٿين.

٣. سنڌي عورت کي پنهنجي ور سان بي پناهه پيار آهي. ۽ هوءَ ان سان هر حالت ۾ وفادار رهي ٿي. جيڪڏهن ڪائنس ڪا غلطي ۽ غفلت ٿئي ٿي، ته ان تي پشيمان ٿئي ٿي، ۽ پنهنجي ور کي حاصل ڪرڻ يا راضي ڪرڻ لاءِ هر قسم جا حيلا هلائي ٿي. آخر انهيءَ ڪوشش ۾

پنهنجو پاڻ قربان ڪري ڇڏي ٿي.

۴. بهادري ۽ تيراڪي سنڌين جو وڙ آهي. هن ڪي سونهن ۽ سڳنڌ سان دلي لڳاءُ آهي.

۵. سنڌ جي عوام جي رهڻي ڪهڻي سادي آهي؛ پر امير طبقي جي هلت چلت ۾ تصنع ۽ تڪلف آهي.

سنڌ جا اهي رومانوي داستان جيئن ته سنڌي تاريخ ۽ ثقافت جا اڻ مٽ اهڃاڻ آهن، انهيءَ ڪري قديم زماني کان سنڌ جي شاعرن پنهنجي شعر ۾ انهن آکاڻين جا اهڃاڻ پيش ڪيا آهن. انهن داستانن موجب چيل بيت نه فقط شاه عنات رضوي يا شاه لطيف چيا آهن؛ پر ڪائنات اڳ به ڪيترن ئي شاعرن اهڙا بيت چيا آهن. ان سلسلي ۾ ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

۱. حضرت عبدالجليل چوهڙ شاه بهاولپور ڊويزن جي ضلعي رحيم يار خان جي قديم شهر "موءِ مبارڪ" ۾ وڏو درويش ٿي گذريو آهي. سنڌ جا ماڻهو به سندس معتقد ۽ مريد هئا ۽ سندس درگاه تي ويندڙ هئا. سندس دربار ۾ ٿيندڙ هڪ سماع جي محفل ۾ سندس روبرو هڪ سنڌي ذاڪر هي ڏوهيڙو ڏنو:

جو گهڙي سو ني، ڪو جو ٿهر ڪلاچ ۾،
خبر ڪونه ڏي، رڇ ڪڄاڙو رنديو. (۱)

سندس وفات کانپوءِ سندس درگاه تي ٿيندڙ سماع جي هڪ محفل ۾ هڪ سنڌي ذاڪر، "حسيني مقام" جي لئي ۾ هي سنڌي ڏوهيڙا ڳايا:

چران ته چڪن چاڪ، وهان ته وهه سنجري؛
ماءُ! منهنجي ڏيل سين، سورن ڪي اوطاق؛
جئن تون جانان پاڪ، آسابند اڙين جو. (۲)

---

(۱) تذڪره قطبيه، جلال الدين ابوبڪر، ۱۱۸۵هه ذاري لکيل - بحواله، سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ - ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ص ۱۱۷.

(۲) ايضاً، ص ۱۱۸ ـ ۱۱۹.

من کي لوچ فراق، اسانهون نہ ڏار ٿئي؛
سڪون پريان ساک، رب ڏڪائي ڪڏهين.

مٿين بيتن مان پهريون بيت شيخ چوهڙ جي وفات يعني ۵ـ۱۵۰۴ع کان اڳ جو آهي. ان جو مطلب ٿيو، تہ ۱۵ صدي عيسوي ۾ ڳايو ويو. ٿي سگهي ٿو، تہ انهي صديءَ کان بہ اڳ جي ڪنهن شاعر جو هجي. پويان ٻہ بيت سندس وفات کان پوءِ ۽ تذڪره قطبيہ جي تصنيف کان اڳ چيا ويا. تذڪره قطبيہ ۱۵۴۰ ـــ ۱۵۴۵ع ۾ لکيو ويو. يعني پويان ٻہ بيت ۱۶ صدي عيسوي ۾ ڳايا ويا. ٿي سگهي ٿو، تہ ان صديءَ جي ڪنهن شاعر جا هجن، يا ان کان بہ اڳ جي ڪنهن سنڌي شاعر اهي سنڌي بيت چيا هجن.

مٿين ٽن بيتن مان پهريون بيت "مورڙي ۽ مڇ" جي قصي بابت آهي؛ ۽ پوين ٻن بيتن مان پهريون بيت "سسئي پنهون" جي داستان مطابق آهي ۽ پويون بيت "عمر مارئي" جي قصي مان آهن. روايت مان معلوم ٿئي ٿو، تہ پويان بيت "حسيني مقام" مان ڳايا ويا. هو ڏيکاري ٿو، تہ اهي بيت "سر حسيني" ۾ ڳايا ويا هوندا. انهن حقيقتن مان ثابت ٿئي ٿو. تہ شاه لطيف کان اڳ نہ فقط رومانوي ۽ تاريخي داستانن موجب تمثيلي نوعيت جو شعر چيو ويندو هو؛ پر باقاعده. "سر" بہ موجود هئا، ۽ سرن موجب شعر ڳاهيو ۽ ڳايو ويندو هو.

۲. انهيءَ سلسلي ۾ هڪ ٻي روايت بہ ملي ٿي؛ جنهن جو تعلق پڻ سنڌ جي ان وقت ماتحت علائقي بهاولپور سان آهي. ان روايت ۾ بہ هڪ سنڌي بيت آيل آهي، جو "عمر مارئي" جي داستان سان وابستہ آهي.

بهاولپور ۾ "مروٽ" نالي هڪ قلعو آهي، جيڪو پراڻي هاڪڙي درياه جي ڪناري تي آهي ۽ بيڪانير جي ويجهو آهي. مولانا عزيزالرحمن "تاريخ قلعہ مروٽ" ۾ لکيو آهي، تہ سومرن جي ڏينهن ۾ هتي هڪ سومرو حڪمران هو. ان کان سواءِ اهو بہ ڄاڻايو اٿس تہ

عمر سومرو "قلعي مروٽ" جو حڪمران هو ۽ مارئيءَ کي "مروٽ" جي قلعي ۾ قيد ڪيو هئائين. وڏيڪ لکيو اٿس تہ "قلعہ مروٹ" جي پسگردائي ۾ هڪ سنڌي بيت مشهور آهي، جو مارئيءَ ڏانهن منسوب آهي. اهو بيت هن طرح آهي:

عمر! پيچ نہ آنچ: نہ ڪر زور ضعيف سان؛
هت نہ هوندا هيترا، ٻيا در مٿي دروان؛
ويندا هي فيل فنا ٿي، سڀ نغارا نشان؛
قاضي ٿيندا پاڻ، شرع ڪندا سومرا.

عمر سومرو "مروٽ" قلعي جو حڪمران تہ نہ هو. البتہ ان عوامي روايت مان هيٺيون ڳالهيون واضح ٿين ٿيون:

(۱) سومرن جي حڪمراني بهاولپور تائين هئي. انهيءَ ڪري "عمر مارئي" جو قصو بهاولپور تائين مشهور ٿي ويو.

(۲) سنڌ ۽ بهاولپور جا پاڻ ۾ ايترا گهرا تعلقات هئا، جو خالص سنڌي بيت بہ بهاولپور ۾ مشهور ٿي ويا.

(۳) روايت ۾ هي بيت مارئيءَ ڏانهن منسوب آهي، پر اهو صحيح نہ آهي. ڪنهن ٻي شاعر جو مارئي جي زباني چيل آهي.

(۴) بيت جي قدامت ڪٿي نہ ٿي سگهجي. پر جيئن تہ بهاولپور مان مليو آهي، انهيءَ ڪري ان کي قديم چئي سگهجي ٿو.

سنڌي شاعريءَ ۾ سمن جي آخري دور ۾ قاضي قاضن جو نالو ملي ٿو، جنهن ارغونن جي دور ۾ ۱۵۵۱ع ۾ وفات ڪئي. سندس ست يا اٺ بيت شاه ڪريم جي ملفوظات "بيان العارفين" مان ملن ٿا. هيٺيون بيت جيتوڻيڪ وحدت الوجود جي وضاحت ۾ آهي، پر اها حقيقت سسئي جي واتان بيان ڪئي ويئي آهي: جيڪا سڄاڳ ٿيڻ ڪانپوءِ پنهنجي پنهونءَ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن واجهائي رهي آهي:

سڄڻ منجهہ هئام، مون وِيني واءُ ٿيا؛
هيڏانهن هوڏان هتڙا، هيئين جاڙ وڏام.

خود شاه ڪريم جي بيتن مان ڪيترا بيت مذڪور داستانن موجب

آهن. هيئين بيت ۾ سسئيءَ جي اها ڪيفيت بيان ڪيل آهي، جڏهن هن پنهور ڪان ٻاهر نڪري پنهونءَ کي ڳولهيو ٿي ۽ سڏ ڪيا ٿي:

جي مون سڏ ڪئا: پنهوران ٻهار ٿي،
سي جي پري سئا، ته هوند وئا نه نڪري.

هيئين بيت ۾ سهڻيءَ کي صلاح ڏني ويئي آهي:

جيڪي گهران مَ وڄ، جيڪي موٽ مَ سوهڻي،
هيڪڙائيءَ هٿ ڪر: ٻيون ٻيري ٻڄ.

هيئين بيت ۾ مارئي، عمر جي اُچن ڪپڙن کي ڏڪاري ٿي:

ڪاٺياريون ڪيءَ ڪن: عمر اڇا ڪپڙا،
جني جا ٿرن ۾، ور ٿا وڻ سهن.

هيئين بيت ۾ مومل جي ڪاڪ جو ذڪر آهي:

ڪاڪ وٽن ساڻ، اوٺين نه اوربي،
جي گڻ هون گهٽا، ته ٻه راٽا توءِ روئندا وئا.

هيئين بيت ۾ ليلان جا جذبات بيان ڪيا ويا آهن، جڏهن ڪيس چنيسر ڌڪاري ڇڏيو:

جيري اتي جن: داغ تنهنجو دا سڙا،
تو ڪيئن مٺان تن، چنيسر ڇت ڪٽين.

شاه ڪريم جي همعصر ۽ پير ڀائي سيد علي ثاني شيرازي (وفات ١٥٧٣ع) جو هڪ بيت به ملي ٿو، جنهن ۾ سسئيءَ جي اها ڪيفيت بيان ڪيل آهي، جڏهن هوءَ پنهونءَ کي ڳولهڻ لاءِ نڪري ٿي: پر سندس سرتيون ۽ سهيليون ڪيس روڪي ويهارڻ جا حيلا هلائين ٿيون:

سرتين سانگ سکن جو، مونکي رويو رهائين:
آءُ ٿي هلان هوت ڏي، تان هو واريون وهائين:
وريتيون ورن سين، ويٺيون گهر گهارين:
پنڌان ٿيون ڪارين: ڪانه هلي ڪيچ ڏي.

خود شاه صاحب جي همعصر شاهه عنات رضوي جي رسالي ۾ به اهي رومانوي داستان نظر اچن ٿا. ان مان معلوم ٿئي ٿو، ته اهو دستور قديم زماني کان رائج آهي.

# سُرڪلياڻ

## مضمون ۽ فلسفو

ڪلياڻ لفظ جي لغوي معنيٰ آهي: خير، سک، شانتي. راڳ وديا موجب سُر ڪلياڻ راڳداريءَ ۾ هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي. هن سُر جا پنج جدا جدا قسم آهن، جي هي آهن:

١- شام ڪلياڻ، ٢- يمن ڪلياڻ، ٣- ڀوپالي ڪلياڻ، ۴- حمير ڪلياڻ، ۵- ڪيدار ڪلياڻ.

گوين موجب ديپڪ راڳ کي اٺ پٽ هئا، جن مان سُر ڪلياڻ هڪ آهي. سر ڪلياڻ جي مٿي ڏنل پنجن قسمن کان سواءِ، سر ڪلياڻ کي "شڌ ڪلياڻ" به چيو ويندو آهي، ۽ ديپڪ کان پوءِ، ڏيئن ٻرڻ بعد ڳايو ويندو آهي. چون ٿا، ته هن سر ڳائڻ سان دل کي سڪون ۽ قلب کي قرار حاصل ٿيندو آهي.

مسلمانن جو اهو دستور رهيو آهي، ته پنهنجي تصنيف ۽ تاليف، تقرير ۽ تحرير جي شروعات الله تعاليٰ جي حمد سان ڪندا آهن. مسلمانن کان سواءِ هندن ۽ زرتشتن ۾ به اهو رواج رهيو آهي، ته هو ڳالهه ڪان اڳ ۾ ڀھريائين ڌڻي تعاليٰ جي وڏائي بيان ڪندا آهن.

شاه صاحب جي رسالي جو هي پهريون سُرُ آهي، ۽ هن سُرَ جي شروعات حضرت شاه صاحب حمد سان ڪئي آهي. الله تعاليٰ جي ساراهه ۽ صفت، توحيد جي تعريف ۽ وضاحت سان گڏ، الله تعاليٰ جي آخري رسول؛ نبين جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي توصيف ۽ تعريف به بيان ڪئي اٿس. ڏيکاريو اٿس ته ان سان محبت رکڻ ايمان ۽ انساني عظمت جي نشاني آهي، ۽ ان جي پيروي ۾ ئي دنيا ۽ آخرت

جي فلاح ۽ بهبود جو راز سمايل آهي.

الله تعاليٰ جي هيڪڙائي، وڏائي ۽ جلال جي ساراهہ ڪرڻ کي حمد چيو ويندو آهي. حمد ٻن قسمن جو آهي: هڪ ذاتي: جيئن الله تعاليٰ جي عظمت، ڪبريائي يا وڏائي يا جلال بيان ڪرڻ. ٻيو صفاتي، يعني سندس ٿورا ۽ احسان سڃاڻي، سندس تعريف ڪرڻ ۽ شڪر بجا آڻڻ. هڪ بزرگ جو قول آهي، تہ حمد وحدانيت جو اقرار آهي.

نبي ڪريم ﷺ جن جي ثنا ۽ صفت بيان ڪرڻ کي "نعت" چيو ويندو آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي: "سهڻي وصف". عربيءَ ۾ "وصف" جو لفظ بہ نعت جي معنيٰ ۾ آيو آهي. سنڌي زبان ۾ پاڻ سڳورن جي توصيف ۾ جيڪو ڪلام چيو ويندو آهي، اُن کي مولود چيو ويندو آهي. سٽا جي لحاظ کان مولود جي سٽا سنڌي وائي ۽ ڪافيءَ جهڙي هوندي آهي. شاهه صاحب بيتن توڙي واين ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي ثنا ۽ صفت بيان ڪئي آهي. واين کي اسان مولود چئي سگهون ٿا ۽ بيتن کي "نعتيہ بيت" سڏي سگهون ٿا.

ان سان گڏ هن سُر ۾ شاهه صاحب اصحابن سڳورن جي تعريف بہ بيان ڪئي آهي، ۽ شريعت جي پيروي ڪرڻ جي هدايت ڪئي آهي.

## سرڪلياڻ جو مضمون ۽ فلسفو

انسان پنهنجي بيشمار خوبين ۽ خاصيتن جي باوجود، ڪيترين ئي ڳالهين ۾ مجبور ۽ بيوس ٿيو پوي. انساني فطرت ۽ مزاج جي جائزي وٺڻ کان پوءِ معلوم ٿيندو، تہ فقر ۽ احتياج انسان جي فطرت ۾ شامل آهن. پنهنجي انهيءَ ڪمزوريءَ کي دور ڪرڻ لاءِ، هر نفعي ۽ نقصان پهچائڻ واري شيءِ کي انسان پنهنجو خدا ٺهرايو. هو پنهنجو احتياج دور ڪرڻ لاءِ انهن کي پڪاري ٿو، انهن کان مدد طلب ڪري ٿو ۽ پاڻ کان گهٽ مخلوق جي آڏو سجدي ۾ ڪري پوي ٿو. انهيءَ جهل ۽ نادانيءَ ۽ عقل جي دوکي کي دور ڪرڻ لاءِ سچي دين جو هي پيغام

ٻنهي جهانن جي سردار ڪائنات جي ڪارڻي، محمد عربي ﷺ دنيا کي ٻڌايو ته انسان کي اهو نه ته جُهڪائي ته اشرف المخلوقات ٿي ڪري، پاڻ کي گهٽ درجي واري مخلوق جي آڏو ذليل ۽ خوار ٿئي. واضح ڪرڻ فرمايائون ته انسان جو سِرُ انهيءَ همه دان هستيءَ جي آڏو جهڪڻ گهرجي، جنهن جي دستِ قدرت ۾ سڄي ڪائنات جي واڳ آهي. سموريون صفتون انهيءَ کي ئي سونهن. اها ئي هستي اسان جو الله آهي. اهوئي خالق آهي، مالڪ آهي ۽ روزي رسائيندڙ آهي.

ان مان معلوم ٿيندو ته انسان جي ذهني ارتقا جو پهريون ۽ بنيادي سبب توحيد جو عقيدو آهي. شاهه لطيف پنهنجي پيغام جي ابتدا به انهيءَ عقيدي سان ڪري ٿو. سندس رسالي جي پهرين سُر "سر ڪلياڻ" ۾ انهيءَ ئي عقيدي جي اُپٽار آهي. هو انهيءَ عقيدي کي پوريءَ طرح واضح ڪرڻ ۽ ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪري ٿو. هو توحيد خالص تي زور ڏئي ٿو ۽ ٻڌائي ٿو: "وحده لا شريڪ له" مڃڻ ڪان پوءِ ئي صحيح رستو هٿ اچي ٿو:

وحده لاشريڪ له، اي وهائج ويءُ،
ڪتين جي هارائيين، هنڌ تنهنجو هيءُ،
پاٿان چونڊءِ پيءُ، ٻري جام جنت جو.

الله تعاليٰ قرآن حڪيم ۾ فرمايو آهي:

"الله تعاليٰ ان شخص کي نه بخشيندو، جنهن شرڪ ڪيو. ٻيو جنهن کي چاهي، ان کي بخشيندو." (قرآن)

شاه صاحب خبردار ڪري ٿو ته شِرڪ، انسان جي عظيم غلطي آهي. هيءَ اها غلطي آهي، جيڪا کيس سندس اصلي عظمت کان هيٺ ڪيرائي ڦٽو ڪري ٿي، کيس ذليل ڪري ٿي، ۽ ذهني ارتقا کي روڪي ڇڏي ٿي، انهيءَ ڪري فرمائي ٿو، ته الله تعاليٰ کي وحده لا شريڪ له مڃڻ سان ئي ڪاميابي قدم چُمي ٿي:

وحده لاشريڪ له، اي هيڪڙائي حق،
ٻيائيءَ کي ٻڪ، جن وڏو سي ورسيا.

شرڪ، توحيد جو ضد آهي. مشرڪ اهو آهي، جيڪو شرڪ في الوجود جو عقيدو رکندو هجي. شاه صاحب جي هن سُر جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو، ته هو هر قسم جي شرڪ کان منع فرمائي ٿو، پوءِ اهو شرڪ في الذات هجي، شرڪ في الافعال هجي يا شرڪ في الصفات هجي. انهيءَ شرڪ کان بچڻ لاءِ قرآن حڪيم ۾ واضح طور آيو آهي:

”لاشريڪ له“ - (القرآن) (الله جو ڪوبہ شريڪ ڪونهي.)

شاه صاحب، الله تعاليٰ جو اهو حڪم ٻڌائي، خبردار ٿو ڪري، ته جيڪڏهن تو ڪنهن بہ قسم جو شرڪ اختيار ڪيو، ته وڃوائند ٿي ويندين:

وحده لاشريڪ له، ٻڌءِ نہ ٻوڙا،
ڪ تو ڪنين نہ سئا، جي گهٽ اندر گهوڙا،
ڳاڙيندين ڳوڙها، جت شاهد ٿيندءِ سامهان.

صوفي چون ٿا، الله تعاليٰ هر قسم جي شرڪ کان پاڪ آهي. هو وجود، صفتن، افعال ۽ آثار مطلب تہ هر قسم جي شرڪ کان منع ڪن ٿا. هو چون ٿا تہ جيڪڏهن ڪنهن ائين چيو تہ، مان بہ آهيان ۽ خدا بہ آهي، تہ چڻ ان بہ شرڪ ڪيو. انهيءَ ڪري هو چون ٿا تہ حقيقي عبادت اها آهي، جيڪا شرڪ جي هر قسم کان پاڪ هجي. قرآن شريف ۾ بہ آيو آهي:

”اي ايمان وارؤ! نماز پڙهو ۽ شرڪ نہ ڪيو.“ (القرآن)

”نماز پڙهو ۽ شرڪ ڪرڻ وارن مان نہ ٿجو.“ (القرآن)

اسلام جي توحيد جي عقيدي مطابق هر شيءِ خارجي طرح مخلوق آهي. الله تعاليٰ ان جو خالق آهي:

”الله خالق ڪل شيءِ“
”وهو الخلاق العليم“

اسلامي تعليم مان اهو بہ ثابت ٿئي ٿو تہ تخليق ٿيل شيون، تخليق کان اڳ، اِلاهي علم ۾ ثابت آهن. ثبوت علمي رکن ٿيون ۽ معلومات حق آهن. صوفيہ صافيہ جي اصطلاح ۾ ايمان ثابتہ سڏيون وڃن ٿيون، ۽ انهن جو ٻيو نالو ماهياتِ اشياء ۽ قائق اشياء آهي. امر "ڪن" مطابق جڏهن ظاهر ٿيون، تڏهن هنن خارجي وجود حق تعاليٰ جي امر مان ورتو آهي ۽ پنهنجي وجود ۾ ان جون ئي محتاج آهن. شاه صاحب انهيءَ حقيقت کي پڙاڏي ۽ سڏ جي ماهيت سان واضح ڪيو آهي:

پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين،
هئا اڳهين گڏ، ٻڌڻ ۾ ٻہ ٿيا.

ذات حق بالذات موجود آهي، قائم بالذات آهي، پنهنجي وجود ۾ ڪنهن جي محتاج نہ آهي، ۽ حيات ۽ علم، ارادي ۽ قدرت، سماعت ۽ بصارت مطلب تہ سمورين وجودي صفتن سان موصوف آهي. ان جي برخلاف ظاهري شيون فاني ۽ غير حقيقي وجود رکن ٿيون، ڇاڪاڻ تہ انهن جو وجود ذاتي نہ آهي. ذاتي وجود نہ هجڻ جو نالو عدم آهي؛ عدم اضافي، نہ عدم حقيقي. انهيءَ ڪري شاه صاحب فرمائي ٿو:

پاڻه پسي پاڻ کي، پاڻه ئي محبوب،
پاڻه خلقي خوب، پاڻه طالب تن جو

انهيءَ ڪري صوفي چون ٿا تہ پنهنجي وجود کي حقيقي نہ سمجهجي. ان کي هو "پنهنجو پاڻ فنا ڪرڻ" ڪوٺين ٿا. حسين بن منصور فرمايو آهي تہ:

"صوفي ذات ۾ گم هوندو آهي، نہ تہ ان کي ڪو قبول ڪندو آهي، ۽ نہ هو ڪنهن کي قبول ڪندو آهي. ان جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ ۾ الله من حيث الظاهر ۽ الله من حيث الباطن ويهجي ويندو آهي." حضرت جنيد رحہ فرمايو آهي:

"صوفي پنهنجي ذات کان فاني ٿي، حق تعاليٰ جي ذات ۾ گم ٿي، بقا حاصل ڪندو آهي."

ڀٽائي صاحب هن سُر ۾ انهيءَ ڳالهه تي گهڻو زور ڏنو آهي. هو ور ور ڪري چوي ٿو تہ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪر، ان ڪان پوءِ ئي توکي ذاتِ حق جو قرب حاصل ٿيندو:

پهرين ڪاتي پاءِ، پڇج پوءِ پريتڻو،
ڏک پريان جي ڏيل ۾، واڄٽ جيئن وڄاءِ،
سيخن ماهہ پچاءِ، جي نالو ڳيڙءِ نينهن جو.

هو ٻڌائي ٿو، تہ وجود وسارڻ سان محبوب حقيقي جو وصال ٿئي ٿو. فنا سان ئي بقا حاصل ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري حقيقي عاشق، سر جو سانگو نہ ڪندا آهن. هو پنهنجو پاڻ فنا ڪرڻ ڪان پوءِ ئي عشق حقيقي جي راهہ ۾ قدم رکندا آهن:

اصل عاشق پانهنجي، سسي نہ ساندين،
لاهيون سِر لطيف چئي، ساهہ سلاڙيو ڏين،
ڪلهنئون ڪاتين، پڇن پوءِ پريتڻو.

انهيءَ حقيقي عشق جي راهہ ۾ جيڪي تڪليفون اچن، انهن تي صبر ڪرڻو آهي؛ ڇاڪاڻ جو اهي تڪليفون دراصل عين راحت آهن. هو چون ٿا تہ جيئن تہ اهو ئي ڪلائي ۽ روئاري ٿو، ماري ۽ جياري ٿو؛ تنهنڪري رضا تي راضي رهڻ گهرجي. شاهہ صاحب فرمائي ٿو تہ "هو جيڪڏهن توکي مصيبتن ۾ مبتلا ڪري تہ توکي پاڻ خوش ٿيڻ گهرجي ۽ سمجهڻ گهرجي تہ تون هن کي يادِ آهين." انهيءَ ڪري جنهن کي تون عذاب سمجهين ٿو، اهو تنهنجي روحاني راحت آهي:

ڪُهن تان ڪر لهن، ڪَرَ لهن تان ڪُهن،
سي ئي ماءِ مهن، سي ئي راحت روح جي.

اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ جي هيڪڙائي بيان ڪئي اٿس، ۽ ان جي مڪمل طرح وضاحت ڪئي اٿس. ان ڪان پوءِ نبين جي سردار، ختم المرسلين، شفيع المذنبين جي ساراهہ ڪئي اٿس، ۽ ٻڌايو اٿس، تہ ان جي رسالت تي ايمان آڻجي، ان سان تعلق قائم ڪجي، ان لاءِ محبت جو

جذبو دل ۾ پيدا ڪجي، ان ڪي ڪائنات جو ڪارڻي ڪري مڃجي. هو ٻڌائي ٿو، ته الله تعاليٰ جڏهن اجا ڪائنات نه خلقي هئي، احديت جي مرتبي ۾ هو ۽ اجا صفتن جو ظهور به نه ٿيو هو، تڏهن سڀ کان پهريائين پنهنجي پياري حبيب حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جو نور پنهنجي نور مان پيدا ڪيائين. ان ڪان پوءِ ان جي طفيل، ان جي ظهور لاءِ سندس ئي نور مان هيءَ ڪائنات پيدا ڪيائين.

هو تلقين ڪري ٿو، ته اهڙيءَ ڪامل ۽ اڪمل هستيءَ سان ناتو رکجي ۽ ان جي رسالت تي ايمان آڻجي. ان جي پيرويءَ ۾ ئي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي آهي. اهڙيءَ طرح شاه صاحب شريعت جي پيروي ڪرڻ جي هدايت ڪئي آهي.

هو چوي ٿو، ته سلوڪ جي راهه به تڏهن هٿ ايندي، جڏهن پهريائين شريعت جي مڪمل طرح پيروي ڪبي. شريعت ڪان پوءِ طريقت جي واٽ هٿ اچي ٿي، ۽ سالڪ شريعت ۽ طريقت ڪان پوءِ معرفت حاصل ڪري، وڃي حقيقت جي منزل تي رسي ٿو.

هو ٻڌائي ٿو، ته سلوڪ جي راهه ۾ قدم رکڻ سان پهريائين پنهنجو پاڻ فنا ڪرڻو پوي ٿو. يعني نفس اماره کي ماري مات ڪرڻو آهي، خوديءَ کي ختم ڪرڻو آهي، ۽ هستي ۽ هوڏ، ۽ پاڻ پڻي ۽ خود پرستيءَ جي پاڙ پٽي ڪڍڻي آهي. انهيءَ نقطئه نگاهه کان شاه صاحب ور ور ڪري ٻڌائي ٿو، ته سِر جي سودي ڪرڻ ۽ سوريءَ تي سِر ڏيڻ کان پوءِ ئي محبوب حقيقيءَ جو وصال نصيب ٿيندو، يعني فنا کان پوءِ ئي بقا حاصل ٿئي ٿي.

اهڙيءَ طرح حضرت شاه صاحب هن سُر ۾ سالڪ کي سلوڪ جي راهه ٻڌائي آهي، جنهن تي هلي، هو منزل مقصود تي پهچي سگهي ٿو.

# سُر مارئيءَ جو مطالعو

شاعر نہ فقط پنھنجا جذبات ۽ احساس بيان ڪندو آھي، پر ھو زندگيءَ جو ھڪ نقطئہ نظر متعين ڪري، پيغام بہ ڏيندو آھي. باڪمال شاعر ۽ اديب، ڪنھن ادبي شاھڪار تخليق ڪرڻ وقت تمثيلن ۽ علامتن، تشبيھن ۽ استعارن کان ڪم وٺندا آھن، تہ جيئن دلڪشي ۽ تاثير پيدا ٿئي. دنيا جي سمورن غير فاني شاعرن جو شعر تمثيلي آکاڻين، انوکين علامتن ۽ ماحول مان ورتل تشبيھن جي تاڃي پيٽي ۾ اڻيل آھي. تمثيل لاءِ آکاڻيون انھيءَ لاءِ بہ استعمال ڪيون وينديون آھن، تہ جيئن مطلب وڌيڪ واضح ٿئي، ۽ حقيقت پوريءَ طرح ذھن نشين ٿئي. دنيا جي مشھور شاعرن توڙي مفڪرن پنھنجي مقصد جي اظھار لاءِ يا تہ پنھنجيون آکاڻيون جوڙيون آھن، يا وري روايتي آکاڻين کي استعمال ڪيو آھي.

مطلب تہ آکاڻيءَ کي تمثيل طور آڻڻ، عالمي ادب جو ھڪ بنيادي قدر آھي ۽ ھر شاعر ۽ مفڪر ڪنھن نہ ڪنھن نموني ان جو پابند رھيو آھي. اسانجي عظيم شاعر عبداللطيف ڀٽائي جو شعر بہ آکاڻين ۾ اڻيل آھي. شاھ صاحب جي شعر جو فني ۽ فڪري تجزيو ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿيندو تہ شاھ صاحب جي آکاڻيءَ مان ڪم وٺڻ جو طريقو منفرد آھي. ھو مڪمل ۽ مفصل آکاڻي بيان نہ ٿو ڪري، پر آکاڻيءَ جي سٽائن ۽ ڪردارن کي اشاري طور آڻي، پنھنجي مقصد کي ظاھر ڪري ٿو. ھو ڄڻ قاريءَ کي ڪھاڻين جون مختلف ڳالھيون ياد ڏياري پنھنجي مقصد ڏانھن وٺي وڃي ٿو. ھي ڪھاڻيون شاھ صاحب جون پنھنجون جوڙيل نہ آھن؛ پر سنڌ جون مشھور ۽ مقبول ڪھاڻيون آھن.

# مارئيءَ جو ڪردار ۽ سنڌي ثقافت

مصوري جي لافاني شاهڪار ”موناليزا جي مرڪ“ جي مصور ليونارڊو چيو هو، تہ ”اهو سڀ ڪجهہ، جيڪو حسين آهي، اهو فاني آهي؛ فن ئي ان کي لافاني بڻائي ٿو.“ اهڙيءَ طرح اهو شاهہ صاحب جي فن ۽ فڪر جو ڪمال آهي، جو شاهہ صاحب جي سورمن مارئي، سسئي، سهڻي، مومل، نوري، ليلا ۽ سورٺ لافاني حيثيت حاصل ڪئي آهي. شاهہ صاحب مارئي کي اهڙي عورت ڪري پيش ڪيو آهي، جيڪا پنهنجي اصول ۽ مقصد تي اٽل ۽ اڏول آهي. هوءَ نہ ڪنهن لالچ ۽ لوڀ ۾ اچي ٿي، ۽ نہ ظلم ۽ ڏاڍ، ارڏائي ۽ البيلائي آڏو ڪنڌ جهڪائي ٿي. محل ۽ ماڙيون، بخمل ۽ بافتا، ٻانهيون ۽ دايون، طرحين طرحين طعام ۽ قسمين قسمين زيور ڪيس موهين تہ ڪونہ ٿا؛ پر پاڻ سندس نظر ۾ حقير ۽ ڪين جهڙا ٿي پون ٿا. هوءَ هر حال ۾ پنهنجي وطن جي ثقافت ۽ رهڻي ڪهڻيءَ کي هر شيءِ کان مٿانهون سمجهي ٿي.

شاهہ صاحب هن سر ۾ سنڌ جي ثقافت جي تصوير حقيقت پسندانہ نوع ۾ چٽي آهي. شاهہ صاحب کي مشاهدي مان معلوم ٿيو هو، تہ سنڌ جي ثقافت ٻن طبقن ۾ تقسيم ٿيل آهي: هڪ غريبن، ٻوجهن، مسڪينن مارن جي تهذيب آهي، ۽ ٻي بادشاهن ۽ اميرن جي تهذيب آهي. سادگي، خلوص، رواداري، هڪ جهڙائي، اخلاقي اصولن جي پابندي، نهٺائي، اصول پرستي، اطمينان قلب -عوامي ثقافت جون بنيادي خوبيون آهن. هٺ، وڏائي، تڪلف، ٻہ -چاپڙائي، پاڻ پڏائڻ، پرماريت، ٻين جا حق ڦٻائڻ ۽ عيش عشرت -اميرانہ زندگيءَ جا اوگڻ آهن.

شاهہ صاحب هن سر ۾ انهن ٻنهي تهذيبن کي نکيڙي نروار ڪيو آهي. شاهہ صاحب مارئيءَ جي زباني عوامي ثقافت کي فطرت جي ويجهو سمجهي ٿو، ۽ ان جي پاڪيزگي ۽ انسان دوستي جي ڪري، ان جو مانُ

مٿانهون سمجهي ٿو. مارئي پنهنجي ثقافت، رهڻي ڪهڻي مزاج ۽ فطرت جي ترجماني ڪندي چوي ٿي، ته اسان مارن ماڻهن جو اهو وڙ نه آهي، ته ڏاڍ ۽ پرماريت جي بنياد تي قائم ٿيل اميرانه ثقافت کي پنهنجي فطري ۽ پاڪيزه ثقافت تي ترجيح ڏيون. مارئي چوي ٿي:

پٽولا پهنواريون، مور نه متي ڪَنِ؛
جُه لاک رتائون لوئيون، ته سالئان سونهن،
انُ ايلا چنئون اڳري، بخمل بافتن،
سُکر پائيان سومرا، ڪٿي کان ڪنهن،
جا ڏنم ڏاڏاڻن، سا لاهيندي لڄ مران.

هوءَ عمر کي مخاطب ٿي چوي ٿي، ته مون کي اميرانه ثقافت ريشمي ڪپڙا ۽ ٻيون عيش عشرت جون شيون نه آڇ، ڇاڪاڻ جو اهي منهنجي آڏو حقير آهن. انهن قيمتي ريشمي ڪپڙن جي ڀيٽ ۾ مان ان لوئيءَ کي وڌيڪ بهتر سمجهان ٿي جيڪا مون کي پنهنجي اباڻن جي طرفان مليل آهي. اهي سڀئا سون کان به بهتر آهن. جيڪي ماروءَ طرفان مليل آهن:

سون برابر سڀڙا، ماروءَ سندا مون،
پٽولا پنهوارِ ڪي، عمر! آڇ مَ تون،
ور لوئيءَ جي لون، ڏاڏاڻن ڏنيام جي

هوءَ پنهنجي وطن جي سادي ۽ فطري زندگيءَ جو اظهار ڪندي چوي ٿي، ته اها سادي زندگي، جنهن ۾ نه اوچا طعام آهن، ۽ نه قيمتي ڪپڙا، نه اتي عورتون برقعا پائين نه چادريون ـــ ان هوندي به سيل ۽ ستر واريون آهن. پختي عزم واريون ۽ وطن جي حب جي جذبي سان سرشار آهن. ٿر جا وڻ ڳگريون ۽ گولاڙا سندن ڏک ۽ پناهه آهن. مون کي مارن قيمتي وڳن جي بدران ٿر جي سڄ ۽ ٻک واري، پر فطري زندگي ڏاجي ۾ ڏني آهي. مان ان کان مطمئن آهيان، ۽ اوهان جي پر تڪلف ثقافت کان بهترسمجهان ٿي، ڇاڪاڻ جو توهان جي ثقافت غريب جي پگهر رت ۽ ست مان وجود ورتو آهي؛ ۽ اسان جي ثقافت

فطري آهي ۽ قدرت جي جوڙيل تاهيل، سنواريل ۽ سينگاريل آهي. مارئي چوي ٿي:

ور سي وطن ڄائيون، صحرا سترِ جن،
گولاڙا ۽ گگريون، اوڇڻ اباڻن،
ويڙهيا گهمن وليين، جهانگي منجهه جهنگن،
مُنکي ماروئڙن، سڄ ڳڻائي سيج ۾.

مارئي پنهنجي ثقافت کي پاڪيزه سمجهي ٿي، ۽ اُتي جي رهواسين کي امن ۽ سلامتيءَ سان رهندڙ، مطمئن زندگي گذاريندڙ، بي فڪر، آزاد ۽ صحيح معنيٰ ۾ سچا ۽ مخلص انسان سمجهي ٿي. هو نه ڪنهن جي هنئين ۾ آهن نه ڪنئين ۾، منجهن پاٽپٽي، هٽ وڏائي، لالچ لوڀ ۽ خود غرضيءَ جي رتي به ڪونهي. هو بي محابا، بي چيا ۽ نٺر نه آهن، پر انسان دوست، سچا ۽ سدورا آهن. مارئي چوي ٿي:

پلر پيئڻ، اوڇڻ ان، جن جا پير متي پٽ پاڪ،
وهڻ وَ راڪن ۾، اُني جي ا جوکي اوطاق،
پاَڻ نه پسن پاڻ کي، ويچارا بي باڪ،
عمر اوءِ نه عاق، ڏکئا. جم ڏکوئيين.

شاه صاحب سمجهائي ٿو، ته جيستائين خود غرضي ۽ خود پرستي ختم نه ڪبي تيستائين سکي زندگي گذاري نه سگهبي. هو چوي ٿو ته ٿر جا ماڻهو انهيءَ ڪري مطمئن زندگي گذارين ٿا، جو فطرت جي ويجهو آهن، ڪنهن جو حق نه ٿا مارين، ۽ جيڪي فطرت جي طرفان عطا ٿئي ٿو، ان تي ارها نه آهن:

ٿوري قوت قرارئا، رهنِ سَبَرَ سَتِ،
ڪتيءَ ۾ ڪِهَ يَڪُلِئا، پوٺنِ اهڙي پَتِ،
پهنوارڪي پت، پيهي پچ ملير ۾.

جيئن ته هو پنهنجي حال ڪان ارها نه آهن، تنهن ڪري منجهن احساس ڪمتري ڪونهي. يعني پنهنجي حال کي ئي ڪان گهٽ نه ٿا

سمجهن. احساس ڪمتري نہ هجڻ ڪري انساني وقار برقرار رکي سگهن ٿا؛ ۽ پنهنجا اصول ڪنهن بہ حالت ۾ قربان نہ ٿا ڪن. اهڙيءَ طرح شاه صاحب ٻڌايو آهي، تہ صحيح انسان اهو آهي، جيڪو عزت، شان ۽ وقار سان زندگي گذاري، ۽ لوڀ ۽ لالچ تي هرڪجي پنهنجي عزت ۽ ملڪ جي وقار جو سودو نہ ڪري. شاه صاحب ٻڌايو آهي، تہ سنڌين هميشہ عزت ۽ شان کي هر حال ۾ برقرار رکيو آهي. هنن دنيوي لالچ ۾ اچي عزت جو سودو ڪرڻ انتهائي ذليل حرڪت پئي سمجهيو آهي. حضرت شاه صاحب عمر مارئيءَ جي تمثيل ۾ مارن جون خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪندي، سنڌين جي انهيءَ مزاج جي هر طرح ترجماني ڪئي آهي:

اي نہ مارن ريت: جنءَ سيڻ مٽائيين سون تي،
اچي عمر ڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانہ ڪريت
پکن جي پريت: ماڙيءَ سين نہ مٽيان.

يعني: مارو عزت جي سودي بازي نہ ڪندا آهن. هو عزت آڏو هر شيءِ کي هيچ سمجهندا آهن. هو عزت ۽ مان کي هر شيءِ تي ترجيح ڏيندا آهن. جيئن تہ مارن جي اها ريت نہ رهي آهي، تہ چند سڪن تي عزت وڪڻي ڇڏين؛ تنهن ڪري مارئي چوي ٿي، تہ اي عمر! آءٌ بہ عمرڪوٽ ۾ اچي پنهنجي رسم ترڪ نہ ڪنديس؛ ۽ پکن تي ماڙين ۽ محلن کي ترجيح نہ ڏيندس.

ٻي هنڌ شاه صاحب مارن جي سادي زندگيءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

آٽين ۽ چاڙهين، ڏٽ ڏهاڙي سومرا،
سٽا ڪئو سيد چوي، سائون سڪائين؛
منجها لنب لطيف چئي، چانور ڪئو چاڙهين؛
پلاءُ نہ پاڙين؛ عمر آراڙيءَ سين.

يعني: جيتوٽيڪ مارن جي اها حالت آهي، جو هيڏانهن ڏٽ ميڙي اچن

ٿا، ۽ هوڏانهن رنڌي پچائي ڪائين ٿا، تڏهن به اُن ذات کي پُلاءَ تي ترجيح ڏين ٿا.

شاه صاحب چوي ٿو ته جيئن ته فطري زندگي گذارين ٿا، ۽ تصنع ۽ تڪلف کان پري آهن؛ انهيءَ ڪري سدائين سنرا آهن؛

تن ونهين ويڙهيچن ۾ سدائين سڪار؛
چونديو آٽيو چاڙهين، سندو ڏونرن ڏار؛
جن جو ويڙين سين واپار؛ سي ڏوٽي هون نه ڏٻرا.

يعني؛ جيڪي پنهنجي هٿن جو پورهيو ڪري کائين ٿا، سي سدائين پنهنجي حال ۾ خوش آهن. هنن ۾ نه بي اطميناني آهي، ۽ نه منجهن لالچ ۽ اجائي هوس ئي آهي. هو سدائين سنرا آهن، ۽ ونن سدائين سڪار ئي سڪار آهي.

مارئي اميرانه ثقافت کي حقارت جي نظر سان ڏسندي، عمر کي مخاطب ٿي چوي ٿي، ته اسان لاءِ سادي ۽ فطري زندگي سرمائيدارانه زندگيءَ کان وڌيڪ بهتر آهي. آءُ عزت ۽ مان، سون جي سڪن تي قربان ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به تيار نه آهيان. منهنجي لاءِ اها ٻڪ به وڌيڪ بهتر آهي، جنهن سان عزت ۽ شان سلامت رهي؛

ڪارا ڪراين ۾، سون اسان کي سوءَ،
ور جيڏين سين جوع، فاحق فرحت يانئيان

اهڙيءَ طرح شاه صاحب، سنڌي عوام جي نه فقط رهڻي ڪهڻي ۽ ساده ۽ فطري زندگيءَ جي ترجماني ڪئي آهي؛ پر سندس مزاج ۽ فطرت، ذهني لاڙن ۽ نفسياتي ڪيفيت کي به نکيڙي نروار ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح هن صالح ۽ صحتمند معاشري جي مثالي انسان جون خوبيون ۽ خصوصيتون نروار ڪيون آهن. هڪ عربي شاعر عنتره جو هڪ شعر آهي؛

ولقد ابيت علي الطويٰ واظله
حتيٰ آ فال به ڪريم الماڪل

(مان ڏينهن رات بکيو رهي، محنت ڪريان ٿو؛ تان جو انهيءَ طريقي سان مان عزت واري روزي ڪمايان ٿو.)

هي شعر ٻڌي حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو هو، ته مون کي ڪنهن بدوي جي زندگيءَ ۽ اخلاق تي رشڪ نه آيو، سواءِ عنتره جي هن شعر جي.

شاه صاحب جي ذڪر ڪيل بيتن ۽ عربي شاعر عنتره جي هن شعر جو مفهوم ۽ مقصد هڪ ئي جي ويجهو آهي.

## سرمارئيءَ مان سبق:

(١) شاه صاحب هن سر ۾ سڀ کان اول اها ڳالهه ڪري ٿو، ته انسان جي ڀلائي انهيءَ ۾ آهي، ته الله تعاليٰ تي ايمان آڻي، جيڪو اڪيلو آهي، ۽ ان سان ڪو به شريڪ ڪونهي. ان کان سواءِ ڪو به بندگيءَ جي لائق ڪونهي. اهوئي خالق آهي، اهوئي مالڪ آهي، ۽ ڪائنات جي نظام تي اهو اڪيلو قادر آهي. اهوئي دين فطرت آهي. قرآن حڪيم ۾ آيو آهي، ته هڪ قادر مطلق ۽ خالقِ عالم جو اقرار انسان جي فطرت ۾ داخل آهي.

فاقم وجهڪ للذين حنيفا؁ فطرت الله التي فطر الناس عليها؁ لاتبديل لخلق الله ؁ ذالڪ الدين القيم ولاڪن اڪثر الناس لايعلمون. (روم ـ ٣٠)

(پوءِ (اي پيغمبر) پنهنجي منهن کي دين جي فطرت طرف ڪر. هيءَ خدا جي اها فطرت آهي، جنهن تي ماڻهن کي پيدا ڪيو اٿس، خدا جي خلقت ۾ تبديلي نه آهي. هيءُ سڌو دين آهي، پر گهڻا ماڻهو نه ٿا ڄاڻن.)

ان مان معلوم ٿيندو، ته الله تي ايمان آڻڻ انسان جي فطرت ۾ سمايل آهي. هي الست جو اهو عهد آهي، جيڪو خالق ۽ مخلوق جي وچ ۾ ٿيو هو. شاه صاحب سرمارئيءَ جي شروعات ئي اهڙن بيتن سان ڪري ٿو، جن ۾ اسان کي اهو الست جو عهد ياد ڏياري ٿو. داستان پهرين جو پهريون بيت هن طرح آهي؛

الست بربڪم جڏهن، ڪن پيوم،
قالو بلىٰ قلب سين، تڏهن تت چيوم،
تِهين وير ڪئوم، وچن ويڙهيچن سين.

انسان جو اهو فطري جذبو ڪڏهن ڪڏهن ٻاهرين اثرن ۽ غير فطري حالتن جي ڪري دٻجي ويندو آهي. قرآن مجيد بار بار انسان جي ان دٻيل جذبي کي اڀاريو آهي، ۽ انسان کي اهو وسريل وعدو ياد ڏياريو آهي. قرآن مجيد ۾ آيو آهي.

آ في الله شڪ فاطر السموات والارض ط (ابراهيم ـــ ١٠)

(ڇا اوهان کي، آسمانن جي زمين جي پيدا ڪرڻ واري ۾ شڪ آهي؟)

قرآن ڪريم ۾ آيو آهي تہ اي انسان! تون خالقِ ڪائنات جي باري ۾ شڪ ۾ مبتلا آهين؟ ڇا هيءَ ڪائنات پنهنجو پاڻ پيدا ٿي پيئي آهي؟ يا انهن پنهنجو پاڻ کي بنايو آهي. ظاهر آهي تہ اهي ٻئي شيون سراسر غلط آهن. ڇاڪاڻ جو ڪابہ شيءِ نہ پنهنجو پاڻ بنجي پوندي آهي، ۽ نہ هوءَ پنهنجو پاڻ کي بنائيندي آهي. قرآن مجيد ۾ الله تعالىٰ فرمايو آهي:

ام خلقوا من غير شيءِ ام هم الخالقون● ام خلقوا السّموات والارض بل لاّ يوقنون ط (طور ـــ ٣٥، ٣٦)

(اهي سواءِ ڪنهن پيدا ڪندڙ جي (پاڻ ئي) پيدا ٿي پيا آهن ڇا؟ يا اهي (پاڻ) پيدا ڪندڙ آهن؟ آسمانن ۽ زمين کي پاڻ بنايو اٿن ڇا؟ (اهڙي ڪا بہ ڳالهہ نہ آهي) بلڪ اهي يقين نہ ٿا آڻين.)

شاهہ هن سر ۾ انهيءَ ڳالهہ ڏانهن بہ ڌيان ڇڪايو آهي. هو چوي ٿو تہ گمراهہ ڪندڙ قوتون انسان جي انهيءَ فطري جذبي کي ڪچلڻ جون ڪوششون ڪن ٿيون، ۽ انسان جي ذهن ۾ فڪر ۽ شڪ شبها پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون. پر شاه صاحب انهن قوتن کي مخاطب ٿي چوي ٿو، تہ اي سومرا! (گمراهہ ڪندڙ قوت) جن ازل ڪان وعدو ڪيو آهي، تن کي تون پنهنجي مقصد تان ٿيڙي نہ سگهندين.

فرمائي ٿو:

جڏهن ڪن فيڪون، من تڏا هَڪون مارُئين،
تون ڪنءَ وجهين تن ڪيِ، سومرا شڪون،
همين هڪون، جاڙ جُسي ڪي پاتيون.

الست بربڪم جو فقرو قرآن حڪيم ۾ سورة الاعراف ۾ هن طرح آيو آهي:

واذا اخذربّک من بني آدم من ظهورهم ذريتهم واشهد هم عليٰ انفسهم الست بربّکم ط قالوا بليٰ شهدنا ان تقولوا يوم القيامة انا کنا عن هاذا غافلين. (الاعراف ـــ ١٧٢)

(۽ ياد ڪر جڏهن تنهنجي رب آدم جي اولاد جي پٺين مان سندن نسل کي ڪڍيو ۽ ڪائنن پنهجي جانين بابت اقرار ورتائين ته "آءٌ اوهان جو رب نه آهيان؟" جواب ڏنائون ته، "ڇو نه، اسين سڀ گواهه ٿيون ٿا." (انهيءَ لاءِ ته اوهين قيامت جي ڏينهن ائين نه چئو ته اسين انهيءَ کان بي خبر هئاسون.)

صوفي شاعرن قالو بليٰ جي قول کي ياد ڏياري، الله تعاليٰ جي ذڪر جي تلقين ڪئي آهي. "ڪن فيڪون" جو فقرو قرآن حڪيم جي سورتن آل عمران (آيت ٤٦)، مريم (آيت ٣٥) ۽ مومن (آيت ٦٨) ۾ آيو آهي آيت هن طرح آهي:

اذا قضيٰ امرا فانّما يقول له کن فيکونَ (آل عمران ـــ ٤٧)

(جڏهن به ڪنهن ڪم جو ارادو ڪري ٿو، ته رڳو چوي ٿو، ته "ٿي وڃ" ۽ اهو ٿي پوي ٿو.)

مطلب هي آهي، ته الله جي ذات کان سواءِ مادي جو ڪو الڳ وجود ڪونهي، جنهن مان الله تعاليٰ هيءَ ڪائنات جوڙي، تاهي ۽ سينگاري آهي.

(٢) مولانا ابوالڪلام آزاد پنهنجي تفسير اُمّ الڪتاب ۾ لکيو آهي:

دين جي سکيا جو تَتُ ڇا آهي؟ ان تي جيتري قدر به غور ڪيو

ويندو. هنن چئن ڳالهين کان سواءِ ٻي ڳالهه ڏسڻ ۾ نه ايندي.

(١) خدا جي صفتن جو صحيح معنيٰ ۾ تصور

(٢) قدرت جي قانونن جو اعتقاد.

(٣) ايندڙ زندگيءَ جو يقين.

(٤) ڀلائيءَ ۽ خوش نصيبي جي راهه ۽ ان جي سڃاڻ.

شاه صاحب جي سرمائيءَ جو مطالعو ڪجي ٿو، ته معلوم ٿئي ٿو، ته شاه صاحب انهن چئني ڳالهين جي وضاحت نهايت پُرِ اثر نوع ۾ ۽ تمثيلي انداز ۾ ڪئي آهي. انهن چئن ڳالهين جي اپٽار شاه صاحب جي شعر جي روشنيءَ ۾ هيٺ ڏجي ٿي:

(١) خدا جي صفتن جو صحيح معنيٰ ۾ تصور: مولانا آزاد مرحوم فرمائي ٿو، ته "انسان کي خدا پرستيءَ جي راهه ۾ جيتري قدر به ٺوڪرون لڳيون آهن، اهي الله تعاليٰ جي صفتن ۾ ئي لڳيون آهن." انسانن الله ۾ اعتقاد رکڻ جي باوجود، الله تعاليٰ جي صفتن کي ڏسي شرڪ ڪيو. هنن ائين سمجهيو، ته مارڻ وارو ٻيو آهي، ته جيئارڻ وارو ٻيو آهي، نيڪيءَ وارو ٻيو آهي، ته بديءَ واري ڪا ٻي هستي آهي. اهڙيءَ طرح ڪيترن ئي خدائن ۾ يقين رکڻ وارا ٿي ويا. قرآن حڪيم ان ڳالهه کي رد ڪيو آهي. هو ٻڌائي ٿو ته الله هڪ آهي، اهوئي مارڻ وارو آهي، اهوئي جياري ٿو، اهوئي پالڻهار آهي ۽ اهوئي هر شيءِ تي قدرت رکي ٿو. نيڪي به هن کان آهي، ته بدي به ان جي پيدا ڪيل قانون قدرت جو حصو آهي. يعني خير ۽ شر ان جي پيدا ڪيل قانون جا به پاسا آهن، ائين نه آهي، ته خير الله تعاليٰ وٽان آهي، ته "شر" جو خدا وري ڪو ٻيو آهي. شاهه لطيف انهيءَ حقيقت کي هيٺين بيت ۾ ڪليءَ طرح سمجهايو آهي:

ڪونهي قادر ڪو ٻئو، اُنين جو اياڳ،
قل لن يصيبنا الا ماڪتب الله، اي معذرت ماڳ،

سيوئي سياڳ، مارئيءَ مساوي ٿئو.

يعني الله هڪ آهي. ان سان ڪو بہ شريڪ ڪونهي، ۽ نہ هڪ کان وڌيڪ خُدا آهن. جيڪي اهڙو اعتقاد رکن ٿا. تہ الله تہ آهي، پر صفتن ۾ ان سان ٻيا بہ شريڪ آهن، اهي گمراهيءَ سبب نياڳا آهن، ڇاڪاڻ جو الله هڪ آهي، ۽ ان سان ذات ۽ صفات ۾ ڪو بہ شريڪ ڪونهي. شاهديءَ طور شاه صاحب قرآن ڪريم جي هي آيت آندي آهي.

قل لن يصيبنا الا ماكتب الله (التوبة ـــ ٥١)

(چؤ تہ ڪا بہ مصيبت، اسانکي نہ رسندي، سواءِ ان جي جيڪا الله اسان جي حق ۾ لکي آهي.)

يعني ائين سمجهڻ گهرجي جيڪا مصيبت اسان تي اچي ٿي، اها ڪنهن ٻيءَ طاقت جي طرفان نہ آهي، پر خدا جي ئي طرفان آهي؛ ڇاڪاڻ جو خدا کان سواءِ ٻي ڪنهن کي طاقت نہ آهي. انهيءَ ڪري سياڳ توڙي اياڳ ۾ تسليم ڪرڻ گهرجي، تہ اهو ان ذات وٽان آهي. شاهہ ٻي بيت ۾ چيو آهي:

”ڪانهي ڪڙائي، ڇڪين جي ڇيت ڪري.“

(٢) قدرت جي قانونن جو اعتقاد: انهيءَ ڳالهہ کي سمجهائيندي مولانا آزاد چوي ٿو، تہ: ”جهڙيءَ طرح دنيا جي هر شيءِ جي هڪ خاصيت ۽ قدرتي تاثير آهي، اهڙيءَ طرح انساني عملن کي بہ معنوي خاصيتون ۽ نتيجا آهن. نيڪ عمل جو نتيجو ڀلائي آهي، ۽ بري جو برائي.“

شاه صاحب بہ هن سر ۾ اها حقيقت سمجهائي آهي. مارئي، عمر کي مخاطب ٿي چوي ، تہ تون هتي جيڪي ظلم، ڏاڍ ۽ ڪذا ڪم ڪندين، انهن جو توکي ضرور اڳتي هلي حساب ڏيڻو پوندو.

مِندا ڏوهہ نہ مارئي، نہ ڪِلي نہ ڪاءِ،
عمر جي انصاف جا، ويٺي واسا ماڳاءِ،
هيءَ جا ڪيءِ هاءِ، سا، مهدا ايندءِ مُهَ ۾

(٣) ايندڙ زندگيءَ جو يقين: يعني انسان جي زندگي هن دنيا ۾ ختم نہ ٿي ٿئي؛ پر هن زندگي کان پوءِ زندگي آهي، جنهن ۾ جزا ۽ سزا جو معاملو پيش ايندو. شاه صاحب هن سر ۾ ان ڳالهہ کي مارئيءَ جي تمثيل ۾ تفصيل سان بيان ڪيو آهي. شاه صاحب سمجهائي ٿو تہ ٻانهو هن دنيا جي رنگينين ۽ رعنائين ۾ محو ٿي خدا جي ياد کان غافل رهي ٿو؛ پر ڪيس خبر هجڻ گهرجي، تہ هيءَ دنيا عارضي ۽ فاني آهي. ٻانهي کي ايندڙ دنيا ۾، هن دنيا جي عملن جو حساب ڏيڻو آهي. پوءِ اهوئي سرخرو ٿيندو، جنهن هن دنيا ۾ چڱا عمل ڪيا هوندا. شاه صاحب مارئيءَ جي زباني انهيءَ ٻانهي جو پڇتاءُ بيان ڪري ٿو. جيڪو هن دنيا جي ڪمين ڪوتاهين جو اعتراف ڪري ٿو.

سونهن وڃايم سومرا، ميرو مُہُ ٿئوم،

وڃڻ تتِ پئوم، جت هلڻ ناهہ حسن ري.

(۴) ڀلائي ۽ خَوش نصيبي جي راهہ ۽ ان جي سڃاڻ: شاه صاحب جي نظر ۾ انسان جي ڀلائي انهيءَ ۾ آهي، تہ هن دنيا جي لوڀ لالچ ۾ ڦاسي، ايندڙ زندگيءَ کي وساري نہ ڇڏي. هو ٻڌائي ٿو. تہ اُهي خوش نصيب آهن، جيڪي پنهنجي اصل ماڳ ۽ مڪان جو اونو ڪن ٿا:

تن مہ موچارا مارئين، ملير جن جو ماڳ،

ناقص نوازي گهڻو، سندو تن سياڳ،

اگڻ مون اياڳ، حُسن تي هئينِ ٿئو.

شاه صاحب جي هر سر بابت محققن جا جدا جدا رايا آهن، پر سڀ ان ڳالهہ تي متفق آهن، تہ هن سر ۾ انساني روح جي تڙپ ۽ تانگهہ ۽ پنهنجي اصلوڪي وطن لاءِ سڪ ۽ اڪير ڏيکاريل آهي.

## فطرت جو اڀياس:

شاه صاحب جي شعر جي خاص خوبي هيءَ بہ آهي، تہ هن نظرياتي ۽ فڪري ڳالهيون ڪرڻ سان گڏ فطرت جي مشاهدي جو ڳوڙهو اڀياس بہ آندو آهي. اهوئي سبب آهي، جو سندس شعر مان روحاني سبق بہ ملي

ٿو، تہ ان سان گڏ زندگيءَ جون حقيقتون بہ چٽيون ٿين ٿيون. ان لحاظ کان سندس شعر مان روحاني هدايتن سان گڏ هن زندگيءَ جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ بہ پيغام ملي ٿي. هن سر جي روشنيءَ ۾ انهن حقيقتن جي نشاندهي ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي:

(1) اها انساني فطرت آهي، تہ هرماڻهو چڱائيءَ جي طلب رکي ٿو. سقراط چيو آهي، تہ ڪوبہ ماڻهو فطرتي لحاظ کان شر جو طالب نہ ٿو ٿئي. خير جي طلب انسان جي فطرت آهي؛ پر عمل جي ڪوتاهيءَ سبب هو خير کي شر سمجهي؛ ان جي پيروي ڪرڻ لڳي ٿو. انهيءَ ڪري دوکن ۾ زندگي گذاري ٿو. نتيجي ۾ ظلم ۽ ڏاڍ روا رکي ٿو، ۽ پرمار تي، پنهنجي فائدي لاءِ ٻين کي پيڙي ٿو ۽ انهن جا حق ڪائي ٿو. داناءُ اهي آهن، جن جي دل خير ۽ شر جي ڪسوٽي آهي. اهيئي ماڻهو ڀائپي ۽ برادري قائم ڪن ٿا، ٻين سان محبت ڪن ٿا، ۽ ٻين جا هڏ ڏوکي ٿين ٿا.

٢. انسان ۾ الله تعاليٰ وڏي طاقت رکي آهي. جيڪڏهن هو پنهنجي اصول ۽ مقصد تي اٽل ۽ اڏول ٿي بيهي تہ دنيا جي ڪابہ طاقت ڪيس پنهنجي مقصد تان هٽائي نہ ٿي سگهي. هو هر طاقت ۽ ڏاڍ جو جرات ۽ بهادري سان مقابلو ڪري سگهي ٿو؛ ۽ آخر هو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿئي ٿو. مارئيءَ جي زباني شاه صاحب چوي ٿو:

زيرين پيڙين لوهَ ۾، ڳڻتن ڪيسِ ڳاه،
سنگي سندي سومري، هَڏَ نہ چاڙهيم ماه،
سرتيون! دعا ڪجاه، تہ پرم پاروڙيءَ رهي.

٣. لالچ ۽ لوڀ انسان کي احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا ڪن ٿا. انهيءَ ڪري لالچ ۽ لوڀ ۾ اچي انسانُ پنهنجي وقار وڃائي ويهي ٿو. يعني احساس ڪمتري انساني شرف ۽ شان ۽ عزت نفس جو خاتمو ڪري ٿي، ۽ انسان کي پنهنجي اصلي منصب تان هيٺ ڪيرايو ڇڏي. انهيءَ ڪري شاه صاحب سمجهائي ٿو، تہ جيڪو پنهنجو پاڻ تي ڀروسو

رکندو، اهو پنهنجي حال ۾ خوش رهندو؛ ۽ سادي زندگيءَ جي باوجود باوقار زندگي گذاريندو. شاه صاحب مارن جي گهر جي پورهئي جي تصوير هن طرح چٽي ٿو:

متن ٿُٻَکَ ٽيڪڙا، چکندڙا اچن،
کُڙبون کيهَ يَکُلِيون، پگهر سر پيرن،
اي وڙ ويڙيچن، مون لوڏائين لکئا.

۴. بهادري انهيءَ ۾ آهي، ته اصولن تي سوديبازي نه ڪئي وڃي؛ پر سر جو سانگو نه ڪري سچ ۽ حق جو هوڪو ڏجي. انهيءَ سلسلي ۾ ڪيترا به ڏک ۽ ڏاکڙا ڇو نه اچن، پر پير پوئتي نه هٽائجي. شاه صاحب مارئيءَ جي زباني چوي ٿو:

ڳچيءَ ڳانا لوهَ جا، زيربون ۽ زنجير،
پَيڪڙا پيرن ۾، ڪوٽين اندر ڪير،
چاري چوگانن ۾، واهيت ڪن وزير،
ڇَنِ نه ڇڇي آهيان، اهڙيءَ سٽ سرير،
مارو ڄام ملير! پيچ ڪين پنهوار ڪي.

۵. اعليٰ اخلاقي قدر ڪي قائم رکجي. تصنع کان پري رهجي، ۽ سادگيءَ ۽ فطرت ۾ سونهن ڳولهجي. مصنوعي ۽ پرماريت واري معاشري کان پري رهجي. شاه صاحب مارئيءَ کي مخاطب ٿي چوي ٿو، ته جيترو وقت تون ڪوٽ ۾ قيد آهين، پنهنجي لوئيءَ جي لڄ رک، ۽ عمر جا قيمتي ڪپڙا نه پاء. لوئي ئي تنهنجي ڪڙم جي خاص خوبي يا ڳڻ آهي، ان کي ختم نه ڪر. عمر ڪوٽ ۾ جيڪو دم آهين، پنهنجو ستسيل قائم رک. يعني انسان هر حال پنهنجي ذات ۾ خوبين ۽ ڳڻن کي قائم رکي. زماني جي حالتن جي ڪري اوڳڻ اختيار نه ڪري. شاه صاحب فرمائي ٿو:

ڪو ڏيهُ آهيين ڪوٽ ۾، لوئي هڏمَ لاهه،
ڪامڻ! آهجي ڪُرجي، آڏ وڏائي آهه،

هت مَ پاڙج هيڪڙو، پائر جي پساھ،
ستي! سيل نباھ، ملير ويندينءَ مارئي.

٦. ظلم ۽ ڏاڍ کان ڏکڻ بزدلي آهي ۽ انساني عظمت جي توهين آهي. انهيءَ ڪري ظلم ۽ ڏاڍ خلاف حق جو آواز بلند ڪجي، ۽ باطل خلاف بغاوت ڪري، جنگ جوٽي، انساني عظمت ۽ انسانيت کي برقرار رکجي. مارئي، هڪ مسڪين عورت آهي، عمر جي قيد ۾ بند آهي، عمر کيس ريجهائي راضي ڪرڻ لاءِ قيمتي ڪپڙا ۽ عيش عشرت جو سامان آڇي ٿو؛ پر مارئي اهي آڇون ٺڏي ڇڏي ٿي، ۽ عمر کي نهايت بي باڪيءَ سان مخاطب ٿي چوي ٿي:

پٽ نہ پرهيان سومرا! جانڪيتان جيان،
آئون ڪنءَ لوئي لاهيان، ڪارڻ ٻن ڏينهان،
جانسين ٿي جيان، ڪانڌُ نہ ڪنديس ڪو ٻئو.

٧. انسان جي عظمت انهيءَ ۾ آهي، تہ ماحول جو اثر قبول نہ ڪري. ائين نہ ڪري جو جهڙو ماحول ڏسي، اهڙي نموني پاڻ کي بدلائي، انهن جهڙو ٿي پوي. يعني جيڪڏهن معاشري ۾ برايون آهن، تہ پاڻ بہ انهن برائين کي اختيار نہ ڪري. صحيح انسان اهو آهي، جيڪو خراب ماحول ۾ بہ ڪنول جي گل جيان پاڪ ۽ صاف رهي. شاه صاحب انهيءَ سلسلي ۾ مارئيءَ جو مثالي ڪردار پيش ڪيو آهي، جيڪا قيد ۾ هجڻ جي باوجود عمر جي معاشري کي قبول نہ ٿي ڪري ۽ ان کي حقارت جي نظر سان ڏسي ٿي. هن ئي سر ۾ شاه صاحب مارئيءَ جي ڪردار جي عڪاسي ڪندي سپ جو مثال ڏنو آهي، جيڪا پاڻيءَ ۾ رهڻ جي باوجود سمنڊ جو پاڻي نہ ٿي پيئي، پر مينهن جي پاڻيءَ لاءِ پيئي اوسيڙو ڪدي:

سپ سمنڊين سپجي، ابر آ ساروسِ،
ٻاڙو پئي نہ ٻيڙي، منو مُہ لڳوسِ،
ماڻڪ تي مڙيوس، جنءَ تنگ ڪديائين تار ۾.

يعني سپ، سمنڊ جو کارو پاڻي نہ ٿي پيئي، پر مينهن جي مٺي پاڻيءَ جي اميد ۾ انتظار پيئي ڪري. انهيءَ محنت، ڪشالي ۽ اڄ سهڻ جو اهو فائدو ٿيو اٿس، جو ماڻڪ حاصل ٿيو اٿس. انهيءَ ڪري شاھ صاحب انسان کي صلاح ٿو ڏئي، تہ سپ مان سبق سکو، ۽ سٺي شيءِ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو ۽ ڪشالو ڪڍو. فرمائي ٿو:

سکو سپ سرتيون! سپن مُلا سير،
ٻئو مٺائي نيرُ، اپيون ابر آسري.

٨. شاھ صاحب سمجهائي ٿو، تہ سچائي ۽ سڪارتي زندگي اها آهي، جيڪا ٻين جي ڪم اچي. اهو انسان ڪهڙو، جيڪو فقط پنهنجي غرض جو غلام هجي، ۽ فقط پنهنجي پيٽ ڀرڻ جي ڪوشش ڪري. ان لاءِ شاھ صاحب هڪ ننڍڙي پر ڪارائتي شيءِ سئيءَ جو مثال ڏنو آهي، جيڪا ڪپڙن جي سبڻ ۽ اگهاڙن جي ڍڪڻ جو باعث بڻجي ٿي. شاھ صاحب فرمائي ٿو:

پاڇاهي ۾َ پاڙيان، سرتيون! سئيءَ ساڻ،
ڍڪي اگهاڙن کي، ڪين ڍڪيائين پاڻ،
پيهر ڄاڀي ڄاڻ، ابر جي اوصاف ڪي.

٩. اسلامي معيشت جو بنياد الله تعاليٰ جي ربوبيت، مالڪيت ۽ حاڪميت تي آهي. انهيءَ ڪري اسلام مطابق ڪو بہ انسان ڪنهن شيءِ جو حقيقي معنيٰ ۾ مالڪ ۽ متصرف ٿي نہ ٿو سگهي. ڪائنات ۽ ان جي سمورين شين، زمين ۽ ان جي سيني شين جو مالڪ، متصرف ۽ حقيقي مختار فقط الله تعاليٰ آهي، جيئن قرآن حڪيم جي ڪيترين آيتن ۾ آيو آهي. هڪ آيت هت ڏجي ٿي.

له مافي السموات وما في الارض ط (البقره ــــ ٢٥٥)

(جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهي، سو سندس ئي آهي.)

پر اها الله تعاليٰ جي حڪمت جي تقاضا آهي، جو انسانن کي پنهنجو خليفو ۽ نائب بنائي، پنهنجي زمين ۽ ان جي شين مان فائدي حاصل ڪرڻ

جو اختيار ڏنو اٿس. ان جو اهو مطلب نہ آهي، تہ انسان زمين ۽ ان جي شين جو مالڪ ۽ مختار ٿي ويو. اسلام جي تعليم جي نقطئہ نگاهہ کان اها نجي ملڪيت آزاد ۽ انسان جي پنهنجي مرضيءَ جي پابند نہ هوندي؛ بلڪ اوهان جي ملڪيت هر لحاظ کان الله تعاليٰ جي حڪمن جي پابند هوندي ۽ انسان هڪ امين جي حيثيت سان انهيءَ نجي ملڪيت جي پيداوار کي حاصل ڪندو ۽ خرچ ڪندو. مطلب تہ اسلام، الله تعاليٰ جي مقرر ڪيل حدن جي پابند نجي ملڪيت. (Divine con-trolled private property) جي اجازت ڏئي ٿو؛ جنهن جي ذري پرزي جو حساب ڏيڻو آهي.

شاهہ صاحب هن سر ۾ اهڙن ماڻهن کي ننديو آهي، جيڪي الله جي زمين جو مالڪ ۽ مختار ٿيڻ کان پوءِ الله جي حدن جي پابندي نہ ٿا ڪن، ۽ جيئن وڻين ٿو تيئن پيا ڪن. اهوئي سبب آهي، جو شاهہ صاحب عمر ۽ ان جي حڪومت جي تمثيل ۾ بادشاهت ۽ آمريت کي ننديو آهي. شاهہ صاحب مارئيءَ جي زباني عمر جي انصاف تي طنز ڪري ٿو. يعني مارئي چئي ٿي، تہ عمر مان انصاف جي اميد اجائي آهي:

منڌا ڏوهہ نہ مارئي، ڪونہ ان اوڄاهہ،

عمر جي انصاف جو پيئس ڪن پڙاءُ،

وينٺي چوءِ: الله، مون تي مٺ نہ موٽيا!

ان جي پيٽ ۾ ٿر جي آزاد معيشت جي تعريف ڪري ٿو، جتي ڪنهن کي بہ الله تعاليٰ جي زمين ۽ ان جي وڻن ٻوٽن تي ڪلي اختيار ڪونهي. شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

تن وهين ويڙهيچن ۾، سدائين سڪار،

چنڊيو، آٽيو چاڙهين، سندو ڏونرن ڏار،

جن جو ويڙهين سين واپار، سي ڏوٿي هُونِ نہ ڏٻرا.

غلط قسم جي حڪومت ئي در اصل واپارين کي هٿي ڏيندي آهي، ۽ هو من ـ مانيون ڪندا رهندا آهن. اڏنگا محصول ۽ ڍلن مٿان ڍلون بہ

مهانگائيءَ جو باعث ٿينديون آهن، ۽ انهيءَ ڪري عوام ۾ بي چيني ۽ پريشاني ٿيندي آهي. شاه صاحب انهيءَ ڳالهہ کي پوريءَ طرح محسوس ڪيو هو. هو مارن جو مثال ڏيئي فرمائي ٿو، تہ هو اُتي انهيءَ ڪري بلڪل خوش آهن، جو اُتي اڍنگي حڪومت جون دست درازيون ڪونهن. يعني اتي چند ماڻهو پنهنجي ذاتي فائدي لاءِ پرمار ٻنجي ماڻهن کي ايذائين نہ ٿا فرمائي ٿو:

نڪا جهل نہ پل، نڪو رائر ڏيہ ۾
آڻيو وجهن آهُرين، روهڙي رتا گل،
مارو پاڻ امل، مليرون مرڪٽون

غلط قسم جي واپارين ۽ اڍنگي حڪومت کان سواءِ خود عوام بہ هڪ ٻي لاءِ تڪليف جو باعث ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ جو هرڪو انفرادي طرح سوچيندو آهي، ۽ پنهنجي ٿوري فائدي لاءِ ٻي کي وڏي نقصان پهچائڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي. يعني جيري لاءِ ٻڪري کهڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي. اهو انهيءَ ڪري آهي، جو انسان لالچ ۽ لوڀ ۾ اچي الله تعاليٰ جون مقرر ڪيل حدون اورانگهي ٿو، ۽ الله تعاليٰ جي سونپيل امانت جو پاڻ کي ڪلي مختار سمجهي ٿو.

۱۰. وطن جي پيار جو جذبو هڪ فطري امر آهي. انهيءَ کي هر حال ۾ قائم رکڻ ۾ ئي انساني عظمت ۽ سلڇڻي سياءَ جو راز پوشيد آهي. شاه صاحب هن سر ۾ وطن سان پيار جو اظهار ڪيو آهي. ۽ وطن واپس وڃڻ جي تمنا ڏيکاري آهي. بلاشبہ شاه صاحب انسان جي اصلي ماڳ مڪان ۽ عالم الارواح جو ذڪر ڪيو آهي. ان هوندي بہ ڪيترن ئي بيتن ۾ هن زمين واري وطن سان پيار جو اظهار بہ نظر اچي ٿو. اهڙي نوعيت جا ڪجهہ بيت هيٺ ڏجن ٿا شاه صاحب فرمائي ٿو:

”آءٌ تہ اکيين اگهان، جي پائر ڏنيءَ پير“
”سندي جا ساٿيهہ، کہ ڪٿوري پائيان.“

"الا! ايءَ م هوءِ، جئن آن مران بند ۾،
جسو زنجيرن ۾، راتيان ڏيهان روءِ،
پهرين وجان لوءِ، پوءِ مر پچنمر ڏيهڙا."
واجهائي وطن کي، ساري ڏيان ساهُه،
بت منهنجو بند ۾، قيد ۾ کريجاهُه،
پرڏيهياڻي پريءَ ري، ڏارمَ ڏريجاه،
ٿڌي وسائجاه ٿرن جي، مٿي مٺي مٽاهُه،
"جي پويون ٿئي پساهُه، تہ نجاهہ مڙهہ ملير ڏي."

مطلب تہ مارئي عزم ۽ استقلال جو اعليٰ نمونو پيش ڪيو آهي؛ وطن جي حب جو عملي تفسير اسانجي سامهون آندو آهي؛ ۽ آزاديءَ جي تڙپ جو اعلان ڪيو آهي. هن کي ظالم کان نفرت آهي ۽ آزادي لاءِ پيار آهي. هن کي ڪڙن ۽ قلفن، زيرين ۽ زنجيرن، پيڪڙن ۽ بيڙين، هتڪڙين ۽ هتڪڙولن جي پرواه ڪانهي. هوءَ وڏي واڪي عمر کي مخاطب ٿي چوي ٿي:

آءٌ ڪيئن ڇڏيان سومرا، تن پنهوارن پچار؛
جڙ جنين جي جان ۾، لڳي ريءَ لوهار؛
ميخون محبت سنديون، هينئڙي منجهہ هزار؛
پڪا ۽ پنهوار، ڏٺي مون ڏينهن ٿيا.

شاه صاحب مارئي جي روپ ۾ اهو داناءُ پيش ڪيو آهي؛ جنهن کي جڳائيءَ جو صحيح شعور آهي. هو ٻاهرين ڏيک ويک تي ڀلجي نہ ٿو. هو محلن ماڙين، زيورن ۽ ڪپڙن جي اصل حقيقت کي سمجهي ٿو ۽ انهن کي ڌڪاري ڇڏي ٿو. يعني ان ۾ اهو سبق سمايل آهي تہ هي حق جي طالب کي جڳائي تہ دنيوي شين جي ٻاهرين ڏيک ويک تي موهت ٿي، انهن جي ڄار ۾ ڦاسي نہ وڃي؛ پر انهن جي اصل حقيقت سمجهي، انهن کي نظر انداز ڪري ڇڏي.

روحاني راز: شاه صاحب جي هن سر جي روحاني راز بابت محققن جا مختلف رايا آهن؛ پر سڀ ان ڳالهہ تي متفق آهن، تہ هن ۾ انساني روح جي تڙپ ۽ تانگهہ ۽ پنهنجي اصلوڪي وطن لاءِ سڪ ۽ اڪير ڏيکاريل آهي. روحاني راز بابت جدا جدا رايا هيٺ ڏجن ٿا:

ڊاڪٽر گربخشاڻي:- مارئيءَ مان مطلب آهي روح؛ ملير مان وحدانيت جي وادي يا عالم ارواح؛ عمر مان نفس، عمر ڪوٽ مان هيءَ دنيا ۽ قاصدن مان مراد آهي: هادي يا رهبر.

غلام محمد شاهواڻي: آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي خيال سان متفق آهي ۽ چوي ٿو تہ هي سر "ڪل شيءِ يرجع الي اصله" (هر ڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽي ٿي) جو تفسير آهي. يعني روح ڪي بہ پنهنجي اصل ماڳ تي موٽڻو آهي.

مرزا قليچ بيگ: مارئيءَ مان مراد آهي: سچو عاشق، عمر مان ظالم ۽ زور آور دنوي ماڻهو؛ عمر ڪوٽ مان بنديخانو، زيورن ۽ پوشاڪن مان ڏيک ويک ۽ سينگار.

مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي: عمر مان مطلب آهي: حيواني طاقت، مارئيءَ مان ملڪي طاقت؛ ملير مان انهن جي ڪم ڪرڻ جو ميدان؛ ڪيت مان امام يا اڳواڻ، جنهن جي هٿ مان اقتدار جون واڳون نڪري چڪيون هجن.

حقيقت ۾ شاه صاحب جيڪا تمثيل رکي آهي، ان کي ڪيترن هنڌن تي واضح بہ ڪيو اٿس. هن ۾ پرينءَ يا مارو مان سندس مطلب آهي: خالق ڪائنات ۽ پرين سان لائون لهڻ مان سندس مراد آهي: الست جو عهد:

چرن چٽڪن چت ۾ وساريان ڪين وري؛
ڪنا عهد الست جي، ڪ تهائين پري؛
لم يلد ولم يولد، مارئي ڪوه ڪري؛
اڄ ڪ ڪال مري؛ ساري سانبيڙن ڪي.

انهيءَ مقصد جا ڍيا بہ بيت ملي سگهندا پر طوالت جي ڪري انهيءَ بيت تي ئي اڪتفا ڪجي ٿي.

# سُرُ سامونڊيءَ جو فلسفو

عام طرح يورڙائيءَ ۾ ماڻهو پلجي پوندو آهي، ۽ اسلامي تصوف متعلق انهيءَ نظريي کي وزن ڏيندو آهي، ته اسلامي تصوف ويدانت کان ويچار ۽ ويچاءَ ورتا آهن. پر جيڪڏهن حقيقت جي نظر سان ڏٺو ويندو ته معلوم ٿيندو، ته ويدانت جي واٽ ۽ اسلامي تصوف جي تنوار ۾ وڏو فرق ۽ ڦير نظر ايندو. نه فقط ايترو، پر ٻنهي جي فڪر ۽ فلسفي، منزل ۽ مقصد، اهڃاڻ ۽ اصول ۾ تضاد نظر ايندو.

ويدانت جا ويچار، انسان کي سُکو بنائڻ جي سکيا ڏين ٿا. اها حقيقت ڏينهن ڏٺي جهڙي چٽي آهي، ته هندو ساڌن جون تسيائون سانت سيکارين ٿيون. اوهان کان اها ڳالهه ڳجهي نه هوندي، ته هندو يوگين جي يوگ جا مختلف نمونا آهن. ڪو يوگي سڄ ڏانهن منهن ڪري، مهينن جا مهينا بيٺو رهندو. ڪو وري لڱين اگهاڙي پلٿي ماري جهنگ ۾ ويهي رهندو. ڪو وري پاڻهن جهلي بيٺو رهندو، ته ڪو وري ٽنگ مٿي جهلي بيٺو رهندو. ڪو دم چاڙهي ڇڏيندو، ته ڪو سنئون نئون ٿي سانت ڪري سمهي پوندو.

ان مان معلوم ٿيندو ته يوگ جا سمورا قسم تحرڪ ۽ چرپر جي مخالفت ڪن ٿا. هو اهو ٻڌائين ٿا ته تحرڪ کي ختم ڪرڻ سان ئي منزل ملي ٿي. ان جي ابتڙ اسلامي تصوف، تحرڪ جي تبليغ ڪري ٿو. اسلامي تصوف اهو نه ٿو ٻڌائي ته هڪ هنڌ ويهي سنڌ سڪائي ڇڏجن، يا دم چاڙهي ڇڏجي؛ پر چوي ٿو ته هر دم سان ڌڻيءَ کي ياد ڪجي. انهيءَ ڪري صوفي چوندا آهن.

”جو دم غافل، سو دم ڪافر.“

جيئن زندگي تحرڪ جو نالو آهي، تيئن تحرڪ ئي روحانيءَ ترقيءَ جو ذريعو آهي. هو ٻڌائين ٿا، تہ روحاني اوسر جي پڇاڙي ئي ڪانهي. هر منزل، ٻيءَ منزل جي ابتدا هوندي آهي. اهو سير ۽ سفر ڪڏهن ختم ٿيڻ جو ئي نہ آهي. شاہ صاحب جو سر سامونڊي انهيءَ ساڃاهہ جي سڌ ڏئي ٿو، تہ جهڙيءَ طرح سامونڊي سفر اڻاهاڳ آهي، اهڙيءَ طرح روحاني سفر جي منزلن جو بہ ڪاٿو ئي ڪونهي. انهيءَ ڪري روحاني وکر وهائيندڙ وڻجارن کي سدائين سفر جي تات آهي. هو نہ ويهن ٿا، نہ ساهي پٽين ٿا، پر هميشه اڻاهاڳ سمنڊ جهاڳيندا رهن ٿا:

سامونڊين سعيو، سدائين سفر جو
ڪو ڏيهہ چتايو، اونهي وڃن اوهريا.

---

اڄ پڻ وايون ڪن، وڻجارا وڃن جيئن
اٺئي پهر اُٿن، سعيو ڪنهن سفر جو.

---

وڻجارن وائي، سدا آهہ سفر جي.
آيو ٻارهين ماهہ، پُڻ ٿو سفر سنبهي.

اسلامي تصوف جي جڳ مشهور مفڪر حضرتؒ شيخ محي الدين ابن العربي پنهنجي ڪتاب "فتوحات المڪيه" جي ٻاويهين باب ۾ سلوڪ جي راهہ جي منزلن جو ذڪر ڪيو آهي، ۽ انهن جي حقيقت سمجهائي آهي. لکي ٿو تہ منزلون بي شمار آهن، پر هتي اسان فقط انهن منزلن جو بيان ڪنداسون، جن جو تعلق اسلامي شريعت سان آهي؛ ۽ اهي ٻين منزلن کان ممتاز حيثيت رکن ٿيون. اسان اهڙيون منزلون بيان نہ ڪنداسون، جن جو تعلق ٻين مذهبن سان آهي. اڳتي هلي اهڙيون منزلون اٺويهہ ٻڌايون اٿس، ۽ لکيو اٿس تہ انهن مان ڪن جون ڪيتريون ئي شاخون آهن. ان مان معلوم ٿيو تہ ابن العربيءَ جي نظر ۾ روحاني سفر جي منزلن جو ڳاڻاٽو ئي ڪونهي. ان لاءِ دليل ڏيندي لکيو اٿس "ٻانهي جي

ٻانهپ جي ڪاٻ اهڙي حد ڪانهي جو ٻانهپ ختم ٿي وڃي ۽ ٻانهو رب بڻجي.“

شاهه صاحب انهيءَ حقيقت کي سمجهائيندي فرمايو آهي، ته جهڙيءَ طرح سامونڊي سفر ۾ هڪ بندر کان پوءِ ٻيو بندر ايندو، اهڙيءَ طرح روحاني سفر ۾ به هڪ منزل کان پوءِ ٻي منزل آهي:

بندر ديسان ديس، مُلُ نه ملي واريين
فقيراڻي ويس، اُمُلَ ڏين اتوريا.

جيئن ته سمنڊ اجهاڳ آهي، ۽ منزلن جو ڪو ڪاٿو ئي ڪونهي، انهيءَ ڪري وڻجارن کي هميشه وڃڻ جي وائي آهي. هنن کي ڪيترو به روڪڻ جي ڪوشش ڪجي، پر هو رڪڻ جا نه آهن. زميني رشتا ۽ پيارن عزيزن جون دانهون ۽ ڪوڪون به هنن تي ڪو اثر نه ٿيون ڪن، يعني مادي تعلقات انهن جي راهه ۾ حائل نه ٿا ٿين. هو هر ڳالهه کان منهن موڙي سفر جو سانباهو ڪري وڃندا رهن ٿا:

اڄ پڻ وايون ڪن، وڻجارا وڃڻ جيون،
هلڻ هارا سپرين، روئان تان نه رهن،
آءُ جهليندي ڪيترو، آيل سامونڊين،
پڳهه ڇوڙيو جن، وڃا ٻيڙا ٻار ۾.

ابن العربي فتوحات المڪيه ۾ چاڻايو آهي ”جڏهن ڳولها ڪرڻ وارا ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ جي جستجو ڪن ٿا، تڏهن ڪين ان ۾ ڪاميابي ٿئي ٿي.“ يعني جڏهن راهه جي ور وڪڙن کان واقف ٿي اڳتي وڌجي ٿو، ته مولا جي مهر ٿئي ٿي، ۽ مسافر منزل ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو. شاهه صاحب اها ڳالهه هن طرح سمجهائي آهي، ته جڏهن سڙهه سبجي رهيا هئا، ۽ سامونڊي سفر جي تياري هئي، تڏهن سامونڊي سفر بابت معلومات به حاصل ڪيائون ۽ رهبري به ورتائون. ان ڪانپوءِ جڏهن هو سفر تي نڪتا، ته منجهي ۽ ڀلجي وڃي اوجهڙ ۾ نه پيا، پر منزل مقصود تي پهچڻ ۾ ڪامياب ٿيا:

سڙهه ٿي سبياڻون، بندر جن تڙن تي،
ملا معلم خبرون، پڇي پورياڻون،
ستڙ سوٽياڻون، اوتڙ ڪنهن نه اوليا.

البت ايترو آهي ته اهو سفر اٽانگو آهي؛ ۽ ان جي رستي ۾ ڪيترائي ڪُن ۽ ڪڙڪا آهن، ۽ ٻيا ڪيترائي خوف ۽ خطرا آهن. انهيءَ ڪري هميشه ڊڄندو ۽ ڏڪندو، ۽ مالڪ کان مدد جو ملتجي ٿي اڳتي وڌندو رهجي. جيڪڏهن هڪڙي منزل ملڻ کان پوءِ غرور ۽ تڪبر ڪبو، ته وٺوائد ٿي ويجبو. ابن العربيءَ لکيو آهي ”ٻانهي کي اهو نه جڳائي ته هو پنهنجو مرتبو ڏسي مرتبي تي غرور ۽ تڪبر ڪري. جيڪڏهن هن ائين ڪيو، ۽ پنهنجي حيثيت کان تجاوز ڪيائين ته تباهه ٿي ويندو.“ ٻانهو هيٺو آهي، هن جو هٿ اجايو آهي، ڇاڪاڻ جو مالڪ جي مهرباني کان سواءِ هو اڳتي وڌي ئي نه ٿو سگهي. ابن العربي صاف ٻڌايو آهي، ته ”ادنيٰ درجي کان اعليٰ درجي ڏانهن ترقي ڪرڻ فقط تائيد الاهيءَ جي ذريعي ئي ممڪن آهي.“

شاهه صاحب نهٺائيءَ ۽ نماڻائي واري واٽ ورتي آهي. هو هٺ ۽ تڪبر نه ٿو ڪري، پر پنهنجي هيٺائي ۽ بي وسي ڏيکاري ٿو. انهيءَ ڪري ٻاڏائي ٿو ته ڪارساز پنهنجو ڪرم ڪري، ته جيئن سفر سٽائو ٿئي:

پران مَ پچان، بندر مون ڏور ٿيا،
نه مون هڙ نه هنج ڪين، جو آءٌ چڻي چڙهان،
ايهين ڪج پاٽڻي، جنهن پرين مڙان،
ڪارون ٿي ڪريان، تو در اُيي ناڪئا.

مطلب ته جهڙيءَ طرح فطرت جي اٽل اصول موجب ترقي، تحرڪ سان وابسته آهي، اهڙيءَ طرح شاهه صاحب جي تصوف جي تشريح به فطرت جي اڻ مٽ اميجاٽن پٽاندر آهي. هو سمجهائي ٿو، ته تحرڪ ۾ اچڻ سان ئي ترقيءَ جون راهون کلن ٿيون. پر جيڪڏهن تورو اڳتي هلي ٻيهي رهبو، ته وٺوائد ٿي ويجبو، يعني وڌندو ۽ وڌندو رهجي. ان سان گڏ ٻانهي کي پنهنجي هيٺائيءَ جو به احساس هئڻ گهرجي، انهيءَ ڪري هٺ ۽ وڏائي ڇڏي، مالڪ کان مدد جو ملتجي رهجي.

# سُرَ معذوريءَ جو فلسفو

شاهه صاحب هن سر ۾ انسان جي اصليت ۽ حقيقت، ڪيفيت ۽ ماهيت، زندگي ۽ موت تي نهايت سولي، سلوڻي ۽ اثرائتي انداز ۾ روشني وڌي آهي. زندگي ۽ موت، جزا ۽ سزا، ڏک ۽ سک جا مسئلا انساني سوچ ۾ ابتدا کان وٺي وڏي اهميت رکن ٿا. انسان هزارن سالن کان سوچيندو ۽ مختلف نظريا قائم ڪندو آيو آهي. انهن ئي مسئلن جي سوچ جو نتيجو هو، جو انسان جاني قربانيون ڏيندو هو ۽ وڏا جوکائتا ڪم سر انجام ڏيندو هو. انهيءَ ئي مسئلي جي سوچ انسان کي جانور ۽ انسان جي قربانين تي آماده ڪيو ۽ انسان پنهنجا ٻار قربان ڪرڻ، جيئري پنهنجو پيٽ ڦاڙي دل ڪڍڻ، پاڻ کي جيئرو ٻارائڻ کي پنهنجي سعادت ۽ ڇوٽڪارو سمجهڻ لڳو. انهيءَ ئي مسئلي تي سوچي انسان جُوڻ يا تناسخ جو نظريو قائم ڪيو، جيڪو نه فقط هندستان، پر مصر، يونان ۽ ايران ۾ به مچيو تي ويو.

انهن پراڻن نظرين انسان کي منجهايو ۽ پريشان ڪيو ۽ سنئين رستي تان ٿيڙي ڇڏيو. ڪيس اهڙي اوڙاهه ۾ وڃي اڇلايو، جو هو پنهنجي اڏام جا پر ڪوهي، ڏڏڙ ۾ ليٽڙڻ لڳو. هو پنهنجو شرف ۽ شان وڃائي، ڪکَ پن، پتر نڪر ۽ جيت جڻٽي کي پنهنجو خدا سمجهڻ لڳو. انهيءَ ڪري سندس ذهن ۽ شعور جي اوسر ته ڪانه ٿي، پاڻ پستيءَ ۾ ڪري پيو.

انسان کي اهڙيءَ حالت ۾ ڏسي خالق اڪبر پنهنجي پياري پيغمبر، نبي آخر زمان محمد صلي الله عليه وسلم جي ذريعي پنهنجو پيغام موڪليو ته جيئن هو پنهنجي خالق حقيقي کي سڃاڻي ۽ پنهنجي شرف ۽ شان کان واقف ٿئي. اسلامي تعليم موجب انسان عقل جي ڪامل ترين

رهنمائيءَ جي لاءِ وحي رباني جي صورت ۾ خارجي روشنيءَ جي ضرورت آهي. انهيءَ کان سواءِ انساني عقل پنهنجو صحيح ڪردار ادا ڪرڻ کان محروم رهي ٿو. يعني جيڪڏهن انسان وحي الاهي جي رهبريءَ رهنمائيءَ کان سواءِ پنهنجي سر فقط پنهنجي عقل تي هلندو ته وٿواند ٿي ويندو. اسلام جي ٻي اهم ۽ بنيادي خصوصيت توحيد جو عقيدو آهي. قرآن حڪيم توحيد جي عقيدي کي انسان ۽ ڪائنات جي سموري اڀياس جو مرڪز ۽ محور بنايو آهي، ۽ ان کي ڪائنات جي مطالعي لاءِ هڪ بنيادي ضرورت ٺهرايو آهي. توحيد تي ايمان آڻڻ کان سواءِ ڪائنات جي مطالعي جي جيڪا به ڪوشش ڪئي ويندي، اُها بي سود ۽ لاحاصل هوندي. قرآن ڪريم ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ڪائناتي وحدت جو اصل اصول الله تعاليٰ جو وجود آهي، جيڪو هڪ آهي ۽ لاشريڪ آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو فڪر ۽ فلسفو به اسلامي تعليم جو ترجمان آهي. هن انسان ۽ ڪائنات تي سوچيو ۽ ويچاريو آهي، پر سندس سوچ ۽ ويچار، فڪر ۽ فهم قرآني حڪمت ۽ وحي الاهيءَ جي روشنيءَ ۾ آهي. هن جي نظر ۾ سڀني علمن جو ماخذ هڪ آهي ۽ ان جو مقصد ۽ مجتا يعني نصب العين به هڪ آهي. هو چوي ٿو ته ڪائنات جون رنگينيون، ۽ نفس جون سڌون ۽ خواهشون، انسان کي وڏي آزمائش ۾ وجهن ٿيون. اهڙيءَ حالت ۾ جيڪڏهن هو وحي رباني جي رهنمائي ۽ رهبري کان سواءِ فقط عقل جي غلامي اختيار ڪري، ڪائنات جي رنگينين جي ٻاهرئين ڏيک ويک تي ڀنيلجي پوندو، ۽ نفس جي سڌن ۽ خواهشن جي حصول کي پنهنجي زندگيءَ جو مول متو بنائيندو، ته انسانيت جو شرف ۽ شان وڃائي ويهندو. پر جيڪڏهن سندس تعلق مالڪ حقيقي جي طرفان موڪليل پيغمبر ٻنهي جهانن جي سردار، سيد المرسلين محمد مصطفيٰ ﷺ سان هوندو ۽ سندس عمل ان جي رهبري ۽ رهنمائي مطابق هوندو، ته ڪيس ڪو جوکو نه رسندو. شاه صاحب فرمائي ٿو:

ڏکا، ڏنگر جا مرون، مر تا مون تي ڪن،
پُڙندا ڪين پرپٽ تي، هن جا سڌر تا سڄن،
سڳائيءَ جي سيد چئي، آهي سڌ سين،
هند نہ هت ٽرن، پر قرابت ڪم ڪئو.

شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري ساڳيو خيال هن طرح بيان ڪيو آهي:

ڏکين ڏات پئو، هينئڙو لہ سنڌاڻ جنءَ،
سنياري ڪي سڄڻين، ورچي تان نہ وئو.

شاه صاحب جي تعليم جو بنيادي مقصد هي آهي، تہ انسان پنهنجو پاڻ ڪي سڃاڻي ۽ پنهنجي رب جي وصال ڪي پنهنجو مقصد بنائي. هو ذهن نشين ڪرائي ٿو، تہ انهيءَ مقصد ڪي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيتريون ئي مشڪلاتون ۽ مصيبتون درپيش اينديون، پر انهن جي پرواهہ ڪرڻ نہ گهرجي، فرمائي ٿو:

ڪنڊا مون پيرن ۾، توڻي لَڪَ لڳن،
آڳر آڱوٺي نہ مڙي، چيون پير چڻن،
ويندي ڏاهہ پرين، جتي جات نہ پائيان.

"جتي جات نہ پائيان" جو مطلب آهي تہ جيتوڻيڪ ڪيڏيون بہ تڪليفون اچن، پر عقل ۽ مصلحت جي غلامي اختيار ڪري، اها راهہ ڇڏي ڏيڻي نہ آهي. يعني ڪيڏيون بہ مصيبتون ۽ مشڪلاتون آڏو اچن، پر اصولن تي سوديبازي ڪرڻ نہ گهرجي.

هن سُرَ ۾ شاه صاحب اهو سبق ڏنو آهي، تہ مسلسل جُهد انسان جي زندگيءَ جو مقصد هئڻ گهرجي. هن ڪي پنهنجي مقصد جي حصول لاءِ ٿڪجي ويهي رهڻ نہ گهرجي، پر لاڳيتو ڪوشش ڪرڻ گهرجي ۽ هر حال ۾ قدم اڳتي وڌائڻ گهرجي. فرمائي ٿو:

هلندي هاڙومٽي، گسان تان مَ گسان،
لڪن تان لطيف چئي، رڙهي ماڻ رسان،
پنهون، شال پسان: وهان تان نہ وس پئو.

هو خبردار ٿو ڪري، تہ انهيءَ راھ ۾ ڪيترين ئي ڳالهيون توکي ڀنيلائي ڀٽڪائڻ جي ڪوشش ڪنديون، پر توکي اصل مقصد ڪان سواءِ ٻي ڪنهن بہ مقصد ۽ مصلحت ۾ دلچسپي وٺي، اهو اصل مقصد هٿان ڇڏڻ نہ گهرجي، فرمائي ٿو:

هٿين پيرين، مونڙين، ڪهج ۾ ڪپار،
مستان چوري! ڇڏيين، پربتٽي پچار،
توکي سند سسئي، سندي لُنءَ لغار،
جي هونئي هوت هزار، تہ پاڙج ڪومَ پنهوءَ سين.

هو چوي ٿو تہ منزلون ماڻڻ لاءِ ضروري آهي، تہ انسان هميشہ وڳ ڪٽندو وڌندو رهي. ايتري قدر جو ساهي پٽڻ ۽ ويسانديءَ ۾ بہ ڪيس گهڻو وقت وڃائڻ نہ گهرجي. انهيءَ ڪري هو مشورو ڏئي ٿو تہ ساهي پٽڻ لاءِ تمام ٿوري ويرم ويهڻ گهرجي. فرمائي ٿو:

ٿور – ويرمي ٿيءُ، وڃڻ ويرم نہ سهي،
ڏيئي مرج ڏنگرين، جتن ڪارڻ جيءُ
هڏ نہ هندو هيءُ، ساه پريان تان صدقو.

يعني وصال لاءِ وڌندي، واٽ ويندي، جيڪڏهن هي ساه صدقو ٿئي تہ سجايو ۽ سڦلو آهي. اهو موت وڏي سعادت آهي ۽ واحد جي وصال جو ذريعو آهي:

ڏکيءَ سنديون ڏنگرين، اوچنگاريون اچن،
هٿي سانگ سسئيءَ کي، ڪلو ڪٿو ڪيچين،
جي هٿان هوت مرن، هوت تنين جي هنج ۾.

انهيءَ ڪي صوفين فنا ۽ بقا سڏيو آهي. فنا جو مطلب آهي، تہ سالڪ پنهنجي نسبت بالڪل سلب ڪري ڇڏي ۽ فقط حق تعاليٰ جو وجود پنهنجي ظهور ۾ ثابت ڪري. نہ فقط ايترو، پر هو پنهنجو ظهورو ئي ذات مطلق جو ظهورو سمجهي. شاه صاحب سمجهائي ٿو، تہ پنهنجو پاڻ فنا ڪرڻ ڪان پوءِ ئي تون جانب جي جمال جو جلوو پسي

سگهندين. فرمائي ٿو:

مري جيءُ تہ ماڻيين، جانب جو جمال،
ٿيين هُند حلال، جي پند اهائي پاريين.

فنا کي صوفين "مرڻ کان اڳ مرڻ" نالو ڏنو آهي. يعني جيئري ئي پنهنجون سڌون ۽ خواهشون ختم ڪري ڇڏڻ ۽ پنهنجي مالڪ جي محبت ۾ پاڻ کي محو رکڻ. شاه صاحب فرمائي ٿو تہ: جيڪي جيئري ئي پنهنجو پاڻ فنا ڪري، موت جي منزل ماڻين ٿا، اهي دراصل مرن ڪونہ ٿا، پر انهن کي هڪ اهڙي زندگي ملي ٿي، جيڪا ڪڏهن بہ فنا ٿيڻ واري نہ آهي:

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ ماتُ،
هُندا سي حياتُ، جيئڻا اڳي جي جيا.

نفي ۽ اثبات جي مسئلي کي ابن عربي فلسفيانہ نموني سمجهايو آهي. هو اصل حقيقت کي "عين" سڏي ٿو. انهيءَ عينيت کي ظاهر ڪرڻ لاءِ هو عالمَ جي نفيءَ سان ابتدا ڪري ٿو، يا خدا جي اثبات سان عالم جي نفيءَ کان اڳتي هلي، هو مڃي ٿو تہ عالمَ جي حيثيت نالي ماتر آهي. اهو غير حقيقي، وهمي ۽ اهڙو وجود آهي، جو خارج ۾ معدوم آهي، موجود فقط خدا آهي. عالم يا ڪثرت جو وجود فقط وحدت جي تجليات جي حيثيت سان آهي، يا ان جي تعنيات جي حيثيت سان آهي؛ بذات خود عالم جو ڪوبہ وجود ڪونهي.

خدا کان ابتدا ڪري، ابن عربي چوي ٿو تہ عالم ئي خدا آهي. هيءَ تجلي آهي، جنهن ۾ وحدت پنهنجو پاڻ ظاهر ڪيو آهي. انهن تجلين ۾ وحدت بالڪل گم ٿي وڃي ٿي. انهن تجلين کان ٻاهر وحدت جو ڪو وجود ڪونهي. انهيءَ ڪري هڪ سالڪ کي انهيءَ عالمَ کان ٻاهر خدا جي ڳولها جي ڪوشش ڪرڻ نہ گهرجي. شاه صاحب انهيءَ حقيقت کي هن طرح سمجهايو آهي:

ولاڙئو وٽين چڙهي، ڏاڍو ڏوري ڏور،
سپيريان جي سور، پري پڙاڏا ڪري.

ڪيفيت جو اهو ڪشف دائمي نہ ٿو رهي، جنهن کي هو ”فرق بعد الجمع“ سڏي ٿو. انهيءَ موجب هو چوي ٿو تہ موجود حقيقي کي کو خدا سڏي يا عالم چوي، توڻي عجز جو اعتراف ڪري، ساڳي ڳالهہ آهي. اسان جو شاهہ صاحب عجز جو اعتراف ڪري ٿو. فرمائي ٿو:

ولاڙئو وٽين چڙهي، رئي پسئو روءِ،
وڇان جو وڇ پوءِ، سو ڪہ پر ڪهي لاهيان.

فرق جي معنيٰ امتياز آهي. تصوف جي اصطلاح ۾ فرق سالڪ جي انهيءَ روحاني مقام کي ظاهر ڪري ٿو، جنهن ۾ هن کي محسوس ٿئي ٿو تہ مان خدا کان الڳ آهيان ۽ جدا وجود رکان ٿو. جمع جي معنيٰ آهي: هڪ ٿيڻ. تصوف جي اصطلاح ۾ ان مان مراد آهي: سالڪ جو اهو مقام، جنهن ۾ کيس اهو محسوس ٿئي ٿو، تہ مان ۽ خدا هڪ ٿي ويا آهيون. فرق بعدالجمع جي معنيٰ آهي: هڪ ٿيڻ کان پوءِ جدائي. تصوف جي اصطلاح ۾ هي اهو مقام آهي، جيڪو سالڪ کي جمع جي منزل کان لنگهڻ کان پوءِ ايندو آهي. ان ۾ هن کي محسوس ٿيندو آهي، تہ منهنجو وجود خدا جي وجود کان الڳ آهي. شاه صاحب انهيءَ فڪر کي سمجهائڻ لاءِ هن سُر ۾ سسئيءَ جي تمثيل کان ڪم ورتو آهي، ڇاڪاڻ جو سسئيءَ کي بہ وصال کان پوءِ وڇوڙو حاصل ٿيو هو.

شاه لطيف فرق بعد الجمع جي نقطہ نگاهہ کان حقيقتون واضح بہ ڪري ٿو، تہ پنهنجي عجز جو اعتراف بہ ڪري ٿو. انهيءَ ڪري ئي پائنجي ٿو تہ هن سر کي ”معذوري“ نالو ڏنو اٿس، ڇاڪاڻ جو ”معذوري“ جي معنيٰ آهي: ضعيف، لاچار.

# سر ڏهر جو فڪري جائزو

جهڙيءَ طرح شاه صاحب جي رسالي جا مختلف سر سنڌ جي مختلف تاريخي ۽ جاگرافيائي پس منظرن ۾ چيل آهن، اهڙيءَ طرح شاه صاحب جو سر ڏهر بہ سنڌ جي هڪ تاريخي ۽ جاگرافيائي پس منظر ۾ چيل آهي. هي سر سنڌ جي ويران درياءَ جي تاريخي ۽ جاگرافيائي پس منظر ۾ چيل آهي. معلوم ٿئي ٿو، تہ شاه صاحب جڏهن هاڪڙي درياءَ جا ويران ماڳ ۽ مڪان ڏٺا، تڏهن دنيا جي بي ثباتي سندس آڏو روز روشن جيان عيان ٿي. ان ڪان پوءِ ان تاريخي ۽ جاگرافيائي پس منظر ۾ هن سر جا بيت چيا.

(١) هن سر جي شروع وارن بيتن ۾ شاه صاحب ان ڪنڌيءَ جي وڻ کي مخاطب آهي، جيڪو سڪي ويل دريا يا ان جي ڪنهن شاخ جي ڪناري بيٺل ڏٺو اٿس. ان منظر مان شاه صاحب کي دنيا جي فنائيت جو ڏٺو وائٺو ثبوت ملي وڃي ٿو. اهو ان حقيقت جي اظهار لاءِ ڪنڌي کي مخاطب ٿي چوي ٿو، تہ هتي ڪنهن زماني ۾ جيڪا خوشحالي هئي، اهو اوج ڪيڏانهن ويو؟ اهي جنگ جهاز ڪيڏانهن ويا، جيڪي سامان سان ڀرجي هتان لنگهندا هئا؟ اهي ملاح، محصول اڳاڙيندڙ ڪامورا، ملڪ لتاڙيندڙ وڏا وڻجارا ڪيڏانهن ويا، جن جي اچ - وڃ جي ڪري تنهنجي چوڌاري رونق هئي؟ هن درياءَ ۾ پاڻيءَ جي جيڪا موج هئي، اها هينئر ڪٿي آهي؟ شاه صاحب فرمائي ٿو:

ڪرڪي ڳالهڙيون، ڪندا ڍور ڏٺين جون؛
ڪنءَ سي راتڙيون، ڪه ڀر ڏينهن گذارئين؟

سچ ڪ سڪو ڍور، ڪنڌيءَ آڪ ڦلاريا:
جنگن ڇڏيو زور، سَرُ سڪو سونگي گيا؟

جيڪو واهه اڳ هتان وهندو هو، اهو سڪي ويو آهي، ملاح پاڻيءَ جا پار ڏسي مڪڙا موڙي هليا ويا، ۽ هينئر هو اتي ڏسڻ ۾ نہ ٿا اچن. نہ آهن ملاح، نہ محصول اڳاڙيندڙ ڪامورا ۽ نہ وڻجارا. اڳي "جسودن" راجا جو هتي ڏاڍو اوج هو، اهو هينئر ختم ٿي ويو آهي. هتان جيڪي ڍاڳي ۽ پٽهيل نالي واهہ وهندا هئا، انهن جو نالو نشان ئي نہ بچيو آهي. هينئر ڪن ڪِن هنڌن تي ڪا وسنوَ آهي، نہ تہ سچ پڇُي واڪا ڪري. اڳي جنهن ڪنڌيءَ تي قيمتي وکر جا ڪوڙَ هوندا هئا، اتي سر ۽ ڪک پيا پسجن. ڪنڊو ويچارو هينئر اڪيلو ۽ ويڳاڻو آهي، ڇاڪاڻ جو بندر جو اڳيون اوج هينئر ويراني ۾ بدلجي ويو آهي. فرمائي ٿو:

ڪنڊا تون ڪيڏو؟ جڏهہ پريو ڍور وهي،
جسودن جيڏو، تو ڪو گڏيو پهيئڙوَ؟

---

جڏهن ڍاڳي ڍور، هئي وهيا ٻليار ۾،
تڏهن تاجڙين طور، هئو جسودن سين.

---

ڍور نہ اڳينءَ ڍار، مهند ملاحن لڪئو،
موڙي چوڙيا مڪڙا، پسي پاڻيءَ پار،
جسودن جهڙا يار، پيڙا وير وماس ۾.

---

سڪي ڍور ڍيون ٿيون، ڪنڌيءَ ڏنو ڪائو،
پاڻي پٽهيل ۾، اڄ اڳيون نہ آيو،
ماڙهن ميڙائو، کهين کهين پيٽين.

(٢) شاه صاحب جڏهن دنيا جي فنائيت، ۽ انسان جي غفلت ۽ ڪوتاهيءَ تي ويچار ڪري ٿو، تہ ٻاٽ اونداهيءَ ۾ ڪيس روشنيءَ جو

ڪرڻو نظر اچي ٿو، جنهن جي آڌار تي هو حق ۽ باطل کي پرکي، پروڙي صحيح واٽ وٺي سگهي ٿو. اهو رهنما ۽ رهبر، ڪائنات جو ڪارڻي، مديني جو مير، ٻنهي جهانن جو سردار، اسلام جو باني حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ آهي. داستان ٻيءَ ۾ هو آسرو ۽ اميد رکي انهيءَ هاديءَ کي دانهون ۽ پڪارون ڪري چوي ٿو، ته تو بنا ڪو واهر وسيلو ڪونهي. تون ئي اچي اوڙاهه مان ڪڍي پار ڪر، ۽ محبوب حقيقي سان ميڙائي جو موقعو مهيا ڪر. تون ئي اڙين جو آڌار، ۽ هيڻن جو همراهه آهين. فرمائي ٿو:

مديني جا ڌڻي، سڻ منهنجا سڏڙا،
تنهنجي آهه تڻي، ٻي ڪنڌي سارين ڪان ڪا.

---

مديني جا مير، سڻ منهنجا سڏڙا،
سرڻ تنهنجي سير، تون پار لنگهائيين پيڙا.

هن سر ۾ شاه صاحب جا دعائيه بيت به ملن ٿا، جن ۾ هن الله تعاليٰ کي ٻاڏايو آهي، ۽ ان جي ساراهه ڪئي آهي. هڪ بيت هت ڏجي ٿو:

جيڏو تنهنجو نانءُ، ٻاجهه به اوڏيائي مڱان،
ري ٿنيين، ري ٿوٽيين، تون ڇپر تون ڇانءُ،
ڪجاڙو ڪهانءُ، توکي معلوم سڀ ڪا.

(٣) داستان ٽئين ۾ شاه صاحب اهي خيال ظاهر ڪيا آهن، ته انسان جو هادي ۽ رهبر ٻين رهنمائن کان بلڪل مختلف آهي. هو ڪامل ۽ اڪمل آهي، ۽ سندس ٻڌايل واٽ هر لحاظ کان صحيح ۽ سڌي آهي. انسان اها واٽ وٺي هلندو ته پردي ۽ پناهه ۾ رهندو؛ ۽ وٽواند تي نه ويندو. يعني نبي ڪريم ﷺ جي پيرويءَ ۾ ئي امن ۽ سلامتي، ۽ دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي آهي.

شاه صاحب تنبيهه ٿو ڪري، ته انهن اصولن جو صرف زباني اقرار

ڪافي نہ آهي. غفلت ۽ ڪاهليءَ مان ڪجهہ ورڻو ناهي. عمل سان ئي انسان پنهنجي زندگي سنواري ۽ سڌاري سگهي ٿو. هيءَ دنيا مانجهاندي جو ماڳ ضرور آهي، پر عمل جو ميدان بہ آهي. انهيءَ ڪري سلطاني سهاڳ ننڊون ڪندي نہ ملندو. مطلب تہ شاھ صاحب سمجهايو آهي، تہ غفلت نہ ڪجي، ۽ اجايو وقت نہ وڃائجي. فرمائي ٿو:

ستا اٿي جاڳ، ننڊ نہ ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳ، ننڊون ڪندي نہ ملي.

---

ستيءَ نہ سرندياءِ، ڪر پچار پرين جي،
وڃامي ويندءِ، گهٽا هٽندين هنڙا.

شاھ صاحب افسوس جو اظهار ڪندي چوي ٿو، تہ ڪيترا انسان دنيا جي شين جي موهہ ۾ ڦاسي، روح جي تقاضائن کان منهن موڙي ڇڏين ٿا. يعني هو ڦيڻ تي ڀنيلجن ٿا. پر ڪير جي ساءَ جي ويجهو نہ ٿا وڃن. ڪوڙ پٺيان ڊوڙي عمر غرق ڪيو ڇڏين، پر سچ جي طرف اچڻ جي ڪوشش نہ ٿا ڪن. نہ فقط ايترو، پر لالچ ۾ اهي اصول بہ قربان ڪيو ڇڏين. فرمائي ٿو:

ڦريا پسي ڦيڻ، ڪرين ڪير نہ چکيو؛
دنيا ڪارڻ دين، وڃائي ولها ٿيا.

---

مستن منهن سنرا، ڪريا گهٽو ڪلن؛
سي تان وسرين، آيا جن ڪمن لئي.

يعني انسان دنيا جي حرص ۽ هوس ۾ ايترو ڦاسي پيو، جو هن کان اهو مقصد ئي وسري ويو، جنهن ڪم لاءِ هو هتي آيو هو. مطلب هي آهي، تہ قرآن حڪيم اسان کي آگاهہ ڪيو آهي، تہ انسان هتي الله تعاليٰ جي عبادت لاءِ آيو آهي، پر هن پنهنجي زندگيءَ جو اصل مقصد ئي وساري ڇڏيو آهي.

(۴) سر ڏهر جي پهرين بيتن ۾ شاه صاحب هاڪڙي ۽ ان جي شاخن تي آباد بندرن جي ويراني کان سواءِ مڇ جو ذڪر به ڪيو آهي، جيڪو درياءَ جي موج واري زماني ۾ ڦونڊ ۾ پرجي پيو گهمندو هو. هو پنهنجي گهمنڊ ۾ رهيو، ۽ هيڏانهن درياءُ سڪڻ لڳو. هو اهڙو ويسلو رهيو، جو پاڻي لٿي به ويٺو رهيو. آخر مهاڻن جي مهميزن جو شڪار ٿيو. فرمائي ٿو:

جان جر هيڙو سير، تان تون مڇ نه موٽيين؛
آڏا اڏي ڪير، گهٽ به جهليا گهاتئين.

شاه صاحب جو مطلب آهي، ته انسان جو نفس ان مڇ وانگر آهي، جيڪو دنيا جي شين جي موهه ۾ موهجي، ڪاهل ۽ ڪريتيو ٿيو وڃي. هو انهيءَ ڳالهه کان غافل رهي ٿو. جن شين جي لوڀ ۽ لالچ ۾ هو ڦاٿل آهي، اهي آخر فنا ٿيڻ واريون آهن. هو انهيءَ ئي غفلت ۾ رهي ٿو، ته موت اچي ٿو مٿانئس بيهي؛ ۽ هو سڀ ڪجهه هتي ڇڏي، هليو وڃي ٿو.

(۵) داستان چوٿين جي پهرين بيتن ۾ "ڪونج" پکي جو ذڪر آهي. "ڪونج" پهاڙي پکي آهي، جيڪا پيٽ قوت لاءِ پنهنجو وطن ڇڏي نڪري ٿي. انهيءَ ڪري هر وقت ڪيس پچرن جي سار آهي، جيڪي هو پوئتي ڇڏي آئي آهي. سندس وڇوڙي جا ورلاپ عاشق جي اندر جا ڦٽ اکوڙيو ڇڏين:

مَ لَنئُ ڪونجي، مات ڪر، ڇور مَ هنيين چاڪ؛
ڦٽيون جي فراق، سي گهر گهاريندين ڪيترو.

هن مان شاه صاحب جو مطلب آهي، ته انسان عالم الارواح مان روحن کان وڇڙجي هت پهتو آهي. انهيءَ ڪري ڪيس روحن جي تانگهه ۽ طلب هڻڻ گهرجي؛ جيئن ڪونج پنهنجي وڳر کي ساري پيئي ورلاپ ڪدي.

ڪونج جڏهن نڪرندي آهي، ته پنهنجي ولر سان گڏجي پرواز ڪندي آهي. شاه صاحب انهيءَ ولر جو منظر ڏسي چوي ٿو، ته هنن

پکين جي پاڻ ۾ ڪيڏي نہ پريت آهي، جو وڳر ڪان ڌار نہ ٿا ٿين. ماڻهن ۾ تہ ايتري محبت بہ ڪانهي. يعني انسانُ، انسان جو دشمن ٿي پيو ظلم ۽ ڏاڍ ڪري:

وڳر ڪيو وتن، پرت نہ ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن، ماڙهنئا ميٺ گهٽو.

(٦) انهن بيتن کان سواءِ داستان چوٿين جي ڪن بيتن ۾ شاه صاحب سنگهارن ۽ پاڳين جو ذڪر ڪيو آهي، جن جي جهڳي مان آيو ويو ڏئجي ويندو هو. اُتي شاه صاحب انهن پاڳين جي ذڪر سان گڏ مينهن جو ذڪر بہ پليءَ پٽ ڪيو آهي. فرمائي ٿو:

پورين پاند ٿمن، جهاڳ جهاڳي آئيون،
ڪاڇو مينهڙين، منڌائتو ماٺيو.

يعني شاه صاحب ڪاڇي جي جاگرافيائي حالتن ۽ رهڻي ڪهڻي جو ذڪر بہ ڪيو آهي. ڪاڇو اهو علائقو آهي، جيڪو جبل جي وٽ سان ميداني حالت ۾ ٿئي ٿو؛ جيئن ڏهر. پٽن جي پير ۾ ميداني زمين کي چيو ويندو آهي. ڪاڇي ۽ ڏهر جون طبعي حالتون ساڳيون آهن. ٻنهي جو دارومدار برسات تي آهي. جيئن مينهن نہ پوڻ جي حالت ۾ ٿر جا ماڻهو لڏي ويندا آهن، تيئن ڪاڇي جا ماڻهو بہ هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ويهندا آهن. وري جڏهن مينهن پوندو آهي، ۽ ڪاڇو وسندو آهي، تہ ماڳن تي موٽي ايندا آهن:

ڪاڇي پئي ڪوڪ، آيل سنگهارن جي،
مادر اوءِ ملوڪ، اُتي ويڙا اڪري.

مطلب تہ هنن بيتن ۾ شاه صاحب ٿر جي سنگهارن جو ذڪر بہ ڪيو آهي، تہ ڪاڇي جي مالوند ماڻهن جو احوال بہ آندو آهي.

(٧) ڪن بيتن ۾ انهن سنگهارن جي لاڏاڻي جو ذڪر آهي، جنهن ڪري اهي وٿاڻ ويران ٿي ويا. يعني فيض جي صاحبڻ جي هن جهان مان لاڏاڻي کان پوءِ انهن خانقاهن تي اها ڳالهہ نہ رهي. اهي تڙ تانگها تي

ويا. جتان آيو ويو سک جي سرکي چکندو هو. فرمائي ٿو:

جهوڪون نہ جهٽڪن، وڳ نہ پسان وٽ ۾،
آيل سنگهارن، جيڪس چٽاٽو ڪيو.

(٨) هن سر جي پوين بيتن ۾ لاکي ڦلاڻي جي قصي ڏانهن اشارو مليو ٿو. لاکو ڦلاڻي سمن جي سکي ۽ سردارن مان هڪ هو. هن جو نالو لاکو هو، ڦل جو پٽ هو ۽ ڪڇ جو رهاڪو هو. يعني هنن بيتن ۾ شاه صاحب ڪڇ جي تهذيب ۽ تمدن جو ذکر بہ ڪيو آهي.

لاکو اندازي طور ١٢٠٠ع کان ١٣٥٠ع تائين ٿي گذريو. ان وقت سرداريءَ جا گڻ سرڪشي، سورهيائي ۽ سخا ليکيا ويندا هئا. جيکي لاکي ۾ موجود هئا. لاکو جيئن ئي جوان ٿيو، تيئن سورهيہ ساٿي ساڻ ڪري، سنڌ جي سرحد تي لوڙهيون يعني ڌاڙا هڻڻ لڳو: خاص ڪري اوٺي مال جا وڳ هڻندو هو. ايتري قدر جو اوٺار سندس ڀوَ کان ملک ڇڏي ويا. هو پاڻ تہ اڙٻنگ جوان هو، پر سندس ساٿين مان "جسو" ۽ جسراج بہ گهٽ ڪونہ هئا. شاه صاحب اهو ذکر هن طرح ڪيو آهي:

پڇٽان پلي نڱٽو، ڏيئي پاڳوڙي پير،
جسي ۽ جسراج جو، مٿي واندين وير.
ڪڇ رهندو ڪير؟ لاکو لاڙائو ٿيو.

پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ راڄ ـ ڇڱي مڙس جي پڳ جڏهن لاکي تي آئي، تڏهن هن لوڙهيون هڻڻ ڇڏي ڏنيون. هيئنر هن پنهنجي وڏن جي ماڳ تي لکين روپيا خرچ ڪري "ڪيراڳڍ" نالي ڪوٽ اڏايو، جنهن کي سنڌ جي روايتن ۾ "ڪيروڪوٽ" يا "ڪانهرڪوٽ" ڪري سڏيو ويو آهي. نہ فقط ايترو، پر هن راڄ ـ ڏٽي تيڻ سان سخا جا واهڙ وهائي ڇڏيا. انهيءَ ڪري ڪيس سنڌ جي "ڏهن ڏاتارن" ۾ شمار ڪيو ويو آهي. شاه صاحب چيو آهي:

لاکي لڄ ڪنئين، اَگلن اوڏڙين جي،
ڪندو ڪانہ ٻئي، اڳ وسوڙيل آهيون.

(٩) هنن بيتن ۾ شاه صاحب اوڏن جي رهڻي ڪهڻيءَ جو ذڪر به ڪيو آهي، جيڪي پاڻ ته پڪا اڏي ويهندا آهن، پر ٻين جا ڪوٽ اڏيندا آهن. لاکي جڏهن ڪوٽ اڏائڻ جو ارادو ڪيو، ته اوڏن کي پاڻ وٽ اچي رهايو. لاکي پنهنجي سخا جي روايت موجب انهن سان ڏاڍا ڀال ڀلايا؛ پر اوڏن جو اهو دستور آهي، ته جڏهن هڪ هنڌ ڪم پورو ٿيندو آهي، تڏهن اتان لڏي ٻئي پاسي ويندا آهن. شاه صاحب هيٺين بيت ۾ اوڏن جي رهڻي ڪهڻي جو عڪس چٽيو آهي:

ڇنل ڇڄ هٿن ۾، ڪلهن ڪوڏارا،
پورهئي خاطر پانهنجي، اُٺين سوارا،
اوڏ به ويچارا، لاکا! وڃن لڏئو.

(١٠) ان زماني ۾ ڪڇ ۽ سنڌ جي سرحد تي ريٻاري قوم جا ماڻهو رهندا هئا، جيڪي مالوند ۽ خوشحال هئا. انهن لاکي جي ساٿين ”جسي ۽ جسراج“ جا ڪي ماڻهو ماريا. ان وقت ڪڇ جو راءُ، ”ڪنگهار“ هو، جيڪو ڄام لاکي جو مامو هو. ان جو جيئن ته هڪ ريٻارڻ سان رستو هو، انهيءَ ڪري انصاف ڪرڻ بدران ريٻارين جو طرف ورتائين. ڄام لاکي مامي کي گهڻو ئي سمجهايو، پر ان تي ڪو اثر نه ٿيو.

اهو حال ڏسي لاکو ستل شينهن جيان جاڳي پيو. سورهيه ساٿي ساڻ ڪري، پنهنجي ڀلي گهوڙي ”لکي“ تي چڙهي لوڙهين لاءِ نڪتو. ڀهريائين جاڙيجن کي سبق سيکاريائين، جيڪي لاکي کان منهن موڙي راءِ ڪنگهار جي طرفداري ڪرڻ لڳا هئا. ان کان پوءِ هو ”واڳڙ“ جي ٽڪرين کان وري اچي ريٻارين جي مٿان ڪڙڪيو. پوءِ ته ايڏو ڌڪاءُ پئجي ويو، جو ريٻارين ڍنون ڇڏي وڃي رڻ پٽ ۾ پاڻ لڪايو.

ان تي ريٻارڻ، راءِ ڪنگهار کي ڏاڍا طعنا ڏنا، جنهن سان سندس رستو هو. آخر ريٻارڻ جي سازش سان راءِ ڪنگهار، لاکي کي صلح جو پيغام موڪلي پاڻ وٽ گهرايو. صلح جي پيغام پهچڻ سان هن لوڙهيون هڻڻ ڇڏي ڏنيون، ۽ ٻانهون ٻڌارائي اچي مامي وٽ پيش پيو. جيئن ئي اندر

گهڙيو، تيئن راءِ کنگهار جي ماڻهن لاکي جي گهوڙيءَ لکيءَ کي ماري وڌو. اندر گهڙيو، تہ راءِ کنگهار کيس تلوار هڻي ماري وڌو. لاکي جي مرڻ کان پوءِ ريپارين، راءِ کنگهار کي بہ ماري وڌو. چاڪاڻ جو هن سندن ذات واري ريپارڻ کي سريت بڻايو هو. شاه صاحب لاکيءَ لکي جي مرڻ جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي:

لکيءَ لاکو، ٻئي مئا، ٻاجهہ ٿي،
قادر لاٿو ڪڇ تان، اديون اولاڪو،
وانديئن ۾ واڪو، ريپاري رهي پيا.

هن ۾ "لاکو"، نفس جي علامت آهي. نفس بہ ڦريائين سرڪش ٿئي ٿو. جڏهن طالب رياضتون ڪري ٿو، تہ ان جي سرڪشي ختم ٿئي ٿي. جڏهن نفس سرڪشيءَ جي حالت ۾ آهي، تہ ان کي "نفس اماره" چوندا آهن. هي نفس انسان کي خراب ڪمن جي ترغيب ڏيندو آهي. ٻي درجي جو نفس آهي: لوامہ. هن ڪيفيت وارو نفس انسان کي گناهن تي ملامت ڪندو آهي. انسان جڏهن پوريءَ طرح نفس کي ماري مات ڪري ٿو، تڏهن سندس نفس بلڪل بدلجي "مطمئنہ" تي پوي ٿو. هي نفس خراب ڪمن کان بلڪل صاف ۽ پاڪ آهي. هن قصي جي تمثيل ۾ شاه صاحب نفس کي پوريءَ طرح زير ڪرڻ لاءِ منزلون طيءِ ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي.

شاه صاحب سمجهايو آهي، تہ شروع ۾ نفس ايئن سرڪش ٿئي ٿو، جيئن جوانيءَ ۾ لاکو سرڪش هو. پيءُ جي مرڻ کان پوءِ لاکو سرڪشي ڇڏي نيڪ ٿيو. اهڙيءَ حالت ۾ اجا بہ خطرو آهي، انهيءَ ڪري انسان کي سنيالي قدم کڻڻ گهرجي، ۽ هٺ ۽ وڏائيءَ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. ڪنهن بہ وقت سندس نفس وري سرڪشي اختيار ڪري سگهي ٿو، جيئن لاکي وري ڌاڙا هڻڻ شروع ڪيا. اهوئي سبب آهي، جو سالڪن طالب کي هدايت ڪئي آهي، تہ قدم قدم سنيالي کڻي، جيستائين نفس کي پوريءَ طرح ماري مات ڪري.

**جائزو:** هن سر ۾ شاه صاحب دنيا جي حقيقت تي روشني وڌي آهي، ۽ انسان جي مزاج ۽ فطرت جون خوبيون ۽ خاميون نروار ڪيون آهن. هو سمجهائي ٿو، تہ هيءَ دنيا فاني آهي، پر اجائي نہ خلقي ويئي آهي. هي عمل جو ميدان آهي، جنهن ۾ انسان پنهنجي عمل ۽ ڪردار جي ذريعي کٽي ۽ هارائي سگهي ٿو.

هن سر ۾ شاه صاحب ٿر، ڪاڇي ۽ ڪڇ جي تهذيب ۽ تمدن جي عڪاسي ڪئي آهي. ڪڇ، ٿر سان لاڳاپيل آهي؛ ۽ ڪاڇو ڪيترين ڳالهين ۾ ٿر سان مشابهت رکي ٿو. جيئن تہ شاه صاحب جو مول مطلب آهي، دنيا جي فنائيت کي ذهن نشين ڪرائڻ؛ انهيءَ ڪري هن ٿر جي علائقي جي جاگرافيائي حالتن جي عڪاسي ڪري انهيءَ حقيقت کي نروار ڪيو آهي. خاص طرح سان هن درياءَ جي سڪي وڃڻ کان پوءِ ويراني جو ذڪر ڪري اها ڳالهہ ذهن نشين ڪرائي آهي.

سڪي ويل درياءَ هاڪڙي ۽ ان جي ڦاٽن ۽ واهن جا آثار ۽ اهڃاڻ اڄ بہ ٿرپارڪر، سانگهڙ، خيرپور، سکر ۽ بهاولپور ضلعن جي ڪيترن هنڌن تي چٽا نظر اچن ٿا. جن اهي ماڳ ۽ مڪان ڏٺا هوندا، اهي جڏهن شاه صاحب جا هي بيت پڙهندا، تہ اهي نظارا سندن اکين آڏو اچي ويندا، ۽ دنيا جي بي ثباتي سندن دلين تي نقش ٿي ويندي.



# سُر ڪاموڏ جو ادبي جائزو

شاه صاحب جي شاعرانہ اسلوب بيان جي هڪ خاصيت هيءَ بہ آهي، تہ هو هڪ نہ ٻي هنڌ پنهنجي اهڃاڻن ۽ تمثيلن کي پڌري پٽ بيان ڪري ٿو. يعني رومانوي داستان جي تمثيل ۾ پنهنجا جذبا، احساس، خيال ويچار بيان ڪري، هڪ بيت ۾ انهيءَ ڳالهہ کي کولي بيان ڪري ٿو، تہ مارئيءَ مان سندس مطلب ڇا آهي، وطن مان ڇا مراد آهي، ۽ عمر هن ڪهڙي معنيٰ ۾ آندو آهي. هن سر ۾ نوري ۽ ڄام تماچي ٻہ مُک ڪردار آهن. سر جي شروعات نوريءَ جي آهن ۽ دانهن سان ٿئي ٿي، جيڪا سمي کي ٻاڏائي چوي ٿي، تہ مان مسڪين ڪين جهڙي آهيان، منهنجون مَدايون ڏسي متان منهن مٽي وڃين:

تون سمون آئون گندري، مون ۾ عيب اپار؛
پسي ليءَ لغار، متان ماگر مٽيين.

اڳتي هلي هن بيت ۾ ٻڌائي ٿو، تہ "سمي ڄام"، مان سندس مطلب آهي: ذاتي تعاليٰ، جيڪو اڪيلو آهي، جنهن جو ڪوبہ شريڪ ڪونهي؛ وڏائي فقط انهيءَ واحد کي ئي سونهين ٿي، جيڪو نہ ڪنهن جو ڄڻيو ڄايو آهي، ۽ نہ ڪنهن کي ڄڻيو اٿس:

نہ کہ ڄايو ڄام کي، نڪو ڄام ڄياءُ،
ننڍي وڏي گندري، سڀن آه سياءُ،
لم يلد ولم يولد، اي نجابت نياءُ،
ڪبر ڪبرياءُ، تخت تماچي ڄام جو.

نوريءَ جي تمثيل ۾ شاه صاحب ٻانهي کي اها حقيقت ذهن نشين

ڪرائي ٿو، تہ وڏائي واحد ڪي ئي سونهين ٿي. ٻانهي جو وڏ اهو هئڻ گهرجي، تہ هو پنهنجي خالق حقيقيءَ جي در جهڪي، آزيءَ نيزاري اختيار ڪري؛ پاڻ ڪي ان قادرِ مطلق جي آڏو ڪين جهڙو سمجهي، ٻاجهہ لاءِ ٻاڏائي. سُر ليلا چنيسر ۾ بہ اها ڳالهہ سمجهائي اٿس ۽ چيو اٿس:

"جي ليلائي نہ لهين، تہ پڻ ليلائيج."

هن سر ۾ بہ اهوئي سبق ڏنو اٿس، ۽ ور ور ڪري ورجايو اٿس. پهرين داستان جا لاڳيتا پنج بيت هڪ ئي فقري: "تون سمون آءُ گندري" سان شروع ٿين ٿا. جنهن ۾ ٻانهون پنهنجي خالق ۽ مالڪ آڏو پنهنجي عاجزيءَ نهٺائي ظاهر ڪري ٿو. ان ڪان پوءِ لاڳيتا ٻہ بيت ساڳي ئي مفهوم واري فقري:

"تون سمون آءٌ گندري" سان شروع ٿين ٿا جنهن ۾ ٻانهو پنهنجي خالق ۽ مالڪ آڏو پنهنجي عاجزيءَ نهٺائي ظاهر ڪري ٿو. ان ڪان پوءِ ٻہ بيت لاڳيتا ساڳئي مفهوم واري فقري "تون تماچي تڙ ڏٽي" سان شروع ٿين ٿا. ستن ئي بيتن جو مطلب ساڳيو آهي. يعني انسان پنهنجي عاجزي ڏيکاري ٻاڏائي چوي ٿو، تہ مون ۾ اپار عيب ۽ مٺين مدايون آهن. تون منهنجي مداين ڏي ڏسي، پنهنجي مهر جي نظر پري نہ ڪجانءِ.

اهڙيءَ طرح ساڳيو ئي مطلب جدا جدا نمونن سان بيان ڪيو اٿس، تہ جيئن حقيقت پڙهندڙ جي دل ۽ دماغ ۾ گهر ڪري وڃي. عام طرح جيڪڏهن ساڳي ڳالهہ هرهر بيان ڪبي آهي، تہ ٻڌندڙ ڪڪ ٿي پوندو آهي، پر شاه صاحب لفظن جي ڦير گهير سان انهن ۾ حسن پيدا ڪيو آهي، جنهنڪري پڙهندڙ کي ذهني ۽ روحاني لطف بہ اچي ٿو، تہ هو مقصد کي بہ پنهنجي ذهن ۽ دل ۾ جڳهہ ڏئي ٿو.

پهرين بيت جي پهرين سٽ جو ٻيو فقرو آهي: "مون ۾ عيبن جوءِ" پنجن بيتن ۾ پهرين سٽ جو پهريون فقرو تہ ساڳيو آهي، پر ٻي

فقري جا ٻہ پهريان ٽي لفظ ”مون ۾ عيبن“ ساڳيا آهن؛ فقط ٻي فقري جو پويون قافيہ وارو لفظ بدلائي، مطلب ٻہ ساڳيو رکيو اٿس، پر شعر ۾ حسن ۽ نواڻ پيدا ڪئي اٿس. اهي فقرا هن طرح آهن:

”مون ۾ عيبن جوءِ“ ؛ ”مون ۾ عيب اپار“ ؛ ”مون ۾ عيبن ڪوڙ“ ؛ ”مون ۾ عيبن ويهہ“ ؛ ”مون ۾ عيبن لک.“. اوهان ڏسندا تہ فقري ۾ جيڪي پويان لفظ بدلايا اٿس. انهن جو مفهوم ٻہ ساڳيو آهي. ”اپار“ ، ”ڪوڙ“ ، ”جوءِ“ ، ”ويهہ“ ۽ ”لک“ سڀني جو مطلب آهي: بيشمار يعني ”مون ۾ بي شمار عيب آهن.“ شاهہ جو ڪمال اهو آهي، جو انهن پنجن بيتن جو آخري فقرو ٻہ ساڳيو آهي. اهو آهي: ”متان ماڳر متيين.“ پهرين چئن بيتن جي پوئين سٽ جي پهرين فقري جو مطلب ٻہ ساڳيو آهي. نہ فقط ايترو، پر فقري جو پهريون لفظ ”پسي“ ٻہ ساڳيو آهي. فقط فقري جا پويان ٻہ لفظ هن طرح بدليل آهن:

”پسي راڻن روءِ“ ؛ ”پسي لِيَ لغار“ ؛ ”پسي ڪڪيءَ ڪوڙ“ ؛ ”پسي مئڪي ڏي.“

اهو شاهہ صاحب جو ڪمال آهي، جو لاڳيتن بيتن ۾ ساڳيو مقصد بيان ڪيو اٿس؛ ۽ انهن لفظن جي ٿوري ڦيرڦار سان اسلوب بيان ۾ نواڻ پيدا ڪئي اٿس. هينئر اوهان اهي بيت ٻڌو ۽ حظ حاصل ڪريو:

تون سمون آءٌ گندري، مون ۾ عيبن جوءِ؛
پسي راڻن روءِ؛ متان ماڳر متيين.

---

تون سمون آءٌ گندري، مون ۾ عيب اپار؛
پسي لِيَ لغار، متان ماڳر متيين.

---

تون سمون آءٌ گندري، مون ۾ عيبن ڪوڙ؛
پسي ڪڪيءَ ڪوڙ، متان ماڳر متيين.

---

تون سمون آءُ گندري مون ۾ عيبن ويهہ
پسي مٺکي ڏيءَ متان ماگر مٺئين

---

تون سمون آءُ گندري، مون ۾ عيبن لک؛
هن منهنجي حال جي، توکي سڀ پرک؛
ڪارڻ رب الک، متان ماگر مٺيين.

سنڌي بيت جي شاعرن جي اها هڪ ادبي خصوصيت رهي آهي، تہ هو ڪيترا لاڳيتا بيت ساڳي فقري سان شروع ڪندا آهن. انهن کي ”وراڻ“ وارا بيت چيو ويندو آهي. شاه صاحب جي هن سر ۾ وراڻ وارا بيت مختلف هنڌن تي ملن ٿا. اڳ ۾ پيش ڪيل بيت بہ ”وراڻ“ جو سهڻو نمونو پيش ڪن ٿا. هنن بيتن ۾ وراڻ جي ٻٽي خصوصيت رکيل آهي. يعني وراڻ پهرين فقري ۾ بہ آهي، تہ پوئين فقري ۾ بہ آهي. يعني پهريون فقرو بہ ساڳيو آهي، تہ پويون بہ. پهرين فقري واري وراڻ نہ فقط انهن پنجن بيتن ۾ آهي، پر ان سان لاڳيتو آيل ٻين ٻن بيتن ۾ بہ آهي.

ساڳئي داستان ۾ ٻي هنڌ بہ وراڻ آهي، ۽ بيتن جو مفهوم بہ ساڳيو آهي. فقط لفظن جي ڦيرڦار سان نواڻ ۽ خوبصورتي پيدا ڪئي وئي آهي. اهي بيت هي آهن:

گند جنين جي گوڏ ۾، پاٻوڙا پوشاڪ؛
اُنين جي اوطاق، راجا ريجهي آئيو،

---

گند جنين جي گوڏ ۾، پاٻوڙا پوشاڪ؛
اُنيــن کي انعام، مچر مڙوئي ٿيو.

---

گند جنين جي گوڏ ۾، مٿن تي موڙيون؛
اچن سنيوڙيون، سمي جي سلام تي.

اهڙي نموني وراڻ ڀين جاين تي ٻه ملي ٿي. مطلب ته شاه صاحب لفظن جي سهڻي جڙاوت ۽ اسلوب بيان جي انفراديت سان پنهنجي مطلب تي ٻه زور ڏنو آهي، ته بيتن ۾ حسن ۽ جمال، رواني ۽ اثرانگيزي، دلڪشي ۽ دل آويزي ٻه پيدا ڪئي آهي. هنن بيتن ۾ وراڻ ٻه آهي، ته رواني ۽ دلڪشي ٻه آهي؛ ان سان گڏ منظر نگاري ٻه آهي. هر بيت ۾ جدا جدا منظر جي عڪاسي ڪئي وئي آهي:

هيٺ جر، مٿي ميگهه، پاسي پرين سندام؛
ڪوڙين ڪاج سڄام، اڻ سڄو ڪو نه رهيو.

---

هيٺ جر مٿي ميگهه، پاسي ۾ وڻراهه؛
اڇي وڃي وچ ۾، تماچيءَ جي ساءَ؛
لڳي اتر واءُ، ڪينجهر هندورو ٿيي.

---

هيٺ جر مٿي ميگهه، ڪنڌيءَ ڪنور ترن؛
ورئي واهوندن، ڪينجهر ڪتوري ٿيي.

اهڙي نموني ڀين بيتن ۾ ٻه منظر نگاريءَ جا بهترين نمونا ملن ٿا. هن بيت ۾ ڏيکاريو ويو آهي، ته ڪيئن ڄام جهڙو بادشاهه، نوريءَ کي خوش ڪرڻ لاءِ ساڻس گڏجي ٻيڙي تي چڙهي پنهنجي هٿن سان ڄار هٿ ۾ ڪري، مڇيءَ جو شڪار ڪري ٿو:

ميءُ هٿ ۾ مڪڙي، ڄام هٿ ۾ ڄار؛
سڄو ڏيهه شڪار، ڪينجهر ۾ ڪال هئو.

ڪن بيتن ۾ مهاڻن ۽ مهاڻين جي شڪل شبيهه، رهڻي ڪهڻي، ڪار ڪرت ڏاڍي اثرائتي نموني ۽ حقيقت پسندانه نوع ۾ بيان ڪئي اٿس. مهاڻن جو نقشو هن طرح چٽيو اٿس:

ڪاڄ جنين جو ڪکيون، مال جنين جا مڏ؛
سمي سي ئي سيڻ ڪئا، هيٺا جنين جا هڏ؛

جامر! ڀرتيءَ لڌ، سانگين جي سيد چئي.

مهاڻين جي رنگ روپ ۽ هلت چلت جي عڪاسي هن طرح ڪئي اٿس:

ڪڪيءَ هاڻيون ڪاريون، ڇڇيءَ هاڻا ڇڄ؛
ڀانڊ جنين جي ڀاند سين، لڳو تيي لڄ؛
سمون ڄامر سهڄ، اُيو ڪري اُنِ سين.

---

ڪاريون ڪوجهيون ڪُوَڙيون، مور نه موچاريون،
وتي ويٺيون وات ڪي، ڪڪيءَ جيون ڪاريون؛
اُنين جيون آريون، سمي رءَ ڪير سهي؟

---

ڄاريون ڪاريون ڇڄ، ڇپريون، جن جي محبت مڇيءَ ساڻ؛
رهن، وهن سر ٻانڌيين، سپيئي بدبوءِ هاڻ؛
لڌڙن جيئن لطيف چئي، ڀاڻيءَ وجهن ڀاڻ؛
تن ملاحن جو ماڻ، سمي سر ڪئو ڀاهجي.

هنن بيتن ۾ ٻي ادبي خوبي به آهي. يعني هر سٽ ۾ لاڳيتا لفظ اهڙا آندا اٿس، جن ۾ قافيو آهي. مثلاً هڪ سٽ ۾ آهي: "ڪاريون، ڪوجهيون ڪوڙيون" ٻي هنڌ لفظ آندا اٿس: "ڄاريون، ڪاريون، ڇڄ، ڇپريون." هڪ سٽ ۾ وري لفظ آندا اٿس: "رهن، وِهن، سِر ٻانڌيين." اهڙيءَ طرح اندروني قافيه ۽ تجنيس حرفي ذريعي بيتن ۾ رس، رچاءُ ۽ ميناج پيدا ڪيو اٿس.

عام طرح ڏٺو ويو آهي، ته /ڙ/، /ڏ/، /ڄ/ ۽ /ڻ/ وارا قافيا شعر ۾ ٻسا لڳندا آهن؛ ۽ جن شعرن ۾ اهي قافيا آندا ويندا آهن، انهن ۾ گهٽي رواني ۽ اثرانگيزي نه هوندي آهي. شاه صاحب جا جيڪي بيت هينئر آءٌ پيش ڪري چڪو آهيان، انهن ۾ اهي قافيا استعمال ٿيل آهن؛ پر اوهان ڏسندا ته رواني، رنگيني، اثر انگيزي ۽ دلڪشيءَ جي لحاظ کان انهن ۾

ڪوبہ فرق نہ آيو آهي؛ پاڻ انهن حرفن ۾ خوبصورتي پيدا ڪئي آهي.

ٻوليءَ جي لحاظ کان شاهه صاحب جي شعر جي خوبي هيءَ آهي، تہ جيڪو سر، جنهن جغرافيائي خطي سان تعلق رکي ٿو، اتي جا مخصوص لفظ، محاورا ۽ چوڻيون ضرور آندا اٿس؛ ۽ انهيءَ معنيٰ ۾ ساڳي ئي طريقي سان استعمال ڪيا اٿس. هيءُ سر سنڌ جي ڍنڍ سان تعلق رکي ٿو. انهيءَ ڪري هن سر ۾ ڍنڍ جي پيداوار، ڍنڍ جي منظر، ڍنڍ جي شڪار ۽ ڍنڍ جي رهاڪن جي رهڻي ڪهڻيءَ جو ذڪر ملي ٿو.

هن سر ۾ مهاڻيءَ لاءِ "گندري" لفظ ملي ٿو. دراصل "گندرا" مهاڻن جي ڏات آهي. "مانگر" بہ مهاڻن جي ذات آهي. هتي مهاڻن لاءِ "ماگر" لفظ آندو ويو آهي. مڇيءَ جي مٿان ٻيڪا لڳلڳدار ڳگ ٿيندي آهي، ان کي مهاڻا "لي" چوندا آهن. هن سر ۾ شاهه صاحب اهو لفظ بہ آندو آهي، "ميءَ" يا "ميڻ" بہ مهاڻن کي ڇيو ويندو آهي. شاهه صاحب "مئڪي" معنيٰ "ميءَ جي" لفظ آندو آهي. اهڙيءَ نموني جا ٻيا بہ لفظ آندا اٿس، جهڙوڪ؛ گلي = مڇي؛ ڄار؛ مڪڙي = ٻيڙي؛ ڇڇي = مڇيءَ جا آنا ۽ گجيون؛ ڇڄ ؛ ڇپرون = لئيءَ جي تاري مان يا ڪانهہ جي ڪانن مان ناهيل تڏيون ۽ ڪاريون، جن تي مهاڻيون مڇي رکي وڪڻنديون آهن؛ ٻانڌيون؛ لڏڙو؛ گند = (هڪ قسم جو لوڙهہ)؛ ٻاٻوڙو= پبڻ جو ڀن؛ موڙيون= ڪک جو نهيل سينهون. جيڪي مهاڻيون مٿن رکي، انهن تي ڪارا ڪٽي هلنديون آهن؛ ڇٻير = مهاڻن جي هڪ ذات وغيره.

ان مان معلوم ٿيندو، تہ شاهه صاحب جي مشاهدي جي قوت تمام تيز هئي.



# سُر سهڻي جو فلسفو

هن ڪائنات جا عجيب رنگ ۽ روپ آهن. هن ۾ ايتري رنگارنگي ۽ تنوع آهي، جو ان تي جيترو به ماڻهو ويچار ۾ ويجهاءِ ڪندو، اوترو ويندو الجهندو ۽ منجهندو. البت هڪ حقيقت واضح نظر ايندي ته ڪائنات جي هر شيءِ ۾ تَحرُڪُ آهي. انهيءَ ڪري ڪابه شيءِ ساڳي حالت ۾ نه ٿي رهي. ابن عربي، فتوحات المڪيہ ۾ لکيو آهي: "ڪائنات جي شيءِ پنهنجي حالت ڪان ٻيءَ حالت ڏانهن هميشه منتقل ٿيندي رهي ٿي. انهيءَ ڪري عالم زمان، هر زماني ۾ بدلجندڙ آهي، ۽ عالم انفاس هر دم سان تبديل ٿيندو رهي ٿو."

معلوم ٿيو ته زندگي بيٺل پاڻيءَ مثل نه آهي، پر ان ۾ تحرڪ آهي ۽ تسلسل آهي. انهيءَ ڪري انسان لاشعوري طرح هڪ تڙپ محسوس ڪري ٿو، ۽ سندس اندر مان اُڌمان اٿن ٿا. شاهه صاحب سر سهڻيءَ ۾ فرمائي ٿو:

چوڏاري چڙا، پُرن پيلاين جا،
سٽي سنيارن جو، پيمُ ڪن پڙاءُ،
وهڻ مون نه وڙاءُ، سٽئو جهانءِ جهجي هيون.

سياڻن ۽ سپورنجن، سالڪن ۽ عارفن انهيءَ ڳالهه تي سوچيو ۽ ويچاريو آهي ته اها تانگھ ۽ طلب ڇا جي لاءِ آهي، ۽ ڇو آهي؟ سلوڪ جا صاحب اها سڌ ڏين ٿا ته اها تڙپ انهي ڪري آهي، جو هي جز، ڪل ڪان جدا ٿيو آهي. ڪيس اها جستجو آهي ته ڪل ۾ سمائجي هڪ ٿي وڃي. اهي جهد ۽ جولان انهيءَ ڪري اٿس، پر واٽ هٿ نه ٿي اچيس. شاهه صاحب سونهائي ڪندي سمجهائي ٿو، ته تنهنجو انهيءَ

ذات مطلق سان نينهن جو ناتو آهي، جيڪا ازلي ۽ ابدي آهي. ان سان تنهنجو قرب جو ڪاڍو انهيءَ وقت کان آهي، جڏهن اجا هيءَ ڪائنات ئي وجود ۾ نہ آئي هئي. فرمائي ٿو:

ساهڙ جا سينگار، اڻ ڏٺا اڳي هئا،
نڪا ڪن فيڪون هئي، نڪا ٻي پچار،
ملڪنئا مهند هئي، توڏيءَ جي تنوار،
محبت ساڻ مهار، لايائين لطيف چئي.

انهيءَ ذات مطلق جي حقيقت کي سمجهائيندي ابن عربي چوي ٿو، تہ وجود مطلق هڪ آهي. فقط اهوئي موجود آهي. هر ٻي شيءِ فقط ان جو مظهر آهي. انهيءَ ڪري عالم ۽ الله هڪٻئي جو عين آهن. انهيءَ ڪري هو عالم ۽ الله جي ذات کي ذات ۽ صفات جي عينيت جي بناء تي تصور ڪري ٿو. يعني جوهر ۽ عرض جي عينيت جي بناء تي. انهيءَ ڪري چوي ٿو تہ عالم، ان جي صفات جي محض تجلي آهي. بيان العارفين ۾ شاه ڪريم جو قول آهي:

تہ بي صورت منج صورت ڪئو ظهورا
منج صورت بي صورت کي ڪرڻ نظر نگاهہ
جيهين تہ هيءَ صورت هڏهين هي نہ آهہ
پر آهي بي صورت جا، آهہ هوئڻ تهين لاءِ
بي صورت کي صورت ڏارا لهجي نہ مورا.

شاه صاحب ذات جي ساڃاهہ ڏيڻ لاءِ درياهہ جي تمثيل آندي آهي. هو سمجهائي ٿو تہ جهڙيءَ طرح درياهہ ۾ ڪيئي لهرون اڀرنديون ۽ اسرنديون آهن؛ پر اصل ۾ پاڻيءَ جي پسڻ جي حقيقت هڪ هوندي آهي؛ اهڙيءَ طرح هي رنگينيون ۽ رعنائيون بہ انهيءَ ذات مطلق جا مظهر آهن. انهيءَ ڪري جڏهن ويچا وساريندي، تڏهن حقيقت هٿ ايندءِ -

فرمائي ٿو:

لهرن لک لباس، پاڻيءَ پسڻ هيڪڙو،
اونهي ته عميق جي، واري ڇڏ وماس،
جت ناهه نهايت نيه جي، کوءِ ات پنهنجي ڪاس
ترڻ جي تلاس، لاهه تہ لالن لڳ ٿيين.

ٻئي هنڌ شاهه صاحب پڙاڏي جو مثال فرمايو آهي:

پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين.

ابن عربي انهيءَ حقيقت جي وضاحت ڪندي چوي ٿو تہ عالم جي حيثيت نالي ماتر آهي. اهو غير حقيقي، وهميءَ اهڙو وجود آهي، جو خارج ۾ معدوم آهي، موجود صرف خدا آهي. عالم يا ڪثرت جو وجود فقط تجليات وحدت جي حيثيت سان آهي يا ان تعينات جي حيثيت سان آهي. بذات خود عالم جو ڪو وجود ڪونهي. انهيءَ نقطہ نگاهه کان شاهه صاحب چوي ٿو، تہ ڪائنات جي هر شيءِ وڏي واڪي انهيءَ حقيقت جي تصديق ڪري ٿي، تہ هر هنڌ فقط انهيءَ ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري آهي:

جر ٿر تک تنوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
سيئي شيءِ ٿئا، سوريءَ سزا وار،
همہ منصور هزار، ڪهڙا چاڙهئو چاڙهئين،

---

سيت پچار پرين جي، سيت هوت حضور،
ملک مڙوئي منصور، ڪهي ڪهندين ڪيترا.

شاهه صاحب فرمائي ٿو، تہ اها حقيقت تہ ڏينهن ڏٺي جهڙي چٽي آهي، ۽ پڌري پٽ پيئي آهي، پر ان تائين پهچڻ جو پنڌ اٽانگو آهي. هي اهو پنڌ آهي، جنهن کي طيءِ ڪرڻ ۾ عقل ۽ هوش، علم ۽ فهم ڪم ڪونہ ايندو؛ پر پاڻ آڏو اچي اٽڪاءُ پيدا ڪندو. انهيءَ ڪري شاهه صاحب فرمائي ٿو، تہ اها وادي ڏاڍي پُرِ خطر آهي. انهيءَ کي هو دهشت واري درياهه سان ڀيٽي ٿو.

فرمائي ٿو:

دهشت دم درياهه ۾، جت سناٽا سيسار،
بيحد باگو بحر ۾، هيبتناڪ هزار،
سارپان ڪونه سرير ۾، طاقت توها ڏار،
ساهڙ ڇام ستار، سڳهو رسج سير ۾

اهي لڪ ۽ لانگها، پنڌ ۽ پار، ڏاڍا اوکا ۽ اٽانگا آهن، پر محبوب جي ميلاپ لاءِ، سموريون مشڪلاتون ۽ مصيبتون سر تي سهٽيون آهن. جيڪڏهن محبوب جي سڪ سيني ۾ سانديل هوندي، تہ اٽانگا آرا تري، وڃي پرينءَ تائين پهچبو:

سہ سيارو، پاٽي پارو، جت جهڙُ، جهڪ ۽ جهول
من اندر مهار جا، هيڙي اچن هول،
جيلاهہ ٻڌيس ٻول، تي اڙانگا آر ترا

انهيءَ منزل ماڻڻ کي سالڪن "فنا" سڏيو آهي. فنا جو مطلب هي آهي، تہ طالب پنهنجي انفراديت ختم ڪري، ذات مطلق اندر سمائجي، وحدانيت جي تڪميل ڪري ٿو. حضرت جنيد بغدادي فنا جا ٽي درجا بيان ڪيا آهن.

پهرين قسم جي فنا هيءَ آهي تہ طالب پنهنجي صفات اخلاق ۽ مزاج جي قيد کان آزاد ٿي وڃي. ٻئي قسم جي فنا هيءَ آهي تہ طالب پنهنجي نفس جي لذت کان بالڪل دست بردار ٿي وڃي. فنا جو ٽيون قسم هي آهي تہ طالب تي رباني تجليات جو ايڏو غلبو ٿي وڃي، جو سندس موجود وجود جي حقيقت سندس اکين کان اوجهل ٿي وڃي.

پهرين قسم جي فنا جو مطلب آهي تہ انسان پنهنجي ڏاهپ ۽ ذات جي ڏنگ کان پاڻ بچائي. گهيڙ گهڙي؛ پر انهيءَ واٽ مان پار پوڻ بہ ائين آهي، جيئن مٽي متي مهراڻ جا ڪارا ڪُن لنگهي پار پوڻ؛ ڇاڪاڻ جو ڏاهپ ۽ ذات جا ڏيکاءَ غرور ۽ تڪبر، هٺ ۽ هوڏ جي انڌ جي گهوڙي تي چاڙهيو ڇڏين. انهيءَ ڪري انسان واٽ ڇڏي، ڪُواٽيو ٿي،

وٺواند ٿيو وڃي. انهيءَ ڪري شاه صاحب خبردار ڪري ٿو، ته سنڀالي قدم کڻ. فرمائي ٿو:

ڪارا ڪن، ڪاري تڳي، جت ڪاريهر ڪڙڪا،
مٿي متي مهراڻ ۾، اچن ڊپارا دڙڪا
ويندي ساهڙ سامهان، جهول ڏنس جهڙڪا،
ڪرڪن جا ڪڙڪا، سونها ٿئڙس سير ۾.

حضرت جنيد بغدادي فنا جي ٽئين قسم جي وڌيڪ وضاحت ڪندي چيو آهي ته ”هن درجي مان مقصد آهي ته انسان انهيءَ شعور ڪان به عاري ٿي وڃي ته هو روئائي ذات حق جي مقام تي پهچي چڪو آهي.“ شاه صاحب فرمائي ٿو:

نڪو سنڌو سير جو، نڪو سنڌو سڪ،
عدد ناهي عشق، پڇاڻي پاڻ لهي.

شاه صاحب فرمائي ٿو ته واحد جي وصال جي واٽ اوکي ۽ اٽانگي ضرور آهي، پر جيڪي جوان سڪ سوائي رکي، محبت جي مهراڻ ۾ ڪڏي پون ٿا ۽ عقل ۽ هوش جي بجاءِ عشق ۽ مستيءَ کي پنهنجو رهنما ۽ هادي بنائين ٿا. انهن کي اوتڙ مان تڙ ملي ٿو. درياه جي دهشت ۽ ڪنن جا ڪڙڪا به انهن جو وار ونگو ڪري نه ٿا سگهن. هو سير مان ثابت هليا وڃن ٿا. فرمائي ٿو:

ڪه جيه گهيڙ گهڙي، جن اوتڙا تڙ ٿئوس،
سالم ويئي سوهڻي، ڪنن ڪين ڪئوس،
آهس اڪرين ۾، پربان جو پئوس،
حقا حق ٿئوس، هئي طالب حق جي.

انهيءَ نقطه نگاه کان شاه صاحب طالب کي تلقين ڪري ٿو، ته مٿي متي مهراڻ جي موج ۽ مستي، ڪن جا ڪڙڪا ۽ درياءَ جي دهشت ڏسي، ڏڄي پير پوئتي نه هٽاءِ؛ ۽ نه وري حيلن ۽ وسيلن جو ويچار ۽ ويچاءُ ڪري، پرينءَ جو پار ڇڏي ڏي؛ پر محبوب جي محبت من ۾

رکي، بي اختيار ٿي موج ۾ پرئي مهراڻ ۾ ڪڏي پؤ:

گهڙئا سي چڙهئا، اينهين اٿيئي،
مٿي متي مهراڻ ۾، پؤ ٽپو ڏيئي،
تہ مهار مليئي، سنيوڙو سيٽاهہ سين.

انهيءَ ڪيفيت کي سالڪن ۽ عارفن مستي سڏيو آهي. مستي، انهيءَ ڪيفيت، انهيءَ حالت يا ڪيفيت جو نالو آهي، جو طالب دنيا و مافيها ۽ خود پاڻ کي لاتعلق ٿي وڃي، ۽ سدائين ذات مطلق ۾ گم هجي. مستي عشق الاهي جي حد ڪمال جي نشاني آهي. مستي، جذباتي ۽ تصوراتي انسان جي همت جو مظهر رآهي، جا حق ۽ انصاف ڪري اِيري ٿي، ۽ حالات جي دستور موافق تمام توثيق سان عمل جو رستو اختيار ڪري ٿي؛ جو تردد ۽ تاويلات جي وهمن کان بالاتر آهي.

تاريخ جي ورق گردانيءَ مان معلوم ٿيندو تہ مستي جي ڪيفيت سبب انسان عظيم ڪارناما سر انجام ڏنا آهن. حضرت ابراهيم عليہ السّلام جو باهہ ۾ ٽپي پوڻ، ۽ پنهنجي فرزند کي الله تعاليٰ جي حڪم موجب قربان ڪرڻ، مستيءَ جي مفهوم جا مظهر آهي، تاريخ ٻيا بہ ڪيترائي اهڙا واقعا محفوظ ڪيا آهن.



# سُر سارنگ جو مطالعو

"سارنگ" شاھہ جي رسالي جو ھڪ سر آھي. ان جي لفظي معنيٰ آھي: گھڻن رنگن وارو، رنگ برنگي، مور جي ڪوڪ وغيرہ. سنڌي زبان ۾ سارنگ، جھڙ، ڪڪر، ساوڻ، برسات جي موسم ۽ مينگھہ ملھار لاءِ ڪم ايندو آھي. موسيقيءَ جي لحاظ کان "سارنگ" ھڪ راڳڻي جو نالو آھي.

شاہ صاحب جي سر سارنگ ۾ برسات جو ذڪرآھي. ھن سر ۾ شاہ صاحب ڏيکاريو آھي تہ برسات، الله تعاليٰ جي رحمت آھي. جڏھن مينھن پوي ٿو، تہ خشڪ زمين کي ريج اچي ٿو، جنھن ڪري پوکون ٿين ٿيون ۽ زمين تي گاھہ جي ڇهڇ سائي چادر وڇائجي وڃي ٿي، ملڪ سر سبز ۽ شاداب ٿئي ٿو، گاھہ ۽ اَنَ جھجھو ٿئي ٿو، ڍنڍون ڍورا پاڻيءَ سان ڀرجي وڃن ٿا. انھيءَ ڪري ماڻھو خوشحال ٿين ٿا، ملڪ آسودو ٿئي ٿو، ۽ ڍور ڍڳا، پکي ۽ جيت جڻيا ڍائجي وڃن ٿا. انھيءَ اھميت ۽ ضرورت جي ڪري ماڻھو، مرگھہ، مينھون، پکي پکڻ وسڪاري جي اوسيڙي ۾ آھن ۽ منداڻتي مينھن لاءِ سارنگ کي پيا سارين. جڏھن سارنگ پنھنجي ساز سامان سان يعني ڪنوڻين ۽ گجگوڙن سان ظاھر ٿئي ٿو، تہ ماڻھو خوشيءَ ۾ نہ پيا ماپن.

جڏھن ماڻھو ۽ ڍور ڍڳا، پکي پکڻ ۽ سمنڊ جون سپون سارنگ لاءِ وياڪل آھن، تڏھن قادر ڪريم جي رحمت کي جوش اچي ٿو، ۽ اتر طرف کان ڪڪر ڪارونڀار ڪري، گجگوڙيون ڪندي رسيلا رنگ ڪيي ڪاھيندو اچي ٿو ۽ پوءِ رحمت جو وسڪارو ٿئي ٿو. نتيجي ۾ سرسبزي ۽ خوشحالي ٿئي ٿي ۽ ڏيھہ جي ڏڪارين کي پٽ سان منھن اچي ٿو.

شاه صاحب کي مينهن جي وسڪاري وقت ۾ غريب ۽ مسڪين مارو ماڻهو ياد اچن ٿا. ڪيس ڳڻتي ٿئي ٿي، ته هن وڏ ڦڙي جي وسڪار ۾ غريب ويچارا ڪيئن ڪندا؟ جن جون جهوپڙيون جهريل آهن ۽ منهن، مينهن ۽ واءُ جي سٽ سهڻ جهڙا نه آهن. انهن جو اجهو هيٺو آهي، ڏيل ڏڪويل آهي، ۽ نه اٽن پورو اوڇڻ ۽ نه سيءَ جي بچاءَ جا ڪپڙا ۽ سوڙيون. مطلب ته هن سر ۾ شاه صاحب مينهن جي اهميت ۽ فائدن جو ذڪر ڪيو آهي؛ ۽ غريبن، مسڪينن، مارن ۽ پنوهارن جي رهڻي ڪهڻي، ۽ اميدن آسرن، مايوسين ۽ محرومين، تڪليفن ۽ مشڪلاتن جو ذڪر حقيقت پسندانه نموني ڪيو آهي. هي بيت ملاحظه فرمايو:

اڄ پڻ اميدون، آگم سنديون اڀ ۾،
ساوڻ پسي سرتيون، سڄڻ ساريون مون،
آئون آسائتي آهيان، مانَ ٻچائي پون،
گهر ته گهرجين تون، مند مڙيئي مينهن جي

شاه صاحب هن بيت ۾ فرمايو آهي ته اڄ ۾ آسمان ۾ جهڙ ٿيڻ جي اميد آهي. ان سانوڻ جي موسم کي ڏسي مون پنهنجي پرينءَ کي ياد ڪيو. مون کي اميد آهي ته من برسات وسي زمين کي آلو ڪري. اي منهنجا محبوب، مينهن جي موسم ۾ منهنجي گهر ۾ تنهنجي گهرج آهي. يعني توکي مينهن جي سڄي موسم ۾ گهر رهڻ گهرجي.

شاه صاحب مينهن جي ڳالهه ڪندي فرمائي ٿو:

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪر ڪيائين،
منڍائتن مينهن جي، رت نه روڪيائين،
پلر پلٽيائين، گهٽا سانگين سک ٿئا،

مينهن جي علامت جي اپٽار ڪري فرمائي ٿو:

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪر ٿو ڪري،
روضي پاڪ رسول جي، پلٽيو پٽ پري،
وڄن ساڻ وري، ته سنگهارن سک ٿئي.

شاه صاحب فرمائي ٿو تہ الله تعاليٰ اڄ بہ اتر طرف جهڙ ڪيو آهي. ان جهڙ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي روضي شريف جي اوسي پاسي وسي، خشڪ ميدان کي آلو ڪري ڇڏيو آهي. شل اهو مينهن رسول ڪريم ﷺ جي روضي ڪان ڪنوٽيون ڪندو، هيڏانهن موٽي ۽ هن سرزمين کي سيراب ڪري، تہ جيئن ڌنارن کي سک ۽ سهنج حاصل ٿئي.

هيٺين بيت ۾ برسات جي سلسلي ۾ پاڻ سڳورن جي روضي اقدس جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

اتران ٿي آئيون، ڪري هڪل هوءِ،
پري تل ترائيون، جوڙي هليون جوءِ،
پسو جا پٽن ۾، ڪٿوري خوشبوءِ،
اچي روبروءِ، ائيون روضي تان رسول جي.

شاه صاحب فرمائي ٿو، تہ اتر طرف ڪان وڄون گجگوڙ ڪنديون آيون. ملڪ ۾ وسي ڍنڍون ڍورا ۽ ترايون پري تمتار ڪري ڇڏيائون ۽ زمين کي سر سبز ۽ شاداب ڪنديون اڳتي وڌيون. وڻن ٽڻن جي پنن ۽ گاهن ۾ ڪٿوريءَ جهڙي خوشبوءِ پيدا ٿي پئي آهي. انهن ۾ اهو اثر انهي ڪري پيدا ٿيو آهي، جو اهي برساتيون حضرت رسول ڪريم ﷺ جي روضي مبارڪ تي وسي هيڏانهن آيون آهن. اهوئي سبب آهي جو برسات ۾ ڪٿوريءَ واري خوشبوءِ پيدا ٿي وئي آهي.

ان سان لاڳيتو بيت ۾ ساڳي سلسلي جي ڪڙي آهي:

روضي تان رسول جي، ڪئو وڄڻ وارو،
پريائون پير پئي، نظر سين نارو،
هادي پر حڪم سين، هي تڙ تاسارو،
نرمل نظارو، پي پسايو پاهجو.

هن بيت ۾ شاه صاحب فرمائي ٿو:

حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جي روضي پاڪ تان ڪنوٽن موٽ ڪاڍي آهي ۽ پيرو ڏئي هاديءَ جي حڪم سان، مهرو اري

نظر سان نوازي، ناري وارو اجايل سڪل ٿڙ ٻري ڇڏيو اٿن. اي منهنجا مالڪ سائين، تون ٻنهنجي حڪم سان سڪل ٺوٺ ٿڙ ٻري کهڙو نه سهڻو ۽ پاڪ نظارو پسايو آهي، ۽ ڏيک ڏيکاريو آهي.

سر سارنگ جي پهرين داستان جي وائي ۾ شاه صاحب ٻنهي جهانن جي سردار جي شفاعت جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو:

منهنجي سيد سار لهندو، مُنڪي آهِ اميد الله ۾ان وائي جي آخر ۾ فرمائي ٿو ته:

"هت ڏيندس مولو، ات بديون بخشائيندو."

يعني ان وائيءَ ۾ شاه صاحب فرمايو آهي:

مون کي اميد آهي، ته قيامت جي ڏينهن اسان جو آقا نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم اچي منهنجي سار لهندو. الله تعاليٰ کي آزي نيازي ڪري، امت جي ڇوٽڪاري لاءِ عرض ڪندو. جڏهن حضرت اسرافيل قيامت لاءِ صور ڦوڪيندو، سج ايڏي تپش ڪندو، جو اڪيون پيو نڪرنديون، هر ڪو پريشانيءَ ۾ نفسا نفسي ۾ پورو هوندو، ان وقت ٻانهن سڳورا الله تعاليٰ وٽ سرخرو ٿيندا ۽ مولا پاڪ کين مان ڏيندو. سندن شفاعت جي طفيل الله تعاليٰ اسان جون بديون بخشيندو.

شاه صاحب جي هڪ بيت جون پويون ٻه مصرعون ڏاڍيون مشهور آهن، جن ۾ وطن جي حب ۽ انسان دوستيءَ جو سبق سيکاريو ويو آهي. ان سان گڏ هو سنڌ کي دعا ڪري سڄي دنيا جو خير گهرو ٿيو آهي. حقيقت ۾ اهو ڏکو بيت آهي، جنهن ۾ شاه صاحب اسلام جي روحاني فيض جو ذڪر ڪيو آهي، ۽ مختلف ملڪن جا نالا کڻي اسلام جي ڦهلاءَ جو نقشو ڏيکاريو آهي. شاه صاحب هن سر جي ڪيترن ئي بيتن ۾ صاف ڏيکاريو آهي ته اوهيڙن جي اوڪ مان سندس مطلب آهي: اسلام جو فيض، جيڪو نبي ڪريم ﷺ جي ذريعي دنيا کي حاصل ٿيو، سندس ولادت با سعادت سبب ڪفار جا ڪوٽ ڪري پيا، سنگهار سرها ٿيا، ڏرت ۽ ڏولائو لٿو سڄو بيت هن طرح آهي:

موٽي مانداڻ جي وري ڪيائين وار،
وڃون وسڻ آئيون، چوڏس ٿي چوڏار،
ڪي اتي هليون استنبول ڏي ڪي مٽيون مغرب پار،
ڪي چمڪن چين تي، ڪي لهن سمرقندن سار،
ڪي رمي ويئون روم تي، ڪي ڪابل ڪي قنذار،
ڪي دلي ڪي دکن، ڪي گڙن مٿي گرنار،
کهين جنبي جسلمير تان، ڏنا بيڪانير بڪار،
کهين ڀڄ ڀڄائيو، کهين ڍٽ مٿاهين ڍار،
کنهن اچي عمرڪوٽ تان، وسايا ولهار،
سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست! مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

سارنگ ڦيرو ڏئي، اچي وري جهڙ جي تياري ڪئي آهي. ڪنوٽين چئني پاسن ڪان ڦري وسڻ لاءِ آيون آهن. هينئر انهن مان ڪن استنبول يعني ترڪي ڏانهن اتي هليون، ته ڪن وري اولهه طرف رخ ڪيو آهي. ڪي چين ملڪ تي چمڪڻ لڳيون آهن، ته ڪن وري سمرقند جي رهاڪن کي ياد ڪيو آهي. ڪي ڪابل، قنذار ۽ روم يعني اٽلي ڏانهن ويئون آهن، ته ڪي وري دهلي، دکن ۽ گرنار مٿان پيون گجگوڙ ڪن. ڪن جسلمير، بيڪانير ۽ بڪار تي وسڪارو ڪيو آهي، ته ڪن وري ڪڇ ڀڄ کي ڀڄايو آهي. ڪن سنڌ جي ٿر واري علائقي ڍٽ، عمرڪوٽ ۽ ولهار ۾ وس ڪئي آهي. اي منهنجا سهاجها سائين! سنڌ تي سدائين سڪار ڪر. اي مٺا محبوب! ان سان گڏ شل سڄي جهان کي آباد، سر سبز ۽ شاداب ڪرين. هن ۾ شاه صاحب اسلام جي فيض جو ذڪر ڪيو آهي. ته اسلام جي روحاني فيض دنيا جي سڀني ملڪن کي سجاڳي ۽ روشني سان منور ڪري ڇڏيو.

ادبي خوبين جي لحاظ کان به هي سر وڏي اهميت رکي ٿو. هن سر ۾ شاه صاحب سنڌ جي ٿر، ڪوهستان ۽ ڪاڇي جي جاگرافيائي حالتن جي

ترجماني ڪئي آهي. ان سان گڏ برسات جي وسڪاري جي ڏاڍي رنگين ۽ دلڪش نوع ۾ عڪاسي ڪئي اٿس. ٻيتن پڙهڻ سان ائين ٿو لڳي ته ڪڪرن جو نظارو اکين آڏو آهي. مثال طور هيٺيون بيت ملاحظه فرمايو:

موتي مانداڻ جي، پري ڪيائين پيچ،
وڄون وسڻ آئيون، سارنگ چڙهيو سيج،
ته نوريون نوازيون، ڏئي ڏوٿا ڏيچ،
ٻج ڪٽي پٽ هليا، هاري منجا هيچ،
راضي منجها ريج، عالم سڀ آباد ٿئو.

يعني سارنگ، موتي، وري ماندڻ منديا. جهڙ ڪري ڏاڍا وسڪارا ڪري، زمين کي ريج ڏئي ڇڏيو. ڪنوٽيون مينهن وسائڻ لاءِ آيو آهن، ۽ سارنگ پاڻ سيج پلنگ تي ويهي رهيو آهي. هن ڇڙين ۽ ٻي واهين زالن کي ٻيٽا ڏيج ڏيئي نوازيو آهي. هاري ماڻهو ٻه وڏيءَ خوشيءَ مان ٻج ڪٽي ميدانن ڏانهن هليا آهن. اهڙيءَ طرح مينهن جي ريج سبب سڄو جڳ جهان خوش ۽ آباد ٿيو.

سپرين کي ساريندي شاهه صاحب جيڪي ڳوڙها ڳاڙي ٿو، انهن کي هو ڪڪرن مان مينهن وسڻ سان ڀيٽ ڏيندي چوي ٿو:

جهڙ نيٽئون نه لهي، ڪڪر هُون نه هُونِ،
ساريون سپرين کي، لڙڪ ڳلن تي پُونِ،
سي مر رويو رون، جن مسافر سپرين.

مطلب ته آسمان ۾ ڪڪر هجي يا نه هجي. پر اکين تان جهڙ لهي ئي نه ٿو. يعني اکيون سدائين ڳوڙها ڳاڙينديون رهن ٿيون. پنهنجي پرينءَ کي ياد ڪري ڳلن تي ڳوڙها ڪري پون ٿا. اهي ماڻهو ڀلي ڀيا روئن، جن جا پرين پرديس ۾ رهن ٿا، يا مسافري ۾ آهن.

وسڪاري کان پوءِ سرسبزي ۽ شادابي جو نظارو چٽيندي فرمائي ٿو:

اڳڻ تازي، ٻهر ڪنديون، پڪا پٽ سُوهنِ،
سرهي سيج، پاسي پري، مر پئا ميهه پون،

اسان ۾ پرين، شال هون برابر ڏيهڙا.

فرمائي ٿو، ته اڳڻ ۾ عربي گهوڙا ٻڌل آهن ۽ ٻاهر ڪنديون مينهون، ٻيٺيون آهن. انهيءَ ڪري پٽ تي اڏيل جهوپڙيون ڏاڍيون سهڻيون پيون لڳن، ڇپر ڪٽ سرهاڻ سان واسيل آهي، ۽ پاسي ۾ پرين ويٺو آهي. هاٺي ٻلي پيا مينهن وسن. شل محبوب ۽ آءُ هميشه اهڙي طرح هڪ هجون.

وسڪاري ڪان پوءِ اَنُ جهجهو ٿئي ٿو، ۽ سڪار سٺائي ٿئي ٿي. ان جو ذڪر ڪندي شاه صاحب فرمائي ٿو:

گامر گندي گنج، ابر ۾ اهاءَ ٿئو،
پسي ۾ پريِ جي، ڏور ٿئا سڀ ڏنج،
شال وسندو سنج، عاشق تي اوهيڙا ڪري.

يعني جهڙ ۾ ڪنوڻ جو چمڪاٽ ٿيو. هوڏانهن ڳوٺن ۾ مينهن جي وسڪاري سبب اَنُ پيدا ٿيو ۽ اَنَ سان گنديون ڀرجي ويون. ڪڪرن جي محبوب واري عادت ڏسي سڀ ڏک ڏاڪڙا دور ٿي ويا. شال اهڙو مينهن سوير ئي عاشق تي وسڪارا ڪري وسي.

مينهن نه پوندو آهي، ته اَنُ ذخيرو ڪندڙ واپاري، هٽراڏو ڏڪار پيدا ڪري، پنهي هٽن سان عوام کي لٽيندا آهن. شاه صاحب انهن کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

اُنو اوهيڙا ڪري، عاشق مٿي اڄ،
ڏور ڏڪاريا ڀڄ، مينهن منهه ڏيکاريو.

يعني اڄ عاشقن تي مينهن وسڪارا ڪري وسيو آهي. اي بي رحم ڏڪاري، تون پري ڀڄي وڃ، ڇاڪاڻ جو هينئر برسات وسڻ شروع ڪيو آهي. انهيءَ ڪري اَنُ جام ٿيندو.

شاه صاحب انسان کي محنت ۽ جدوجهد جو درس ڏيندي فرمائي ٿو، ته سارنگ مينهن وسائڻ جي ڪوشش ۾ آهي، پر اي انسان! توکي پنهنجي ڪم جو الڪو ئي ڪونهي. يعني تون سست ۽ ڪاهل ٿيو ويٺو

آهين. ڏس تہ سارنگ پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ يعني مينهن وسائڻ لاءِ ڪيئن نہ پيو گجگوڙ ڪري. هارين جي لاءِ هادي هر هنڌ هر ڪاهڻ جو سبب پيدا ڪيو آهي، ۽ اسان کي ياد ڏياريو آهي، تہ ائين نہ وسهجو، تہ مينهن ڪونہ پوندو. يعني سارنگ جي گجگوڙ اسان کي ٻڌائي ٿي، تہ ڄاڻ مينهن وسيو، انهي ڪري هر ڪاهي زمين کيڙي ڇڏيو، تہ جيئن مينهن پوڻ کان پوءِ اها سرسبز ۽ شاداب ٿئي. بيت هن طرح آهي:

سارنگ کي سعيو، توکي سعيو نہ ٿيي،
گُڙي ٿو گمان ۾، آيوکي آيو،
هارن ليءِ هَرُ هَرِ جاءِ ۾، هادي هلايو،
متان ايءُ ڀانيو، تہ بادل آهہ بس کي.

مقصد: حقيقت ۾ هن سر ۾ شاه صاحب اسلام جي فيض جو ذڪر تمثيلي انداز ۾ ڪيو آهي. جهڙي طرح برسات وسڪارو ڪري، ويران خشڪ ۽ پڙيانگ زمين کي سيراب ڪري، سرسبز ۽ شاداب بڻائيندي آهي، اهڙيءَ طرح نبي ڪريم ﷺ جي آمد سبب دنيا ۾ خوش بختي ۽ روحانيت جي پالوٽ ٿي. شاه صاحب فرمايو آهي:

مند ٿي مندبل مَندِيا، آيو جهڙ جهاٽي،
هيڪ ارزان ان ٿيو، ٻيو مکڻ منجهہ ماٽي،
ڪلمي سين ڪاٽي، لاٿم ڪٽ قلوب تان،

ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ اسلام جي آمد سبب انسانن کي الله تعاليٰ جي هيڪڙائي جو سبق مليو، روحاني پالوٽ ٿي، انسان کي پنهنجو حقيقي شرف ۽ شان مليو، ذهني ۽ فڪري آزادي ملي، انسانيت جو شعور حاصل ٿيو، ۽ مادي خوشحالي آئي. عوام تان ڏرت ۽ ڏولائو لٿو، جبر ۽ ڏاڍ ختم ٿيو ۽ وهم ۽ ڀرم جي ٻار کان ماڻهو آزاد ٿيا. انهيءَ ڪري مادي توڙي ذهني خوشحالي نصيب ٿي، ثقافت هڪ نئون رخ اختيار ڪيو ۽ اسلام جي روحاني ۽ اخلاقي فيض سان ماڻهن جو دليون روشن ٿيون.

شاه صاحب سُر سارنگ جي ڪيترن ئي بيتن ۾ انهيءَ حقيقت جو اظهار ڪيو آهي.

هڪ وائيءَ ۾ فرمايو اٿس:

چاپڙ وقت چام، ڪريا ڪوٽ ڪفار،
اڪنديا جي ابر ڪي، سرها ٿيا سنگهار.

مطلب ته شاه صاحب، سرسارنگ ۾ سنڌ جي سرسبزي، شادابي، سلامتي، خوشحالي ۽ روحاني، علمي ۽ اخلاقي انقلاب جو ذڪر ڪيو آهي. شاه صاحب جو مطلب آهي، ته روحاني سڪون ۽ قلبي راحت کان سواءِ مادي ترقي بي معنيٰ آهي. مادي ترقيءَ سبب. انسان کي جسماني سهولتون ته حاصل ٿين ٿيون، پر روح جي اڃ نه ٿي اجهامي روح جي اڃ ۽ اسات الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي پيروي سان اجهامي ٿي. اهوئي سبب آهي، جو شاه صاحب ور ور ڪري هن سر ۾ علامتي ۽ تمثيلي انداز ۾ اسلام جي روحاني ۽ اخلاقي فيض جو ذڪر ڪيو آهي. سڪار مان سندس مطلب آهي: مادي خوشحالي ۽ روحاني ساڃاهه. يعني هن علم ۽ عرفان کي به سارنگ جي وسڪاري سان ڀيٽ ڏني آهي.

حقيقت اها آهي، ته اسلام جو مقصد آهي: دنيا ۾ علم، عرفان، وحدانيت ۽ صحيح معنيٰ ۾ انسانيت جو ڦهلاءُ.



# سُرُ ڪاپائتي جو فڪري ۽ لساني جائزو

شاهه لطيف جي سر ڪاپائتي ۾ به رسالي جي ٻين سرن وانگر هڪ فڪري مقصديت موجود آهي. ٻين سرن وانگر هي سر به سنڌ جي تاريخي ۽ ثقافتي پس منظر ۾ چيو ويو آهي. هن سر ۾ شاهه صاحب پنهنجو مقصد، ڪاپائتين عورتن جي تمثيل ۾ بيان ڪيو آهي. هت شاهه صاحب جي هن سر جو ثقافتي، لساني ۽ فڪري جائزو مختصر طور پيش ڪجي ٿو.

## ثقافتي پس منظر:

سنڌ ۾ قديم زماني کان ڪپهه جا ٻوٽا يا وڻ يعني وڙڻ ٿيندا هئا، جن مان ڪپهه تاڻي سٽ ڪتي ڪپڙو تيار ڪيو ويندو هو. موهن جي دڙي مان به اهڙا آثار مليا آهن، جن مان معلوم ٿئي ٿو، ته سنڌ ۾ ڪپهه ٿيندي هئي، ۽ ڪپڙو اُڻيو ويندو هو. نه فقط ايترو، پر سنڌ جو ڪپڙو ٻاهرين ملڪن ڏانهن به موڪليو ويندو هو، ۽ بهترين ڪپڙو سمجهيو ويندو هو. ٻاهرين ملڪن ۾ ان کي سنڌ جي حوالي سان "سنڌن"، "سندن" ۽ "سندس" سڏيو ويندو هو. عرب دنيا ۾ "سندس" لفظ مروج هو. قرآن حڪيم ۽ حديث شريف ۾ "سندس" لفظ ملي ٿو. قديم زماني کان وٺندي انگريزن جي شروعاتي دور تائين، سنڌ جو ڪپڙو ٻاهرين ملڪن ڏانهن ويندو رهيو.

سنڌ ۾ وڙڻ ٿيندا هئا، جن جا گل چونڊي، انهن کي تاڻي ڪپهه جدا ڪئي ويندي هئي. ان کان پوءِ سنڌ جون عورتون، ڪپهه ائٽ تي ڪتي، سٽ تاهينديون هيون؛ جن مان ڪوري، ڪپڙو تيار ڪندا هئا. عورتون جنهن جاءِ تي ائٽ رکي ويهي سٽ ڪتينديون هيون، ان کي

”آتڻ“ سڏيو ويندو هو. رواج اهو هو، تہ واپاري ڪپهہ توري عورتن کي ڏئي ويندا هئا، ۽ پوءِ وري وٺائن سٽ ڪتڻ ايندا هئا. انهن واپارين کي ”صراف“ چيو ويندو هو. ڪتيل سٽ جي معيار موجب، صراف اجرت ڏيندا هئا. جيڪڏهن سنهو ۽ هڪ ـ ڪرو سٽ ڪتيل هوندو هو، تہ ان جي اجرت وڌيڪ هوندي هئي، پر جيڪڏهن ٿلهو، يا سنهو- ٿلهو يا ڳنڍيون ڳوڙها هوندو هو، تہ ان جي اجرت گهٽ هوندي هئي، بلڪ ڪڏهن ڪڏهن صراف اهڙو سٽ قبول ڪرڻ کان نابري واريندا هئا. سٽ ڪتيندڙ عورت کي، ڪاتيارڻ يا ڪاپائتي چيو ويندو هو.

سٽ ڪتڻ جو رواج سنڌ جي سيني عورتن ۾ موجود هو. پوءِ اهي وڏ گهراڻي جون عورتون هجن يا غريب گهر جون. وڏ گهراڻي جون عورتون وندر ۽ تفريح لاءِ سهيلين سان گڏجي سٽ ڪتينديون هيون، ۽ پوءِ اهو سٽ ڪورين ڏانهن موڪلي پنهنجي مرضيءَ موجب ڪپڙو تيار ڪرائينديون هيون. ڪن گهرن ۽ خاندانن جو اهو گهرو هنر هو، ۽ آمدنيءَ جو ذريعو هو. اهڙن هنر مندن تي ذات طور ڪا تيار، ڪتيار ۽ ڪتبار نالو پئجي ويو. سنڌ ۾ اهي ذاتيون اڄ تائين موجود آهن؛ بلڪ ”ڪتيار“ ذات سنڌ جي هندن ۾ بہ اڄ تائين ملي ٿي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، انهيءَ پس منظر ۾ هي سر چيو آهي، ۽ پنهنجو مقصد اهڙي نوعيت جي تشبيهن ۽ تمثيلن ذريعي واضح ڪيو آهي. شاه صاحب جي مشاهدي جي نظر تمام تيز هئي. هو انهن سيني ڳالهين کان واقف هو، جيڪي ڪاپائتين سٽ جي قسمن، صرافن جي ڏيتي ليتي، ۽ ائٽ جي مختلف حصن سان تعلق رکن ٿيون. انهيءَ لحاظ کان شاه صاحب جي هن سر ۾ اهي خاص لفظ بہ ملن ٿا، جيڪي انهيءَ هنر سان واسطو رکن ٿا. انهيءَ لحاظ کان هن سر ۾ سنڌي لغت جو هڪ خاص ذخيرو بہ اصلي صورت ۾ محفوظ آهي.

## لساني جائزو:

جنهن اوزار تي سٽ ڪتيو ويندو هو، ان کي ”ائٽ“ چيو ويندو هو.

ائٽ کي شاه صاحب ”ارٽ“ بہ چيو آهي. ائٽ ۾ هڪ ڦيٿو هوندو آهي، جيڪو هٿئي سان عورتون هلائينديون. ڦيٿو جن ڪاٺوڻن تي ڦرندو هو، ان کي ”مونا“ چيو ويندو هو. انهيءَ ڦيٿي جي سامهون ٻين ننڍن مونن تي سنهي چهنب واري سيخ ڦرندي هئي، جنهن کي ”تڪ“ چيو ويندو هو. تڪ کي ڏور ڦيرائيندي هئي، جيڪا ڦيٿي ۾ تڪ تي پيل هوندي هئي. شاه صاحب انهيءَ ڏور کي ”مال“ سڏيو آهي. ان وقت ڏور لاءِ اُهو ئي لفظ مروج هو.

عورتون، ائٽ جي تڪ تي جيڪو سٽ ڪتينديون هيون، ان کي ”ڪاپو“ چيو ويندو هو. شاه صاحب ارٽ، مال، مونا ۽ ڪاپو لفظ بالکل صحيح نموني هن بيت ۾ ڪتب آندا آهن:

اڄ پڻ اڇهڻ کي مربن، نکي ڪتُ ءِ ڪال،
مونا انجي اکڙئا، ارٽ ڍرکي مال،
هيءَ تنين جي حال، جن ڪابي منجها کين ڪئو.

سٽ ڪتڻ کي ”ڪاپو ڪرڻ“ بہ چيو ويندو هو، ۽ ڪاپو ڪرڻ وارين کي ڪپائتيون چيو ويندو هو. شاه صاحب اصطلاح ”ڪاپو ڪرڻ“ هن طرح استعمال ڪيو آهي:

”ويهي ڪنڊ ڪاپو ڪر، گُهتون گوهيون ڇڏ.“

سٽ ڪتيندڙ عورتن لاءِ، شاه صاحب ”ڪاپائتين“ جو لفظ هن طرح استعمال ڪيو آهي:

”ڪو جو وهہ ڪاپاتيين، ڪنبن ۽ ڪتن.“

سنهو ڪتيل سٽ قيمتي هوندو هو، جنهن مان سنڌ جي ململ ۽ ٻيو قيمتي ڪپڙو اڻيو ويندو هو، انهيءَ ڪري جيڪي ڪاپائتيون سنهو سٽ ڪتينديون هيون، انهن کي سٺي محنت ملندي هئي، شاه صاحب اصطلاح ”سنهو ڪتڻ“ ۽ لفظ ”صراف“ هن طرح ڪتب آندا آهن:

چاوت پائي چت ۾، سنهو ڪتيوجن،
تن جو صرافن، ڏُکو داخل نہ ڪئو.

جيڪي ڪا تياريون، هنرمنديءَ سان نہ ڪتينديون هيون، انهن جو سٽ هڪ ڪرو نہ بيهندو هو. ان کي رنڍا رڙڻ چيو ويندو هو. شاهہ صاحب اهو اصطلاح هن طرح آندو آهي:

محبت پائي من ۾ رنڍا روڙيا جن،
تن جو صرافن اڻ توريو ئي اگهائيو.

ڪتيل سٽ ۾ جيڪڏهن ڪٿي سنها ڳوڙها ٿي پوندا هئا، تہ انهن کي "پڙا" چيو ويندو هو. جيڪي عورتون مهارت سان سٽ ڪتينديون هيون، اهي سٽ ڪتڻ مهل، پڙن کي ختم ڪري، تند هڪ ڪري ڇڏينديون هيون. ان کي "پڙا پيچڻ" چيو ويندو هو. شاه صاحب"پڙا پيچڻ" جو اصطلاح هن طرح آندو آهي:

" آڳڙي آئون مون ڪان پڙا پيڳا نہ ٿٿا"

ڪاتياريون، جيڪو سٽ جو منيو هٿ ۾ ڪٽي، تڪ تي سٽ ڪتينديون هيون، ان کي "پهي" چيو ويندو هو. شاه صاحب لفظ "پهي" هن طرح آندو آهي:

"ڄاتو جن ڄاٽي، تن هٿان پهي نہ ڇڏي"

جنهن سيخ تي سٽ ڪتيو ويندو هو، ان کي "تڪ" چيو ويندو هو. جيڪڏهن "تڪ" ڪنهن جاءِ تي ڏنگي ٿي پوندي هئي، تہ سٽ تيزيءَ سان نہ ڪتبو هو. شاه صاحب انهيءَ حقيقت جو ذڪر بہ ڪيو آهي. شاه صاحب "ڏنگي" لاءِ "ونگي" لفظ آندو آهي، ۽ "ڏِنگ" کي "وَرَ" يعني وڪڙ چيو آهي. هو چوي ٿو، تہ عام حالت ۾ ور واري ونگي تڪ تيزيءَ سان سنو سٽ نہ ڪتيندي آهي؛ پر ڪڏهن ڪڏهن اهو "ور" تيزيءَ سان سني سٽ ڪتڻ جو سبب بڻجندو آهي. فرمائي ٿو:

تڪ ونگي، ور گهڻا، هيءَ ڪتي ڪجاڙو؟
ڪاپي مٿان ڪيترو، آٽي اُڏارو
جڏهن ور ڏنس وارو، تہ سونهي سرتين وچ ۾

طريقو اهو هو، تہ عورتون پهريائين ڪپهہ مان اٽ جي تڪ تي سٽ

ڪتي، اها پاندي، نڪ تان لاهي ابري تي اوبي، ان مان تاجي تيار ڪئي ويندي هئي. شاه صاحب لفظ "اوبين" هن طرح آندو آهي:

"ڪي اوبين عرب ۾، ڪي ڪابل منجهه ڪتين."

"تاجي" لفظ هن طرح آندو اٿس:

"تاجي توريائون، ته عيب نڪتا اڳيان."

جنهن جاءِ تي ڪاتياريون گڏجي ويهي سٽ ڪتينديون هيون، ان جڳهه کي آتڻ چيو ويندو هو. شاه صاحب اهو لفظ هن طرح آندو آهي:

"ڪارڻ سود سنواريون، آتڻ منجهه اچن"

ائٽ، جيڪڏهن ڪنهن فني خاميءَ جي ڪري ڪم نه ڪندو هو، ته چئبو هو:

"ارٽ اولاٽجي پيو آهي." يعني ائٽ خراب ٿي پيو آهي. شاه صاحب لفظ "اولاٽيا" هن طرح آندو آهي:

"اولاٽيا ارٽ، ڪيڏانهن ڪتڻ واريون؟"

مطلب ته شاه صاحب نهايت باريڪ بينيءَ سان سٽ ڪتڻ جي هنر کي ڏنو وائٽو آهي؛ ۽ ان سان واسطو رکندڙ لفظ نهايت صحيح معنيٰ ۾، پنهنجو پيغام واضح ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيا آهن.

انهن خاص هنري ۽ فني لفظن کان سواءِ هن سر جي بيتن ۾ ٻيا به ڪيترائي انوکا ۽ خالص سنڌي لفظ ۽ اصطلاح استعمال ٿيل ملن ٿا؛ مثلاً: "اَڇَهَڻ" (ڪم نه ٿيڻ)، سون — "ساريڪا" (سون جهڙا)، وٽواند (اڻ وٽندڙ، ڏڪاريل)، رتو، چائٺ، سڦرو، هينئڙو لوڻ ٿيڻ، وِڏوٽو، دڪو داخل ٿيڻ، ارٽ سان اورڻ، لڙجڻ وغيره.

## فڪري جائزو:

هن سر ۾ شاه صاحب هيٺيون حقيقتون ذهن‌نشين ڪرايون آهن، ته جيئن ٻانهي جو پنهنجي مالڪ سان تعلق پيدا ٿئي، ۽ هو روحانيت جون منزلون طيءِ ڪري سگهي.

▲ پهريون سبق شاه صاحب اهو ڏنو آهي، ته انسان هن جهان ۾

ڪجهہ ڪرڻ لاءِ آيو آهي. انهيءَ ڪري ڪيس جدوجهد ڪري، پنهنجو وقت سڦلو ۽ سجايو ڪرڻ گهرجي. ويسلو ٿي نہ ويهجي، پر وقت جو قدر ڪري، دنيوي ۽ روحاني ترقي ڪرڻ گهرجي. هو انهن جي حال تي افسوس ٿو ڪري، جيڪي وقت اجايو وڃائين ٿا. ۽ زندگيءَ جي مقصد لاءِ هٿ ـ پير نہ ٿا هڻن. شاهہ صاحب اهو مقصد ارٽ ۽ سٽ ڪتڻ جي تمثيل ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي:

ڪتڻ جي ڪان ڪرين، سٽي ساهيين هڏ،
سيان ايندءِ اوچتي، عيد اگهاڙن گڏ،
جت سرتيون ڪندءِ سڏ، اُت سڪنديءَ سينگار کي.

---

سون ـ ساريڪا هتڙا، ڪوهہ نہ ڪتين رڏ؟
ويهي ڪنڊ ڪاپو ڪر، گهتون گوهيون ڇڏ،
تہ صرافياڻي سڏ، مرڪيو هوند متائيين.

يعني، اي ٻانها! جيڪڏهن تون هن دنيا ۾ ڪجهہ ڪري، مالڪ حقيقي جو راضپو حاصل ڪري ويندين، تہ پوءِ آخرت ۾ انهن نيڪ عملن جي نتيجي ۾ مرڪي پنهنجو اجر حاصل ڪندين.

▲ هو چوي ٿو، تہ اي ٻانها تنهنجي عبادت، عاجزي، سچائي ۽ نيڪ نيتي سان هجي. تنهن جي وات تي ٻانهپ جي ٻولي هجي. تون پنهنجي رب آڏو عاجزي، انڪساري ۽ ڪين جهڙائپ اختيار ڪر. بزرگن، ٻانهپ تي ڏاڍو زور ڏنو آهي. مشهور صوفي بزرگ ۽ مفڪر ابن العربي جنهن وحدت الوجود جو فڪر پيش ڪيو آهي، ان بہ چيو آهي:

(ٻانهو، ٻانهو آهي، توڙي جو روحانيت ۾ ڪيڏي بہ ترقي ڪري؛ رب، رب آهي، خواهہ ڪائنات جي شين ۾ ڪيڏو بہ ظهور ڪري.)

▲ غرور، تڪبر، هٺ ۽ وڏائي خالق حقيقي کي پسند نہ آهي. اهڙيءَ حالت ۾ عبادتن ۽ رياضتن کي بہ قبوليت جو درجو ڪو نہ ٿو ملي. اها حقيقت شاهہ صاحب هن طرح سمجهائي آهي:

پيرئيين ۽ پائيين، ايئن وڏوڻو ڪاند،
ويئي اور ارڻ سين، ڳچيءَ، پايو پاند،
تہ تنهنجو ئي وڻواند، ڪِتو وِتو نہ ٿئي.

اهڙي مفهوم جا ڪجهہ بيت اڳ ۾ بہ اچي چڪا آهن، جهڙوڪ، چائت پائي......... ۽ محبت پائي......... ٻيا بہ ڪيترائي اهڙا بيت ملن ٿا، جن مان هڪ هت ڏجي ٿو:

ڪو جو وهہ ڪاپائتين، ڪنبن ۽ ڪتين،
ڪارڻ سُود سنواريون، آتڻ منجهہ اچن،
ان جي سونهن سيد چئي، صراف ئي سڪن،
اگهيا ست سندن، پائي ترازيءَ نہ توريا.

قرآن حڪيم ۾ بہ ٻانهپ جو اهو طريقو سمجهايو ويو آهي. خاص طرح سان سورة فرقان ۾ اهو مطلب چڱيءَ طرح سمجهايل آهي. حديث شريف ۾ بہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم اهو سبق سيکاريو آهي. هڪ حديث شريف جو مفهوم هن طرح آهي:

”الله تعاليٰ اوهان جي صورتن ۽ جسمن کي نہ ٿو ڏسي، پر اوهان جي دلين ۽ عملن کي ڏسي ٿو.“

▲ شاه صاحب چوي ٿو، تہ انسان ڪمين ڪوتاهين کان آجو نہ آهي. انهيءَ ڪري هن کي پنهنجي نيڪ عملن تي فخر ڪرڻ جي بدران پنهنجي خامين جو جائزو وٺڻ گهرجي. جيڪڏهن پنهنجون گهٽتايون ۽ نافرمانيون ڏسندو، تہ هو پنهنجي مالڪ آڏو عاجزي اختيار ڪندو:

تاجي توريائون، تہ عيب نڪتا اڳيان،
ڪوڻي ڪاپائتين ڪي، پر ۾ پڇيائون،
اڳلڙي آئون، مون ڪان پڙا پڳا نہ ٿئا.

▲ شاه صاحب هن سر ۾ ان ڳالهہ تي بہ افسوس جو اظهار ڪيو آهي، تہ اڳ جيڪي معرفت جا صاحب ۽ اهل دل بزرگ ۽ الله جا پيارا ٻانها هئا، اهي پنهنجي اصلوڪي ڏيهہ آسهيا، هينئر انهن جا ماڳ ـــ مڪان

ڏسي، جيءُ جهري پوي ٿو:

نہ سي ونڻ وڻن ۾، نہ سي ڪاتاريون،
پسيو بازاريون، هنئڙو مون لوڻ ٿئي.

---

اولاٿيان ارٽ، ڪيڏانهن ڪتڻ واريون:
پهيون مٿي پٽ، لُڙجن لاڪيڙن جون

▲ هڪ بيت ۾ شاه صاحب اها حقيقت بہ واضح ڪئي آهي، تہ هي اصول فقط ڪنهن هڪ قوم يا هڪ ملڪ، يا ڪنهن هڪ وقت لاءِ نہ آهن. پر اهي عالمگير اصول آهن، ۽ هر ملڪ، هر قوم ۽ هر دور سان لاڳو آهن. يعني زندگيءَ جا اهي آفاقي، الهامي ۽ بين الاقوامي اصول آهن. فرمائي ٿو:

ڪي اوبين عرب ۾، ڪي ڪابل منجهہ ڪتين،
سٽ أني جو سڦرو، مٿيو ماٽڪن،
قادر ڪيم ڪڍن، ٿيلهي ٿلهي واريون.

مطلب تہ شاه صاحب هن سر ۾ زندگيءَ جو مقصد واضح ڪيو آهي ۽ ايندڙ زندگيءَ لاءِ ڪجهہ ڪرڻ جو سبق ڏنو آهي. ان سان گڏ اهو بہ ٻڌايو اٿس، تہ خالق حقيقي جو قرب تڏهن حاصل ٿيندو، جڏهن عمل ۾ اخلاص ۽ سچائي هوندي، مالڪ آڏو عاجزي، انڪساري ۽ پنهنجي محتاجي ظاهر ڪبي، ۽ تڪبر ۽ غرور کي ويجهو اچڻ نہ ڏبو. اهڙيءَ طرح شاهہ روحانيت جي طالب جي تربيت ڪئي آهي.

# سُر بلاول جو مضمون

سر بلاول، شاهہ جي رسالي کان سواءِ شاهہ عنات جي رسالي ۾ بہ ملي ٿو. يعني هن سر تي سنڌي شاعر اڳ ۾ بہ بيت جوڙيندا هئا، ڄاڻاڻ جو شاهہ عنات. شاه صاحب جو وڏو معاصر آهي. شاهہ عنات جي رسالي جي سُر بلاول جو بہ ساڳيو مضمون ۽ ساڳيون علامتون آهن. يعني سنڌ جي سخي مردن ۽ سورهين جي ساراهہ. نہ فقط ايترو، پر انهن سورهين ۽ سخي مردن جي علامت جي اوٽ ۾ الله تعاليٰ جون صفتون بيان ڪرڻ، ۽ نبي آخر زمان حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جون بي مثل خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪري، سندس عام فيض جو ذڪر ڪرڻ.

هي سُر آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي جي رسالي ۾ ڪونہ آيو آهي. البت غلام محمد شاهوڻي مرحوم پنهنجي مرتب ڪيل رسالي ۾ هن سر جي مضمون ۽ مقصد تي مختصر نموني روشني وڌي آهي، پر اهو ڪونہ ڄاڻايو اٿس، تہ "بلاول" لفظ جي معنيٰ ڇا آهي، ۽ ان تي اهو نالو ڪيئن پيو. مگر ڪلياڻ آڏواڻي پنهنجي مرتب ڪيل رسالي ۾ هن سُر بابت لکيو آهي:

"سر بلاول ـــ هندستان جي گائڻ وديا موجب، بلاول، رامڪليءَ وانگر، هندول راڳ جي پنجن استرين مان هڪ جو نالو آهي. ٻئي راڳڻيون ڏک ڪٽيندڙ ۽ آٿتي اچارڻ لاءِ موزون آهن. هن سر ۾ ڏٺيءَ، پيغمبر صاحب ۽ جادم جکري جي واکاڻ اچاريل آهي. ڪٿي مراد اٿس: ڏٺي، ڪٿي نبي سڳورو." (١)

---

(١) ڪلياڻ آڏواڻي: شاهہ جو رسالو، هندستان ڪتاب گهر بمبئي، ١٩٥٨ع، ص ـ ٤٧٨

هن مان بہ اهو معلوم ڪونہ ٿو ٿئي، تہ لفظ "بلاول" جي معنيٰ ڇا آهي، ان جو تاريخي پس منظر ڪهڙو آهي، ۽ هن سر تي اهو نالو ڪيئن پيو؟ البت هن مان ايترو پتو پوي ٿو، تہ "بلاول" هڪ راڳڻي جو نالو آهي. انهيءَ ڳالهہ جي سوچ ويچار لاءِ موسيقي جي باري ۾ ڪتاب ويهي اٿلايم، تہ سڀ ڪا ڳالهہ ظاهر ٿي پيئي.

گرنٿن ۾ لکيل آهي، تہ "مهاديو جي" پهريان ڇهہ راڳ بنايل، جن مان پهريون راڳ ڀيرون آهي. انهيءَ ڪري موسيقي جي ماهرن جو خيال آهي، تہ پهريون ٺاٺ ڀيرون هئڻ گهرجي، اهو انهيءَ ڪري بہ جو اهو صبح جي وقت جو راڳ آهي. البت "پنڊت ڀات کنڊي جي" ڏهہ ٺاٺ بيان ڪيا آهن. هن پهريون ٺاٺ شام جي وقت جو ڪلياڻ مقرر ڪيو آهي، جنهن ۾ تيور مڌم جو هجڻ ضروري آهي. ان تي ماهرن جو رايو آهي تہ ڪنهن ڪلياڻ ۾ بہ ست شدَ سُر ڪونهن، وڪرت سر تُيور مڌَم بہ آهي. ست ئي شد سر بلاول ۾ آهن، انهيءَ ڪري پهريون ٺاٺ بلاول جو هجڻ گهرجي.

پنڊت ڀات کنڊي جي هي بہ لکي ٿو، تہ گرنٿن ۾ بلاول ٺاٺ کي شنڪر ابرن ميل لکيل آهي، پر شنڪري جا ڪيترائي ئي قسم آهن، جن مان ڪوبہ بلاول وانگر سپورن ڪونهي. جيڪو شنڪر ابرن مروج آهي، اهو کاڊو آهي. يعني ڇهن سرن جو آهي. ڪن شنڪر ابرن کي اوڊو يعني پنجن سرن جو راڳ سڏيو آهي.

بلاول ٺاٺ بابت ماهرن ڇاڻايو آهي، تہ وادي سموادي سرن کي بدلائي، موسيقي جي ماهرن "بلاول" جا ڪي ئي قسم ٺاهيا آهن. ماهر اهو بہ چون ٿا، تہ بلاول کي صبح جو ڪلياڻ بہ چيو ويندو آهي. (۱)

ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ، "بلاول" صبح جو ڪلياڻ آهي. شام جي

---

(۱) ڪامل جهونا ڳڙهي: "پاڪستاني موسيقي" "حصہ اول" ڪراچي، ۱۳۹۱هہ، ص ۸۳ کان ۸۵

سالي جي برٽش ميوزيم واري نسخي ۾ "سر بلاول ۾ صبوحي" ڄاڻايل آهي. يعني سر جو نالو ڄاڻايل آهي: "بلاول و صبوحي."

هن مان ظاهر ٿئي ٿو، تہ "بلاول" هندستان جي راڳ ودیا موجب هڪ ٺاٺ آهي، ۽ صبح جو ڳايو ويندو آهي. موسيقيءَ جي ماهرن هن سر تي ان نالي پوڻ جو سبب ڄاڻائيندي لکيو آهي:

"بلاول تي ان نالي پوڻ جو سبب هي معلوم ٿئي ٿو، تہ ملڪ ڪاٺياواڙ جي، علائقي سورٺ جي بندرگاهن ۾ سومنات پٽڻ سان لاڳيتو "ويراول" بند بہ هو. هنديءَ ۾ اڪثر / و / جي بدران / ب / اچاريون ويندو آهي، جيئن تہ "شيو" کي شيب، "۽ "وشنو" کي "بشنو" چيو ويندو آهي. ان کان سواءِ / ل/ بدران / ر/ اچاريو ويندو آهي، جيئن "ڪويل" کي "ڪويريا، " "هولي" کي "هوري، " ۽ اهڙيءَ طرح گجراتي لفظ "ويراول" بدلجي "بلاول" ٿيو آهي. (١)

انَ مان ظاهر ٿئي ٿو، تہ بلاول عربي، فارسي يا هندي لفظ ڪونهي، پر گجراتي لفظ "ويراول" بدلجي هندي ۾ "بلاول" ٿيو آهي. ماهرن اهو بہ ڄاڻايو آهي، تہ مهراج ڪرشن "ويراول" جي ويجهو هڪ ڳوٺ جي ڌنار جي تير سان هرڻ کي مارڻ ويو. جيئن تہ هن سر ۾ مهراج ڪرشن جي تعريف ڪئي ويندي آهي، انهيءَ ڪري هن سر تي ڪرشن سان تعلق رکندڙ ماڳ جي ڪري، "ويراول" نالو پيو، جيڪو بدلجي هندي ۾ "بلاول" ٿيو. ان کان پوءِ هي ٺاٺ هند ۽ سنڌ ۾ "بلاول" جي نالي سان ئي مشهور ٿيو.

سنڌي شاعرن هن سر ۾ مضمون تہ "ساراهہ" جو رکيو، پر شخصيت ۾ تبديلي آندي. يعني هن سر ۾ سنڌ جي سخي مردن ۽ سورهين جي ساراهہ ڪي سمايائون. نہ فقط ايترو، پر انهن سورهين ۽ سخي مردن جي

---

(١) پاڪستاني موسيقي، حصہ اول، ص ٨٦.

علامتن ذريعي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي ثنا ۽ صفت، ۽ سندن فيض جي پالوٽ جو ذڪر ڪيائون.

شاه صاحب، ابڙي جي انهيءَ ڪري ساراهه ڪئي آهي، جو هو بهادر آهي، سامون جهليندڙ آهي، عورتن جي پرگهور لهندڙ آهي، ۽ سام تي سر ـ ساهه قربان ڪندڙ آهي. هو چوي ٿو:

سرٽين جي سک لئي، سام ڪنئين سردار،
جي آيون ابڙي جي آڏار، سي سونگ نہ ڏينديون سومريون.

هن ۾ انهيءَ تاريخي واقعي جي ڳالهہ آهي، جڏهن سومرن ڏارين سان جنگ جي دوران، پنهنجون عورتون ابڙي ڄام کي سام ۾ ڏنيون هيون، ۽ ابڙي ڄام سام جو پورو حق ادا ڪيو هو. سام، سنڌي ثقافت جي خوبي رهي آهي. سنڌ جي ماڻهن نہ سام جهلڻ کان ڪڏهن ڪيٻايو آهي، ۽ نہ سام جو حق ادا ڪرڻ ۾ ڪڏهن ڪوتاهي ڪئي آهي.

شاه صاحب سنڌ جي انهيءَ سورهہ کي "ڏونگر ـ راءِ" جو لقب ڏئي ٿو، جيڪو رياست جي سربراهہ هجڻ جي حيثيت ۾ پنهنجي راڄ ڀاڳ جي پرگهور لهي ٿو، ۽ پوري پوري حفاظت ڪري ٿو:

ٻين مڙني ڏنيون، ڏئي نہ ڏونگر ـ راءُ،
اڻ ـ ڏٺين آڏو ڦري، ڏنيون ڏئي ڪناءُ،
لوربون لک مٽاءُ، ان مٽيري موٽائيون.

شاه صاحب پنهنجي مختلف بيتن ۾ ابڙي کي ڪٿي ڏونگر ـ راءِ، ڪٿي ڪڇ ـ ڌڻي، ڪٿي پٽ ڌڻي، ڪٿي راهو، تہ ڪٿي جکرو سڏيو آهي. ابڙي جي سخاوت ۽ عوام سان مهربانين جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

ابڙو، وڏ ـ وڙو، سوڙو، سمر، سونهن سين،
تنهن در سڀ اچن، ڪنڌ نہ ڪڍي ڪڇ ـ ڌڻي.

شاه صاحب جکري ڄام جي سورهيائيءَ ۽ سخاوت جو ذڪر ڪندي چيو آهي، تہ هو ٻين سردارن جي ڀيٽ ۾ ابوجهن جو آسرو، آڌار

۽ پرجهلو آهي. هو دلير، سورهيہ ۽ جرائت ڀريو آهي، هو سوالين جون ضرورتون پوريون ڪندڙ آهي ۽ انهن کي ڪنهن بہ ويل وساري نہ ٿو. هي اهو سردار آهي، جيڪو ضرورتمندن جو ضرورتون پوريون ڪري ٿو، ۽ منجهيل ماڻهن جو مشڪلاتون دور ڪري ٿو. هو پنهنجي پناهہ ۾ آيلن ڪان سندن دک، درد، ڏک، سور، اهنج ۽ آزار پڇي، سندن گهرجون پوريون ڪري ٿو. شاه صاحب هن بيت ۾ جکري جون اهي خوبيون ۽ خصوصيتون هن طرح بيان ڪيون آهن:

ابڙو اڳاهين ۾، پرجهلو ياري،
سمي سوالين کي، ويلهہ مَ وساري،
منهن - مني جکرو، طاماڻن تاري،
پڇي سي پاري، جي عاجز آجورن ۾.

ان کان پوءِ شاه صاحب داستان ۾ جکري جي علامت کي چٽو ڪيو آهي. هن صاف نموني ڏيکاريو آهي، تہ جکري مان سندس مطلب آهي: نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم، جي ذات اقدس. هو جکري جي علامت جي اوٽ ۾ چوي ٿو، تہ ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جو نہ ڪو مٽ آهي، نہ ثاني، سندس جهڙو نہ ڪو ڄائو آهي ۽ نہ ڄمندو. فرمائي ٿو:

جکرو جس ڪرو، ٻيا مڙيئي مل،
سمي جي سهاڳ جي، ڪنهين نہ پيئي ڪل،
مٿي ان مرسل، اصل هئي ايتري.

---

جکرو جس ڪرو، ٻيا سڀ انيرا،
جيائين جڙيو جکرو، تيائين نہ ٻيا،
مٿي تنهن ماڳا، اصل هئي ايتري.

هنن بيتن ۾ شاه صاحب پاڻ سڳورن جون خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪيون آهن. ڪن بيتن ۾ تہ واضح نموني پاڻ ڪريم جن جون وصفون

۽ صفتون بيان ڪري، ثنا ۽ صفت ڪئي اٿس. هن بيت ۾ شاه صاحب ٻنهي جهانن جي سردار جي معراج جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ان حقيقت جو اظهار ڪيو اٿس، ته اسان جي پياري رسول، معراج تي اسهڻ کان اڳ ۾ بيت المقدس ۾ سڀني نبين جي امامت ڪئي. انهيءَ لحاظ کان پاڻ ڪريم جن ڪي سڀني نبين ۽ رسولن جو منڍ ۽ امام سڏيو اٿس. فرمائي ٿو:

جڪري جهو جوان، ڏسان ڪونه ڏيهه ۾،
مهڙ مڙني مرسلين، سرس سندس شان،
فڪان قاب قوسين او ادنيٰ، ايءُ ميسر ٿيس مڪان،
آڳي جو احسان، جنهن هادي ميڙيم مهڙو.

يعني الله تعاليٰ جو اسان تي اهو وڏو ڪرم آهي، جنهن اسان کي اهڙو رهبر ۽ رهنما ڏنو آهي. انهيءَ ڪري هن بيت ۾ شاه صاحب اسان کي ٻڌائي ٿو، ته جڏهن اسان کي اهڙو هادي مليو آهي، ته پوءِ اسان کي ٻين جي درن تي ڀٽڪڻ نه گهرجي. مطلب هي آهي، ته اسان کي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي پيروي ڪرڻ گهرجي. ان ۾ ئي اسان جي فلاح ۽ بهبود جو راز سمايل آهي. فرمائي ٿو:

جيهس ڪونه جهان ۾، هند سنڌ، سورت هاڻ،
در داتا مڱَ، مڱتا! ٻي جي ڪيمَ ڪاڻ،
پاتوندر پاڻ، حال ڏسي پال ڪري.

هن بيت ۾ شاه صاحب علامت ته ابڙي جي آندي آهي، پر جيڪي خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪيو اٿس، اهي فقط پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي ذات اقدس ۾ ئي موجود آهن. انهيءَ ڪري ظاهر آهي، ته جڪري مان سندس مراد آهي: ٻنهي جهانن جو سردار، ڪائنات جو ڪارڻي، ٻي واهن جو واهرو حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم:

تون اودر، تون اوڍڪو، تون اجهو تون آڳ،
هت پڻ تنهنجو تڪيو، مهند پڻ تونهين ماڳ،
سي لوربون ڏين نه لاڳ، جي اجهي آيون ابڙي.

شاه صاحب پاڻ سڳورن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته تون ئي اسان جو آڌار ۽ آسرو آهين، تون ئي پردو پناهہ آهين، تون ئي اسان جو رهبر ۽ رهنما آهين. هن جهان ۾ به تنهنجي تاريءَ پيا تڳون، ته اڳتي يعني آخرت ۾ به تنهنجي شفاعت ذريعي ڇوٽڪارو ملندو. شاه صاحب پوئين سٽ ۾ چوي ٿو ته، جيئن ابڙي جي پناهہ ۾ آيل مسڪين عورتون محصول ڏيڻ کان وانجهيل رهيون، تيئن نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي امتين سان انهن جي ڪمين ڪوتاهين جي باوجود واحد وڏا وڙ ڪندو ۽ انهن سان فضل جو ڦيرو ڪندو.

چوٿين داستان ۾ وڳند جو ذڪر آهي. انداز بيان مزاحيہ آهي، پر شاه صاحب مزاح جي اوٽ ۾ حقيقتون بيان ڪيون آهن. جڏهن بيتن جي هن سلسلي تي غور ڪجي ٿو ته معلوم ٿئي ٿو، ته وڳند مان سندس مطلب آهي: اير، نذر، ايرو ۽ اسونهون انسان، جيڪو جڏهن پر جو پاسو وٺي ٿو ته ڪيس سڀ ڪجهہ حاصل ٿي وڃي ٿو. يعني جڏهن انسان نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي پردي پناهہ ۾ اچي ٿو، ساڻن محبت ڪري ٿو ۽ سندن پيروي ڪري ٿو، ته ڪيس دنيا ۽ آخرت جون سڀ ڀلايون حاصل ٿي وڃن ٿيون. شاه صاحب چوي ٿو ته وڳند پنهنجي ليکي جيڪي ڪوششون ڪيون، انهن مان ڪيس ڪو لاڀ نہ مليو. پر جڏهن پاڻ سڳورن تي ايمان آڻي، عمل صالح اختيار ڪيائين، ته ڪيس سڀ ڪجهہ پڙ پيو:

وڳند ورِي آئيو، وسن ڪين وڏوس،
گندي مانِي، ماڳ موچارو، پاسي پير ٿيوس.

هيٺين بيت ۾ شاه صاحب ظاهر ڪيو آهي، ته وڳند هوندي ته گندو بندو آهي، پر جڏهن پاڻ سڳورن جي صحبت ۾ اچي ٿو ته سُرهو ٿي پوي ٿو، ڇاڪاڻ جو نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي صحبت گندن کي گلاب جي خوشبوءِ وارو بنائي ڇڏيندي آهي. شاه صاحب آخري سٽ ۾ اسان کي صلاح ڏئي ٿو، ته سراپا سونهن، سچ، سڳنڌ ۽ سرهاڻ

يعني پاڻ سچورن سان تعلق پيدا ڪريو، ته اوهان به سدائين سُرها رهو. فرمائي ٿو:

**وِگند وري آئيو، نسوروئي نَرگِ،**
**گندا گلابي ڪري، سيد جو سرگِ،**
**عطر سين اورگِ، ته هئين سدائين سرهو.**

مطلب ته شاه صاحب، هن سر ۾ علامتي انداز ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي ثنا ۽ ساراهه ڪري، اسان کي ذهن نشين ڪرايو آهي، ته دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي پاڻ سچورن سان تعلق پيدا ڪرڻ ۽ سندن پيروي ڪرڻ ۾ آهي.



# سُر سريراڳ جو مطالعو

## تاريخي پس منظر

سنڌ جي سرزمين قديم زماني کان سکيءَ ستابي رهي آهي. منجهس اَنَ پاڻي جهجهو ۽ جال رهيو آهي تہ ماڻهن جو مزاج بہ مهذب رهيو آهي. موهن جو دڙو انهيءَ ڳالهہ جي چٽي ثابتي ڏئي ٿو تہ سنڌ، سوداگرن جي سرزمين هئي. سنڌ جا وڻجارا قديم زماني کان ڏورانهان ڏيهہ ڏوري، وڻج واپار ڪري، پنهنجي ملڪ کي مالا مال ڪندا رهندا هئا. هيڏانهن هو عراق ۽ مصر طرف ويندا هئا، تہ هوڏانهن سلون ۽ جاوا طرف ويندا هئا. سنڌ جي جغرافيہ دان مانڪ پٽا والا لکيو آهي: گهڻيون صديون اڳ، مهراڻ جي هاٿوڪن ويران ڪپن تي هڪ روشنيءَ واري تهذيب هئي، جنهن جو تعلق ايران جي متانهين پٽ کان بابل تائين هو....... خشڪيءَ رستي قافلا عراق جي مندين جو ڪچو مال هت پهچائيندا هئا. سنڌين جا غوراب عربي سمنڊ ذريعي بابل پهچائيندا هئا.(١)

اهو واپار نہ فقط موهن جي دڙي جي تهذيب جي زماني ۾ هلندو رهيو، پر پوءِ بہ سنڌ جا وڻجارا پري پري تائين ويندا رهيا. اهوئي سبب آهي جو سنڌ جون تيار ڪيل شيون، خصوصاً ململ ڏورانهن ڏيهن ۾ مشهور ٿي، جنهن تي نالو ئي "سنڌن" پئجي ويو. اها سنڌ جي ململ ئي هئي، جيڪا مصر ۾ لاشن کي حنوط ڪرڻ ۾ استعمال ڪئي ويندي هئي.

سلو ۽ انڊونيشيا طرف بہ سنڌي سوداگرن جا پير پهتل هئا. اها اڄ وچ پوءِ بہ قائم رهي. نہ فقط ايترو، پر اسلام جي اچڻ کان پوءِ بہ

سنڌي تاجر جاوا ۽ سماترا طرف ويندا هيا. انڊونيشيا جي قديم تاريخ تي تحقيق ڪندڙ هڪ محقق جو رايو آهي ته انڊونيشيا ۾ اسلام پکيڙڻ جي سلسلي ۾ سنڌ جي واپارين نهايت اهم ڪردار ادا ڪيو.

شاهه لطيف جي سر سريراڳ مان به انهن تاريخي اهڃاڻن جي تصديق ٿئي ٿي. معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جا سوداگر سامونڊي سفر جون صعوبتون سهي، ڏورانهان ڏيهه ڏوري، سودو سوٽي، ساوا ۽ ستابا ٿي سنڌ ۾ ايندا هئا. هن بيت ۾ شاهه صاحب ڏيکاريو آهي، ته وڻجارا جُنگ جهاز پيري، سفر سنڌائيا آهن.

سڙه سنوان، لاڄو نوان، اولا سندن عاج
ساٿي سفر هلئا، پيري جُنگ جهاج
حاصل ڪر پيين حاج، واحد وڻجارن ڪي.

هيئين بيت ۾ سنڌ جي اٿانگي سفر جو نقشو چٽيو ويو آهي؛

آڇارا عميق جا، گڏئا غواصن
جهَريون جهاڳي آئيا، ڪارونيار ڪُنن
سمنڊ سوجهي جن، آٿي امل اولئا.

●

ويرم مَ ڪ لاهي ويهُ، مٿي آر اوڙاهه جي
پسي پاڙي واريون، ڪج انديشو ايهُ
ويندو نه پسين ڏيه، پَتڻ هي پار مٿي.

سامونڊي سفر ۾ هميشه چورن جي ڦُر جو خطرو به رهندو آيو آهي. قديم زماني ۾ اهي دريائي ڌاڙيل "ميد" هوندا هئا. جيڪي اصل "منڊيا" جا رهاڪو هئا. پر پوءِ انهن مان ڪيترا مڪران ۽ سنڌ ۾ به اچي رهيا هئا. سنڌ جا مهاڻا انهن جي نسل مان آهن. سکر جي لڳ درياءَ جي ڪناري تي به سندن بستيون هيون. درياءَ تي بند به ٻڌو هئائون، جنهن کي عرب مؤرخن "سڪة الميد" لکيو آهي. مسعوديءَ پنهنجي ڪتاب "مروج الذهب" ۾ ڏيکاريو آهي ته ميدن جي ٻين قومن

سان ويڙهه هلندي رهندي هئي. انهن سامونڊي ڌاڙيلن راجا ڏاهر جي زماني ۾ عربن جا ٻيڙا ڦريا هئا، جيڪي سرانديپ کان اچي رهيا هئا.

شاهه لطيف جي زماني ۾ پورچوگيز سامونڊي ڌاڙيل هئا، جن کي "فرنگي" يا "ڦلنگي" سڏيو ويندو هو. اصل ۾ "فرنگ" جي معنيٰ آهي: "يورپ،" ۽ "فرنگي" معنيٰ "يورپي." انهن فرنگي سامونڊي ڌاڙيلن ترخانن جي ڏينهن ۾ ٺٽي کي ڦريو هو، ۽ آخر ۾ شهر کي باهه ڏني هئائون. چون ٿا ته اها ايشيا جي وڏي ۾ وڏي ڦر هئي. شاهه صاحب هيٺين بيت ۾ انهن سامونڊي ڌاڙيلن کان وڻجارن کي خبردار ڪري ٿو:

دنگي وچ درياهه، ڪين ٻڌي ڪين اُپڙي
هو جي واڍي وانئا، سي سونهڻ سڀ سڙيا
معلم ماڳ نه اڳهين، ڦلنگي منجهه ڦريا
ملاح تنهنجي مَڪري، اچي چور چڙهيا
جتي ڍينگ ڍريا، تتي تاري تهجي.

هيٺين بيت ۾ شاهه صاحب سنڌ جي سوداگرن جي "ڪنڌ - ڪيڙائو" ڪونيو آهي. يعني ڪنڌن جا ڪنڌ لتاڙيندڙ يا سڄي دنيا گهمندڙ. اهو ظاهر ٿو ڪري ته سنڌ جا واپاري پنهنجي سامونڊي سفر دوران ڪيترائي ڏورانهان ڏيهه ڏوريندا هئا. هن مان وڌيڪ اهو به ظاهر ٿئي ٿو ته هو اهڙا ته هوشيار سوداگر آهن، جو ڪنهن به بادشاهيءَ ۾ محصول نه ڏيڻ جي ڪري روڪيا نٿا وڃن. شاهه صاحب اهو مفهوم ٽن لفظن "سونگئا نه سيئي" ۾ بيان ڪري ويو آهي. سڄو بيت هن طرح آهي:

وچينءَ جان ويهي، جَر پلءُ پائيان
"تَرُ ٻيرا! گهر سپرين" ا او سه اِي پيئي
جنءَ وڻجارو سين وڪرين، سرها سييئي
حرمت سانُ حبيب جي، سونگئا نه سيئي
پاٺه اوءِ پيهي، ڪنڌ - ڪيڙائو آئيا.

هيٺين بيت ۾ شاهه اهي شيون به ڏيکاريون آهن، جيڪي سنڌ جا

وڻجارا پراڻهين ڀنڊ تان آڻيندا نيندا هئا. انهن ۾ قرقل يعني لونگ ۽ قوتا به اچي وڃن ٿا. اهي شيون ”جاوا“ جي طرف جون آهن. ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌ جا وڻجارا انڊونيشيا تائين ويندا هئا. لونگ ۽ قوتا اتانهين آڻيندا هئا، ۽ ڪپڙي جا ٿانَ اوڏانهن کڻي ويندا هئا. هو جڏهن ٻيڙا ٻيري هلن ٿا ته هلڻ وقت الله ۽ رسول کي سنڀالين ٿا. ”نذرنبيءَ جام جو، چڙهندي چيائون.“ ان مان ثابت ٿئي ٿو، ته هو مسلمان آهن. ان مان ان ڳالهه کي به ڪجهه قدر ٽيڪو ملي ٿو، ته سنڌ جا سوداگر انڊنيشيا ۾ واپار سان گڏ اسلام جي تبليغ به ڪندا هئا. سڄو بيت هن طرح آهي:

قَرقل، قوتا، پارچا، پاٽيٽ پاتائون
ڪونيون قيمت سنديون، تر ۾ تاڪيائون
لاڄن منجهه لطيف چي، ٻيڙا ٻڌائون
نذر نبي جام جو، چڙهندي چيائون،
جي جُهي جوڙيائون، سي ٻيڙيون رکين ٻاجهه سين.

## فڪر ۽ پيغام

هن سر ۾ شاهه صاحب اها تمثيل آندي آهي ته جيئن واپاري، وڻج واپار جي ڪتي ڪمائيءَ لاءِ ٻاهرين ولايت ڏي وڃي، ڌن دولت ميڙي، پنهنجي ملڪ موٽي اچي ٿو، تيئن انسانن کي به هن دنيا ۾ آخرت لاءِ ڪجهه ڪرڻ لاءِ آيو آهي. انهيءَ ڪري انسان کي جڳائيءَ، ته هن دنيا ۾ اهو ڪي ڪري جيڪو آخرت ۾ ڪم اچيس. شاهه صاحب ان سلسلي ۾ اهو به ٻڌايو آهي، ته ڇا ڪرڻ گهرجي، ۽ ڇا نه ڪرڻ گهرجي. شاهه صاحب ٻڌائي ٿو، ته آخرت ۾ توکان تنهنجي عمل بابت پڇاڻيءَ آهي انهيءَ ڪري هت چڱا ڪم ڪر ۽ برن ڪمن کان پاسو ڪر فرمائي ٿو:-

نمان پچنئي سپرين، چت مَ چيتار ڪج،
ڪڏيج ڪاٽي ڪج ڪي، ڪوڙ مَ ڪمائيج،
وڃج وهائيج، سَڀُ سواگر سچ جو.

•

ڪوڙ ڪماءِ مَ ڪج، اتي اُور الله سين،
ڪڍ تون دغا دل مان، صاحب وٽي سچ،
محبت سندو من ۾، ماڻڪ ٻارج مچ،
ان پر اتي اچ، تہ سودو ٿيئي سڦرو.

يعني ڪوڙ، ڪينو، ڪپٽ، دغا، دولاب ۽ ٻيائيءَ کي جيءَ ۾ جاءِ نہ ڏئي، پر سچائيءَ ۽ صفائي سان زندگي گذار. ان سان گڏ پنهنجي مالڪ حقيقي سان لنولڳاءِ ان ذڪر سان پنهنجي دل کي پاڪ بناءِ. شاهہ صاحب ٻڌائي ٿو، تہ جيڪي الله تعاليٰ کي راضي ڪن ٿا. الله تعاليٰ بہ انهن جي عزت قائم رکي ٿو:

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو
اُنِ جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙيين ڪن سلام، اُڃي اچنو اُن جي.

ٻانهي کي ٻانهپ ٿي سونهن ٿي. غرور ۽ تڪبر سندس ڪئي ڪمائي چٽ ڪري ڇڏيندو. انهيءَ ڪري پنهنجي پالڻهار اڳو آڙي نيزاريءَ ڪرڻ سان ئي ڪيس راضي ڪري سگهجي ٿو فرمائي ٿو:

ساري رات سڄاڻ، سودو ڪن صاحب سين،
ٻانهپ پري ٻيڙيون، هليا جوپ جوان،
پاڻي پهلوان لحظي منجهہ لنگهي ويا.

قرآن حڪيم ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي، تہ جن ايمان آندو، ۽ پرهيزگاري اختيار ڪئي، انهن کي دنيا ۽ آخرت ۾ خوشخبري آهي. آيتون هن طرح آهن:

آلذين آمنو وكانو يتقون ● لهم البشريٰ في الحيوة الدنيا وفي الآخره. (سورت يونس ـ ٦٣، ٦۴)

(جن ايمان آندو ۽ پرهيزگاري ڪئي اٿن. تن جي لاءِ دنيا جي حياتي ۽ آخرت ۾ خوشخبري آهي.)

شاهه صاحب "لهم بشريٰ" ڏانهن اشارو ڪري، الله تعاليٰ جو اهو وعدو هن طرح بيان ڪيو آهي.

جنين سودو سچ جو، وکر وهايو،
بخير لهم البشريٰ جو، انهين لئي آيو،
ان کي لالن لنگهايو، ساندارو سمونڊ جو.

شاهه صاحب سمنڊ کي، هن جهان جي تمثيل ۾ آندو آهي جهڙيءَ طرح سمنڊ عميق آهي، ۽ ان ۾ ڪيتريون لهرون ۽ پيا خود ۽ خطرا آهن، اهڙيءَ طرح هن جهان ۾ به ڪيتريون ئي رعنائيون ۽ رنگينيون آهن، جيڪي انسان کي پنهنجي مرهم ۾ ڦاسائي، ۽ ماديت پرست بنايو ڇڏين. انهيءَ ڪري انسان پنهنجي اصل مقصد تان هٽي، ٽڙي ٽاڙجي، سچ جي راهه تان هٽي وڃي ٿو. انهيءَ چاڙهه مان چڙهڻ لاءِ ضروري آهي، ته انسان پنهنجي رب کي مدد لاءِ ٻاڏائيندو رهي. هن بيت ۾ شاهه صاحب دنيا جي گمراهه ڪندڙ ڳالهين کان سمنڊ جي خوفن ۽ خطرن جي تمثيل ۾ بيان ڪندي خبردار ڪري ٿو:

لهرن ليڪو ناهه ڪو، جت ڪپرڪن ڪارا،
آچارا عميق جا، اچن اوپارا،
اٿي أسارا، وڙهندءَ وسيرا.

شاهه صاحب هن سر ۾ الله تعاليٰ کي ٻاڏائڻ جو ڏس ڏنو آهي. هن بيت ۾ هو پنهنجي خالق کي عرض گذر آهي، ته اي منهنجا مالڪ هن عاجز انسان کي دنيا جي خوفن ۽ خطرن کان پردي پناهه ۾ رک.

- لڙ لهريون، لس، ليٽ، جتي انت نه آب جو،
الله! ات ته اولـيين، پيڙا متي پيٽ،

جوکو ٿئي نہ جهاز کي، ڦرهي اچي نہ ڦيٹ،
لڳي کا ڦلپيٽ، هن غاريبي غراب کي.

هيئين بيت ۾ شاهہ صاحب ٻنهي جهانن جي سردار، سيد المرسلين، امام المتقين نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي درگاهہ ۾ پنهنجو حال پيش ڪندي چوي ٿو، تہ اسان جو حال تمام هيٺو آهي، اسان دنيا جي موهہ ۾ ڦاٿل آهيون، ۽ اهو نہ ڪيو اٿئون، جيڪو اسان جو ٻيڙو تاري هيئنر اسان جو هي مصنفين جو جهاز توهان کي پرتو آهي، جنهن کي پنهنجي مهر سان "پر بندر رپور بندر يعني آخرت جي ڪاميابي پهچايو:

اچي سو ڏنوءِ، جو ڪپر سوءِ ڪنن سڻين،
سنتي لوڪ لطيف چئي، ياد نہ ذرو ڪئوءِ،
غافل ٿي غوراب کي، اوڙاهہ تي آندوءِ،
سوچٽرو چوهي ڪان رکيين، جو پيو پراٿو پوءِ،
جهازن ضعيفن جو، پاڻيءَ ۾ پرتوءِ،
سيدا! سات سندوءِ، "پر بندر" پهچائيين.

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي سيرت پاڪ کي سامهون رکبو، تہ معلوم ٿيندو، تہ پاڻ سڳورن انهن سان بہ ڀال ڀلايا. جن کي ڪيس تڪليفون ڏنيون. شاهہ صاحب پاڻ ڪريم جن جي ان اخلاق جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي:

چڱن ساڻ چڱايون، ائين سڀ ڪو هوءِ،
تو جئن ڪري نہ ڪوءِ، بڇن ساڻ ڀلائيون

شاهہ صاحب اهو بہ سمجهايو آهي، تہ ڪوشش انسان جي وس ۾ آهي، پر ان کي ڪاميابيءَ سان هم ڪنار ڪرڻ الله تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي. انهيءَ ڪري شاهہ صاحب هدايت ڪئي آهي تہ پنهنجي ڪمن تي آڏ وڏائي نہ ڪر، پر پنهنجو ڪم ان پروردگار جي حوالي ڪر، تہ ڪاميابي حاصل ڪرين.

سيئي سبحان جي، ڪر حوالي ڪم،
ٿيءُ تحقيق تسليم ۾ لاهي غم و هم،
قادر ساڻ ڪرم، حاصل ڪري حاج تو.

هن سر ۾ شاهه صاحب "صرافن" جو ذڪر به ڪيو آهي، جيڪي ماڻڪن اپوتين جواهرن جو وڻج- واپار ڪندا هئا. هن مان سندس مطلب آهي: اهل دل بزرگ، جيڪي علم ۽ فضل جو وَنڊُ ورهائيندا هئا. شاهه صاحب هن بيت ۾ ان ڳالهه تي افسوس جو اظهار ڪيو آهي، ته اڄ اهي فيض صاحب نه رهيا آهن؛ پر انهن جي بدران نام نهاد جوهري دوڪانداري پيا ڪن.

ٿا صراف سڄن، پاڻ ڪوٺائين جوهري،
ماڻڪ مُٺِ ڪري، وانءُ وٺي وٽ تن،
سندُسِ ٿي سيد چئي، ڪهڙو قدر ڪن،
پاٿيٽ ٿي پرکن، ڪِ ڪئنچل ڳڏن ڪچ سين.

جيڪي هيرا ۽ موتي وڏيندا هئا، انهن کي وينجهار چيو ويندو هو. شاهه صاحب چوي ٿو، ته اهي وينجهار، جيڪي هيرا لعل وڏيندا هئا، انهن جي پوين ۾ اهو جوهر ڪو نه رهيو آهي. سندس مطلب آهي، ته جيڪي بزرگ روحاني فيض سان ماڻهن کي مستفيض ڪندا هئا، انهن جي پوين ۾ اها صلاحيت نظر ڪا نه ٿي اچي:

وياسي وينجهار، هيرو لعل وڏين جي،
تنين سندا پوئيان، سيهي لهن نه سار،
ڪٽين ڪٽ لُهار، هائي أنهين پيٽيين.

شاهه صاحب اهلِ دل بزرگن لاءِ "غواص" (ٽوٻو) لفظ به ڪتب آندو آهي. هو ٻڌائي ٿو، ته جهڙيءَ طرح غواص سمنڊ سوجهي، پاتال ۾ پيهي ماڻڪ ميڙي عوام کي آڇين ٿا، تهڙيءَ طرح روحانيت جا صاحب هن دنيا جي حقيقت کي پرجهي ۽ پروڙي اصل حقيقتن جو سبق سيکارين ٿا.

فرمائي ٿو:

آڇارا عميق جا، گڏيا غواصن،
جَهريون جهاڳي آئيا، ڪارونيار ڪنن،
سمنڊ سوجهي جن، آٽي امل اوليا.

انهن تمثيلن ۽ علامتن سان گڏ شاهه صاحب ”ملاح“ ۽ ”معلم“ جون علامتون بہ آنديون آهن. ”ملاح“ مان سندس مطلب آهي: ماڻهو، جيڪو زندگيءَ جي ٻيڙي کي هلائيندو رهي ٿو. شاهه صاحب هن بيت ۾ ملاح کي صلاح ڏني ٿو، تہ هي اٿاهه سمنڊ آهي، جنهن کي جهاڳڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. انهيءَ لاءِ ضروري آهي، تہ ڪنهن سونهين جي صلاح وٺ سلامتي سان وير لنگهي وڃين.

تاري وانءُ ترازَ کي، منجها موج ملاح،
دانهون ڪن درياءَ جيون، اونهي جا آگاهه،
سونهين جي صلاح وٺ تہ وير لنگهي وڃين

”سونهين“ مان سندس مراد آهي، علم ۽ فضل جا صاحب، جيڪي زندگيءَ کي سجايو ۽ سڦلو بنائڻ جو سبق سکيارين ٿا؛ ۽ ڀليل ۽ ڀٽڪيل انسانن کي دڳ لائين ٿا. اهڙيءَ طرح شاهه صاحب هيءَ حقيقت ذهن نشين ڪرائي آهي، تہ ڀلارن انسانن کان رهنمائي ۽ رهبري حاصل ڪرڻ ضروري آهي.

”نائڪو“ ۽ ”معلم“ بہ ٻيڙي سان تعلق رکن ٿا، جيڪي ٻيڙي کي سلامتيءَ سان هلائڻ لاءِ ملاحن کي هدايتون ڏين ٿا. هن بيت مان تہ معلوم ٿئي ٿو، تہ شاهه صاحب ”معلم“ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي ذات اقدس لاءِ علامت طور آندو آهي: جنهن وٽان اسان کي زندگيءَ جي حقيقت، مقصد، ۽ زندگي گذارڻ جو صحيح طريقو حاصل ٿيو آهي:

ناکئو نگهبان، معلم منجي خبرون،
جن ساري ڪنيو سمونڊ تي، سفر جو سامان،
لطف سان لطيف چئي، تن لنگهير طوفان،
سنياري سبحان، وجي عادنئو اڪتا.

”عاد نئون“ جي معنيٰ آهي: عادن (عدن) کئون. هتي ”عدن“ مطلب آهي: منزل مقصود. يعني جن انسانن حضور صلي الله عليه وسلم جي هدايتن موجب زندگي گذاري، اهي نهايت آسانيءَ ۽ سلامتي سان وڃي منزل مقصود کي رسيا.

هن تفصيل مان معلوم ٿيندو، ته شاهه صاحب هن جهان ۾ ڪامياب زندگي گذارڻ جو طريقو سمجهايو آهي. سندس مقصد هي آهي، ته انسان هن جهان ۾ انهيءَ لاءِ موڪليو ويو آهي، ته الله تعاليٰ جي هدايتن موجب زندگي گذاري، آخرت جي ڪاميابي حاصل ڪري. هو سمجهائي ٿو، ته هن جهان ۾ انسان آزمائش ۾ رکيو آهي. جيڪڏهن هن دنيا جي رنگينين ۽ رعنائين، ۽ مادي آسائشين ۾ مبتلا ٿي، زندگيءَ جي اصل مقصد کي وساري ڇڏيو، ته ڪيس آخرت ۾ هٿ هٿا پوندا. جتي انسانن جي عملن جو حساب ڪتاب ٿيندو. زندگيءَ کي سجايو ۽ سڪارتو بنائڻ لاءِ انسان کي جڳائي ته هو هادي اعظم، نبي آخر زمان حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي پيروي ڪري. شاهه صاحب ٻڌائي ٿو ته، الله تعاليٰ جي ذڪر، توبهه تائب ٿيڻ، ۽ خالق ڪائنات جي بارگاهه ۾ آزي ۽ نيزاري، نهٺائي ۽ نماڻائي اختيار ڪرڻ ۾ انسان جي ڪاميابيءَ جو راز سمايل آهي. هو الله تعاليٰ کي ٻاڏائڻ ۽ ان کي مدد لاءِ سڏڻ جي هدايت به ڪري ٿو.




# سُر رامڪلي جو اڀياس

## تاريخي پس منظر

**هندو فقير:** شاهه صاحب جو سررامڪلي هندوفقيرن سان تعلق رکي ٿو. شاهه صاحب سير و سفر دوران هندو فقيرن سان مليو، انهن سان صحبتون ڪيائين. انهن جي ريتن رسمن ۽ زندگيءَ جي مقصد جو گهرو مطالعو ڪيائين. نہ فقط ايترو پر شاهه صاحب هندو فقيرن سان سير و سفر ڪيو، ۽ انهن سان گڏ سندن تيرٿن تي ويو. شاهه صاحب هي سير وَ سفر ۽ هندو فقيرن سان روح رهاڻيون پنهنجي ابتدائي جوانيءَ جي دور ۾ ڪيون. ان هوندي بہ هي سر پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو، تہ شاهه صاحب جي مشاهدي واري نظر تمام تيز هئي. هن نهايت باريڪ بينيءَ سان هندو فقيرن جي هلت چلت، رهڻي ڪهڻي ۽ فڪر ۽ زندگيءَ جي مقصد جو نهايت اونهو اڀياس ڪري، ان مشاهدي، مطالعي ۽ پنهنجي تجزي کي نهايت اثرائتي نموني ۽ حقيقت پسندانہ نوع ۾ پيش ڪيو آهي.

عرب سياحن جي سفر نامن ۽ ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هندو جوڳي، ۽ ٻيا هندو فقير قديم زماني کان هند ۽ سنڌ ۾ گهمندا، سير و سفر ڪندا، تيرٿ ياترا ڪندا، جوڳ پچائيندا رهيا آهن. ابو زيد حسن سيرافي پنهنجي ڪتاب سلسلة التورايخ ۾ لکيو آهي:

”هندستان ۾ ڪجهه ماڻهو بيابانن، جهنگلن ۽ پهاڙن جو سير ڪندا وتندا آهن، ۽ ماڻهن سان گهٽ ملندا آهن. هي گاهه ۽ جهنگلي ميوو ڪڏهن ڪائي وتندا آهن. عضوي تناسل ۾ لوهه جي هڪ زنجير انهيءَ ڪري وجهندا آهن، تہ جيئن عورتن ڏانهن وڃي نہ

سگهن. انهن مان کي بالڪل اگهاڙا رهندا آهن. منجهانئن کي سج ڏانهن منهن ڪري بالڪل اگهاڙا بيٺا هوندا آهن. انهن جي جسم تي چيتي جي هڪ مختصر کل پيئي هوندي آهي. هڪ ماڻهوءَ کي مون پڻ ڏٺو، ته سج ڏانهن منهن ڪيون، بلڪل اگهاڙو بيٺو هو. ١٦ سالن کان پوءِ وري موٽي آيس، ته ان کي انهيءَ ئي حالت ۾ ڏٺم. مون کي سخت عجب لڳو، ته سج جي تپت تي سندس اکيون ڇو نه نڪري ويئون.“ (١)

ٻي هنڌ ڄاڻايو اٿس:

”هتي هڪ جماعت“ بيڪر جبين“ جي نالي سان مشهور آهي، جيڪا اگهاڙي رهندي آهي. انهن جا وارا ايڏا وڏا هوندا آهن، جو جسم ۽ شرمگاهه کي ڍڪيو بيٺا هوندا آهن. ننهن وڏا ۽ نيزن وانگر تيز هوندا اٿن. البت کي پنهنجو پاڻ ٽنٽي پوندا آهن. هي ماڻهو سيرو سياحت ڪندا آهن. انهن مان هر شخص جي ڳچيءَ ۾ مالها هوندي آهي، جنهن ۾ انساني کوپري لٽڪندي رهندي آهي. جڏهن کين ڏاڍي بک لڳندي آهي، تڏهن کنهن هندستانيءَ جي درتي هليا ويندا هئا. هو انهن کي بابرڪت سمجهي هڪدم رڌل چانور آٽي ڏيندا آهن، جن کي هو کوپريءَ ۾ وجهي کائيندا آهن.“ (٢)

ابوزيد حسن سيرافي جي ڪتاب ۾ ٢٦۴هه (٨٧٧ ـ ٨٧٨ع) سن ملي ٿو. ان مان معلوم ٿئي، ته هندو فقير جو هي احوالِ ٽين صدي هجري (نائين عيسوي) ۾ لکيو ويو.

مٿين بيان جي تصديق ٻين ڪتابن مان به ٿئي ٿي. جان ـ ٽي پلٽس (John.T.Platts) پنهنجي لغت ۾ هندو فقيرن جي هڪ قسم ”ناگا“ بابت لکيو آهي.

”ناگا“ هندو فقيرن جو هڪ قسم آهي، جيڪي اگهاڙا رهندا آهن، ۽ اگهاڙا گهمندا وتندا آهن.“ (٣)

شاهه صاحب ”نانگا “فقيرن جو ذڪر سررامڪليءَ جي ڪيترن بيتن ۾ ڪيو آهي.

ٻه بيت هت ڏجن ٿا:

پوڄا ڪر م پاڻ کي، سمجھ کي سامي،
تي سورن سين سڙ، ويھ م وساي،
خطرا ڇڏي خامي، ته نانگا رسين ناٿ کي.



جي ياٺين جوڳي ٿيان، ته ترڪ طمع کي ڏي،
نانگا نمي ناٿ کي، تابع ٿيج تڏي،
ويراڳي وجود کي، لاشڪ ڇڏ لڏي،
جو اَجهائون اڏي، پَري پورب ان ڪان.

مٿي ابو زيد حسن سيرافي جي بيان ۾ اگهاڙن فقيرن جي پنٿ جو ذڪر آيو آهي. شاهه صاحب نانگن فقيرن جي پنٿ جي ڳالهه هن انداز سان ڪئي آهي:

جي ياٺين جوڳي ٿيان، ته سڳ سيئي ڇن،
وڃي در دوستن جي، نانگا ڪيم نِنّ،
پَتِ تنهين جي پن، جن ٻجهي نه ٻجهيو.

هندو فقيرن جي در در پنڻ جي ڳالهه ٻين بيتن ۾ ٻه ملي ٿي هڪ بيت ۾ ان ڳالهه جو بيان هن طرح آندو اٿس:

وڃين وينا رهن، سانجهيءَ رهن سمهي،
بڪ مرندي بکيا، ڪنهن ڪان ڪين گهرن،
پيٽ نه هيريائون پانهنجا چُوريءَ ساڻ ڇپن،
ڦڪي فقيرن، ماڳان پني مات ڪئي.

هڪ بيت ۾ شاهه صاحب انهن فقيرن کي "مهيسي" ڪوٺيو آهي، جيڪي پَتَ ڪٽي پنن نه ٿا، پر مخلوق جي گهرن ڪان پري رهن ٿا.

پنن ڪين پَتُ ڪٽي، گهرن ڪين گهران،
مهيسي مخلوق جي، اُپين دور دران،
پڇن ڪوهه شرعان، اندر عدالت جي.

پوئين سٽ جي مفهوم کي شاھ صاحب ہي ھڪ بيت جي سٽ ۾ هن طرح بيان ڪيو آھي:

"مفتي منجهہ وھارِ تہ قاضي ڪاٽيارو نہ ٿئين."

"مهيسي" جو صحيح اچار "مهيشوري" آھي. جان پلئٽس "مهيشوري" جي وصف هن طرح بيان ڪئي آھي.

"درگايا پاروتي ديوي جا پوڄاري، جيڪا شو جي زال هئي.(۴)

اڳ ۾ ابو زيد حسن سيرافي جي بيان ۾ هندو فقيرن جو نالو "بيڪر جبين" آيو آھي. ائين ٿو ڀائنجي، تہ "بيڪر" "بيڪاري" جي بگڙيل صورت آھي، ۽ "جبين"، "جوڳي" جي بدليل صورت آھي. انهن ٻنهي هندو فقيرن جو ذڪر سر رامڪلي ۾ ملي ٿو.

بيڪاري جو نالو هن طرح آيو آھي:

بابو بيڪاري ٿيا، اڄ نہ آسڻ وٽ،
خودي ڪانئي هليا، پير نہ لاٿئون پٽ،
هيءَ هيءَ جنهين هٽ، آءٌ نہ جيندي ان ري.

جوڳيءَ جو ذڪر تہ گهڻن ئي بيتن ۾ آيو آھي. سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ تي نظر وجهجي ٿي، تہ معلوم ٿئي ٿو، تہ "جوڳي" جو ذڪر سڀ کان پهريان قاضن جي بيت ۾ ملي ٿو. بيت هن طرح آھي:

جوڳي جا ڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سنڌي پريان پيچري.

لفظ "جوڳ" يا يوگ"؛ "يوج" مان نڪتو آھي، جنهن جي معنيٰ آھي: جوڙ، ميلاپ، ملائڻ، گڏڻ، روح جو ذات مطلق ۾ وصال (۵). قديم زماني ۾ جيڪو روحاني طريقو، سنڌ، هند ۽ پنجاب ۾ رائج هو، ان کي "يوگ" يا "جوڳ" چيو ويندو هو. "يوگ" نہ فقط هندو فقيرن ۾ هو. پر ٻڌڌرم جا ڀڪشو، ۽ جين ڌرم جا فقير بہ ان طريقي سان پنهنجو اندر اجارڻ جا جتن ڪندا هئا. نہ فقط ايترو، پر ويدڪ زماني کان بہ اڳ ۾، دراوڙ دور ۾ بہ موجود هو. هي هڪ روحاني طريقو هو،

جنهن جي ذريعي، حق جو ڳولهائو، پنهنجو اندر اجاريندو هو. (٦)
اهڙي جاڪوڙيءَ کي يوگي يا جوڳي چيو ويندو هو. سنڌ ۾ اهي هندو فقير موجود هوندا هئا، ۽ انهن جي رهڻ واري جاءِ کي ”مڙهي“ سڏيو ويندو. ”مڙهي“، ”مڙهه“ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: مئل ماڻهو يا لاش. جيئن ته اهي فقير تارڪ الدنيا هوندا هئا، انهيءَ ڪري پنهنجي رهڻ واري جاءِ کي ”گهر“ چوڻ جي بدران مڙهي چوندا هئا. يعني انهن جي رهڻ جي جاءِ، جن دنيا جا لاڳاپا لاهي، من ماري مچ ڪيو هجي. هند ۽ پنجاب جا جوڳي هنگلاج ۽ ٻين ياترائن لاءِ سنڌ ۾ ايندا رهندا هئا.

شاهه صاحب جي سر رامڪلي کان سواءِ رسالي جي سر ”ڪاهوڙي“ ۾ به جوڳي فقيرن جو احوال ملي ٿو. سر رامڪليءَ جي ڪيترن ئي بيتن ۾ ”جوڳي“ يا ”جوڳيئڙا“ لفظ آيا آهن. رامڪلي جي داستان پهرين جا پهريان ٻه بيت وراڻ وارا آهن، ۽ ”جوڳيئڙا جهان ۾“ فقري سان شروع ٿين ٿا. پهريون بيت هن طرح آهي:

جوڳيئڙا جهان ۾، نوري ۽ ناري،
ٻري جن ٻاري، آءٌ نه جيندي ان ري.

ڪيترا وراڻ وارا بيت ”جي ڀانئين جوڳي ٿيان“ فقري سان شروع ٿين ٿا. هڪ بيت اڳ ۾ اچي چڪو آهي؛ ٻيو بيت هت ڏجي ٿو، جنهن ۾ ”هنگلاج“ جي ياترا جو ذڪر آهي:

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، ته پرگروءَ جي پار،
هوائون هنگلاج ڏي، ويندي سپ وسار،
نانگا ناٿ نهار، سامي وڏيءَ سڪ سين.

شاهه صاحب هن بيتن ۾ ”جوڳ“ جي اها ئي معنيٰ ٻڌائي آهي، جيڪا اڳ ۾ بيان ڪئي ويئي آهي:

جسي سندي جوڳ ري، مون نه گهر جي ماهه،
سامي منهنجو ساهه، آءٌ نه جيئندي ان ري.

مٿين بيان مان معلوم ٿيندو، تہ تجوڳين ۽ ٻين هندو فقيرن جي هن هٿ تہ اها هئي، تہ هو دنيا کي تياڳ ڏيئي، ڌرمي يا ترائن لاءِ گهمندا وتندا هئا. سندن يوگ پچائڻ جو طريقو اهو هو، تہ هو ڪنهن آسڻ ۾ هڪ هنڌ چپ ڪري ويهي يا ويهي جوڳ پچائيندا هئا. ابوزيد حسن سيرافيءَ پنهنجي اکين ـ ڏٺي، اهڙي "يوگي" جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو بلڪل اگهاڙو سج ڏانهن منهن ڪري ڪي ورهہ هڪ هنڌ ويٺو رهيو. شاهہ صاحب بہ اهڙا يوگي ڏٺا هئا. هن بيت ۾ انهن جو ذڪر طرح ڪيو اٿس:

ويٺي جنهن ورهہ ٿئا، مٿي سين ميري،
اکيون جنهن جون الک ڏي، ٻون ڏي نہ ٻيري،
ڪارنئان ڪکا ٿئا، ڄرائيا ڄيري،
لڙڪ لال لطيف چئي، ڪنبي ۽ ڪوري،
نينهن نہ نبيري، سور چرندي سنرو.

رام ڪلي ۾ جوڳي، نانگا، مهيسي ۽ بيکاري ڪان سواءِ ٻين قسمن جي هندو فقيرن جا نالا بہ ملن ٿا، جهڙوڪ: لاهوتي، ويراڳي، بيراڳي، ڪاپڙي، سامي، سناسي، ڪن ـ ڪٽ، ڪاپٽ، ڪنواٽيا، ڪن چير، ڪن ڀار، لانگوٽيا، گودڙيا، صابري ۽ آديسي. "آديسي" اصل "اداسين" آهي. جي . ٽي پليٽس "اداسين" جي وصف هن طرح بيان ڪئي آهي:

"اهو فقير جنهن مڪمل طرح دنيا کي تياڳ ڏنو هجي؛ جنهن کي نہ گهر گهاٽ هجي نہ مٽ مائٽ ۽ دوست هجي." (۷)

شاهہ صاحب اهڙن فقيرن جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي:

جوڳي ٿين نہ يار، ڪنهن سان قريبن ري،
هوائون هنگلاج ڏي، ويندي سپ وسار،
نانگا نات نهار، سامي وڏي سڪ سين.

## مسلمان فقير:

هندو فقيرن کان سواءِ شاهہ صاحب مسلمان فقيرن جو ذڪر بہ ڪيو آهي، جيڪي انهن ڏينهن ۾ هند ـ سنڌ گهمندا وتندا هئا. انهن مان صابري فقيرن جو خاص طرح سان ذڪر ڪيو اٿس. فرمائي ٿو:

رهيا اٿئي رات، صبح ويندءِ صابري،
لُنءِ لُنءِ منجهہ لطيف چئي، ڪر تنهين جي تات
سندي جوڳيان ذات، ٻي پيري ياڳ مڙي.

●

اڄ آهين اڄ، صبح ويندءِ صابري،
ڪج ڪو ڪاپڙين مان روح رچندو رڄ،
پير تنهين جا پڄُ، متان سڪين سنياسين ڪي

"صابري" مان مطلب آهي: اهي فقير جيڪي حضرت علاؤ الدين علي احمد صابر جي سلسلي جا مريد هئا؛ جنهن ١٣ ـ ربيع الاول. ٦٩هہ (۴ـ مارچ ١٢٩١ع) تي وفات ڪئي. سندس مزار "ڪلير" ۾ آهي. هو فريدالدين مسعود گنج شڪر (وفات ۶٦۴هہ ـ ١٢٦۵ع) جو مريد هو. سندس طريقت جو سلسلو هندالولي حضرت خواجہ معين الدين چشتي اجميري سان هن طرح ملي ٿو:

"حضرت صابر مريد حضرت فريدالدين گنج شڪر، اهو مريد حضرت خواجہ بختيار ڪاڪي (وفات، ١٢٣ع) ۽ اهو مريد حضرت خواجہ معين الدين چشتي اجميري رح (وفات ١٢٣٦ع)."

ديوبندي عالمن جي پير طريقت حضرت عبدالقدوس گنگوهي (وفات ٢٣ ـ جمادي الآخر ٩۴۴هہ ـ ۵ نومبر ١۵٣٧ع) جو طريقت جو سلسلو حضرت صابر ڪليري رحہ سان ملي ٿو.

حضرت صابر ڪليري جا فقير، جن کي شاهہ صاحب "صابري" سڏيو آهي، اهي هنگلاج ۽ ناني تي ڪونہ ويندا هئا. پر سير و سفر ڪري پنهنجي مرشدن جي مرشد ۽ هند ۾ اسلام جي شمع روشن

ڪندڙ حضرت خواجہ معين الدين چشتي جي زيارت لاءِ اجمير ويندا هئا. شاهہ لطيف سندن اوڏانهن وڃڻ جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي؛

"جوڳي ويا جامير، جان مڙهيان منهن پائي."

"جامير، شهر اجمير" جي عوامي صورت آهي.

**تمثيل:** شاهہ صاحب هن سر ۾ تمثيل طور الله تعاليٰ جي وحدانيت، رسالت، شريعت، اسلامي عقيدن، اسلامي تصوف جي اصولن جي اپٽار ڪئي؛ ۽ مومن مسلمان جي خوبين، خصوصيتن ۽ اخلاقي قدرن جي وضاحت ڪئي آهي. الله تعاليٰ جي وحدانيت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

الفئون اکر من ۾، ڪيو ڪاپڙين،
حرف ڏاران هيڪڙي، ٻيو ڪين پڄهن،
فرض فنا في الله جو عين عبادت تن،
"قل هو الله احد" ٿا منجهان پرت پڙهن،
سعادت سرين، گر ڪي گڏئا ڪاپڙي

هن مان معلوم ٿيندو، تہ شاهہ صاحب جي نظر ۾ سچو فقير اهو آهي، جيڪو فقط الله تعاليٰ کي هڪ ڪري مڃي ٿو. ان سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ٿو ڪري؛ ۽ انهيءَ ئي ذات ۾ فنا ٿيڻ عين عبادت سمجهي ٿو. ان سلسلي ۾ هن قرآن شريف جي آيت "قل هو الله احد" ڏانهن بہ اشارو ڪيو آهي. سڄي سورت هن طرح آهي.

قل هو الله احد ● الله الصمد ● لم يلد ● ولم يولد ● ولم يكن له كفوًا احد ●

"(اي پيغمبر) چؤ تہ الله اڪيلو آهي. الله بي احتياج آهي. نڪي ڄڻيائين ۽ نڪي ڄڻيو ويو؛ ۽ سندس برابر ڪو نہ آهي."

ان مان معلوم ٿيندو تہ شاهہ صاحب توحيد خالص اختيار ڪرڻ جي هدايت ڪري ٿو. هن بيت ۾ شاهہ صاحب فرمايو آهي، تہ اهي سچا فقير سدائين الله تعاليٰ جي ذات سان پنهنجو ناتو ڳنڍين ٿا، ۽ خدا جي

ناراضپي جي خوف کان سدائين ڪنبندا رهن ٿا.

ڪنهن جنهن سناسي سورَ جي، منجهه وهلور وتن،
انئي پهر الک جو ڪو، وڏُ واڊوڙين،
سدائين صاحب ليءِ، ٿا ڪاپڙي ڪنبن،
جي راتو ڏينهن رمن، هلو تڪياپسون تن جا.

هي هڪ بيت ۾ شاهه صاحب صفت "لم يلد ولم يولد" ڏانهن اشارو ڪندي، چوي ٿو ته اهي سچن فقيرن جو جيءُ ان ذات سان جڙيل آهي، جيڪو نه ڄائو آهي، ۽ نه ڪنهن کي ڄڻيو آهي. فرمائي ٿو:

جي ڀانئيين جوڳي ٿيان، ته سڳ سيئي توڙ،
جي ڄايا نه ڄاپندا، جيءُ تنهين سين جوڙ،
ته تون پهچين توڙ، محبت جي ميدان ۾.

يعني تون ان ذات سان تعلق پيدا ڪر، جيڪو اڪيلو آهي، ۽ نه ڪنهن کي ڄڻيو اٿس ۽ نه ڪنهن مان ڄائو آهي. اهڙيءَ طرح ئي توکي دنيا ۽ آخرت جي ڪاميابي حاصل ٿيندي.

ان سان گڏ شاهه صاحب اها به تلقين ڪري ٿو، ته توحيد سان گڏ رسالت تي به ايمان آڻ، ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم کي الله جو رسول ڪر مڃ، پنج وقت نماز پڙهندو رهه، رمضان شريف جا ٽيهه روزا رک ۽ اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ جي معرفت حاصل ڪر. فرمائي ٿو:

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، ته پڙ ڪلمي جي پار،
پنجن سان پورو رهه، تون آيا ٽيهه مَ ٽار،
تڏهن ڏاڳا ڏار، جڏهن راهه سڃاڻين رب جي.

هن بيت ۾ شاهه صاحب فرمائي ٿو، ته قادر جي قدرت جو ڪو ڪنڌي ڪنارو ئي ڪونهي، ۽ ڪثرت جو ڪاتو ڪٿي ئي نه ٿو سگهجي. انهيءَ حالت ۾ توکي منهجي پوڻ نه گهرجي، پر وقت جي واٽ وٺڻ گهرجي. يعني ائين وسهڻ گهرجي، نه انهيءَ رنگارنگي ڪائنات جو خالق الله تعاليٰ آهي، جيڪو اڪيلو آهي ۽ ان سان ڪو به

پاڳي پائيوار ڪونهي.

فرمائي ٿو:

جي پائنيين جوڳي ٿيان، ته وٺي وحدت ويھ،
اونهو ملڪ الله جو، ڪنهن چلي نه ڏٺو ڇيھ،
مات مڙهيءَ جي پيھ، ته ويني ٿي ويرنات ٿئيين.

هن سر جي ڪن بيتن ۾ حضرت شاهه صاحب ڪائنات جي ڪارڻي، ٻنهي جهانن جي سردار، انبيائن جي امام، انسانيت جي علمبردار حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي ثنا ۽ صفت به بيان ڪئي آهي، ۽ قرآن شريف جون آيتون آڻي، پاڻ سڳورن جون وصفون بيان ڪيون اٿس. هڪ بيت ۾ فرمائي ٿو:

مِونا طورسينا، سندا سناسين،
سَجدي ۾ سيد ڇڏئي، گوڏا گودڙين،
فڪان قاب قوسين او ادنيٰ، تا نانگا ائين نمن،
ڪل من عليها فان، باقي ڪين ڇڇن،
الله ولي الذين آمنوا يخرجهم من الظلمات الي النور، تا اهڙي پرت پُرن،
خر موسيٰ صعقا، جوڳي جنگ جلن،
ما زاغ البصر وما طغيٰ، اهڙي روشن رون،
مشاهدو محبوب جو اتي آديسين،
بي يبصر بي يسمع، بي وصال وهن،
بي يمشي بي ينطق، تا اهڙي چال چلن،
سيد ڇڏئي سندن، ڪل ڇڇين تون ڪهڙي؟

هن بيت ۾ آيل آيتن جو ترجمو هن طرح آهي:

فڪان قاب قوسين او ادنيٰ (النجم - ۹)

(پوءِ ٻن ڪمانن جيتري وٿي هئي، يا (ان کان به) تمام ويجهو هو.) هن آيت ۾ حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي معراج جو ذڪر آهي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن کي الله تعاليٰ جي ويجهڙائي حاصل ٿي.

اڳتي هلي شاهه صاحب فرمائي ٿو تہ اهو قرب حضرت موسيٰ کي بہ حاصل نہ ٿيو. ان سلسلي ۾ قرآن شريف ۾ ذڪر آيو آهي. شاهه صاحب بہ ان واقعي بابت آيل آيت ڏني آهي، جيڪا هي آهي:

"خر موسيٰ صعقا"

سڄي آيت هن طرح آهي:

ولما جاء موسيٰ لميقاتنا وڪلمه ربه قال رب ارني انظر اليڪط قال لن تراني ولاڪن انظر الي الجبل فان استقر مڪانه فسوف تراني فلما تجليٰ ربه للجبل جعله دڪا وخر موسيٰ صعقا (الاعراف ـ ۱۴۳)

(۽ جنهن مهل موسيٰ اسان جي انجام واري هنڌ آيو ۽ سندس پالڻهار ساڻس ڳالهايو (تنهن مهل) تنهن مهل چيائين تہ اي منهنجا پالڻهارِ مون کي پاڻ ڏيکار تہ آءٌ توکي ڏسان. (الله) چيو تہ مون کي ڪڏهن نہ ڏسي سگهندين؛ پر جبل ڏانهن نهار، پوءِ جيڪڏهن پنهنجي جاءِ (جبل) ٽڪاءُ ڪيو، تہ تون مون کي ڏسي سگهندين؛ پوءِ جنهن مهل سندس پالڻهار جبل ڏانهن تجلو ڪيو (تہ) ان کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيائين، ۽ موسيٰ بيهوش ٿي ڪري پيو.)

ان مان شاهه صاحب جو مطلب هي آهي تہ حضرت موسيٰ الله تعاليٰ جي تجلي جو تاب سهي نہ سگهيو؛ پر حبيب، خدا صلي الله عليه وسلم جن ذات حقيقي سان معراج تي ملاقات وقت، مشاهدو ماڻڻ مهل ٻن ڪمان جي وٿي جيترو يا ان ڪان بہ ويجهو رهيا. شاهه صاحب وڌيڪ فرمائي ٿو تہ حضرت موسيٰ تہ تجليءَ جو تاب نہ سهي بيهوش ٿي ويو، ٻنهي جهانن جي سردار رب سان ملاقات وقت ويجهڙائيءَ جو ڪوبہ اثر نہ ٿيو. ان لاءِ شاهه صاحب بيت هيءَ آيت شاهديءَ طور آندي آهي.

ما زاغ البصر وما طغيٰ (النجم ـ ۱۷)

"(پيغمبر جي اک) نڪي لڙي ۽ نڪي حد ڪان لنگهي"

هن بيت ۾ آيل ٻي آيت ۽ فقرن جي معنيٰ هن طرح آهي:

الله ولي الذين آمنوا يخرجهم من الظلمات الي النور (البقر ـ ۲۵۷)

(الله مومن جو سنياليندڙ آهي، ڪين اونداهين مان سوجهري ڏانهن ڪڍندو آهي.)

شاهه صاحب جو مقصد هي آهي ته الله تعاليٰ نبي آخر زمان جي ذريعي مومنن جي رهنمائي ڪئي، جو ڪين ڪفر جي اونداهيءَ مان ڪڍي، دين جي روشني عطا ڪئي. بي يبصر بي يسمع (مون سان ڏسي ۽ ٻڌي ٿو)، ۽ بي يمشي بي ينطق (مون سان هلي ۽ ڳالهائي ٿو) جو مطلب هي آهي، ته حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جيڪي فرمائي ٿو، ۽ جن ڳالهين جي هدايت ڪري ٿو، اهو الله تعاليٰ جي فرمان مطابق آهي. يعني رسول الله صلي الله عليه وسلم جي پيروي دراصل الله تعاليٰ جي حڪمن جي پيروي آهي.

اهڙيءَ طرح هن بيت ۾ شاهه صاحب قرآن مجيد جي آيتن ذريعي ٻنهي جهانن جي سردار جو شان بيان ڪيو آهي. شاهه صاحب جو ڳيءَ جي تمثيل ۾ سچي مرض جو خوبيون، خصوصيتون، اخلاق ۽ ڪردار جي وضاحت ڪئي آهي. شاهه صاحب ٻڌائي ٿو، ته سلوڪ جي پهرين منزل شريعت آهي. انهيءَ ڪري سچو فقير اهو آهي، جيڪو شريعت تي عمل ڪري معرفت جي منزل تي رسي ٿو:

راهه شريعت هليا، تفڪر طريقون،
حال حقيقت رسيا، معرفت ماڳون،
ناسوت، ملڪوت، جبروت، ايءَ انعام سندونِ،
پسي لاهوت لنگهيون، هاهوتي متيا هليا.

اهي سالڪ موليٰ پاڪ جي محبت ۾ محو آهن، با اخلاق آهن، اوگڻن جي اوڏو نه آهن ۽ معرفت ماڻڻ لاءِ پاڻ فنا ڪن ٿا.

منجهه محبت مچ، ٻهر ڏوڏا دوڙسين،
چڏيائون چر لهي ڪوڙ، ڪلڪڻ ڪچ،
اوگڻ اوڏا نه ٿيا، ڳڻ ڪيائون ڳچ،
جئن سڙن تئن سچ، جئن سڙن، تئن سرا.

هنن جي اندر ۾ سدائين الله تعاليٰ جو ذڪر جاري ۽ ساري آهي:

ڇڏ جاڳوتا جوڳئين، دونهين ڪيم دڪاءِ،
واذ ڪر ربڪ في نفسڪ اندر، آگ جلاءِ،
جن ڪي سچڻ جي ساڃاھ، تن ڪي ڪينان منو ڪينڪي.

هن ۾ شاھ صاحب آيت جي ذريعي هدايت ڪئي آهي، تہ پنهنجي رب کي پنهنجي دل ۾ ياد ڪر آهي. سڄي آيت جي معنيٰ هن طرح آهي ۽ پنهنجي رب کي پنهنجي دل ۾ عاجزيءَ ۽ ڀَو سان وڏي آواز ڌاران صبح ۽ سانجهيءَ جو ياد ڪر ۽ غافلن مان نہ هج.“ (الاعراف ـ ٢٠٥)

هيٺين بيت ۾ شاھ صاحب سمجهايو آهي، تہ دنيا جي لوڀ لالچ ۾ گم ٿي نہ وڃجي، ۽ دنياوي شين کي پنهنجي زندگيءَ جو مقصد نہ بنائجي.

گندي ۽ گراھ، جنين سناسين سانديو،
اُنين ڪان الله، اجا آڳاهون ٿيو.

شاھ صاحب سالڪ جون وصفون ٻڌائيندي فرمائي ٿو، تہ سچا سالڪ اهي آهن، جيڪي آزيون ۽ نيزاريون ڪري پنهنجي رب کي ريجهائين ٿا:

ڪافا ڪري ڪرنشون، ٻنڌي ايا ٻانهون،
اي الڪ سامهون، رتو رنائون.
سناسين سيد چئي، مليون مدعائون،
ولسوف يعطيڪ ربڪ فترضيٰ چئو چيائون،
لاتق لذائون، گر کي گڏيا ڪاپڙي.

هن ۾ شاھ صاحب قرآن شريف جي آيت هيءَ شاهديءَ طور آندي آهي.

ولسوف يعطيڪ ربڪ فترضيٰ (الضحيٰ:٥)

(۽ تنهنجو پالڻهار سگهوئي توکي (ايترو) ڏيندو جو (تون) خوش ٿيندين)

هيٺين بيت بہ ۾ شاھ صاحب قرآن شريف جي آيت ڏانهن اشارو

ڪيو آهي.

جوڳي جڳ ڇڏي، پريا پورب پنڌ ڏي،
لاهوتي، لعل لطيف چئي، هليا لعل لڏي،
والله يدعوا الي دار السلام صاحب سين سڏي،
هيءَ هيءَ هن هڏي، همه کي حيران ڪيو.

قرآن شريف جي آيت جي معنيٰ هن طرح آهي:

”۽ الله سلامتي جي گهر ڏانهن سڏيندو آهي.“ (يونس ـ ٢٥)

يعني الله پاڻهي کي سڏي راهه ڏانهن سڏي ٿو، پر هن هڏي (يعني هن دنيا) جي رنگينين ۽ رعنائين) سيني کي حيران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو آهي. البت سچا سالڪ دنيا جي مرهه ۾ گرفتار نه ٿا ٿين، پنهنجي رب جي هدايتن تي هلي، ڪاميابي حاصل ڪن ٿا.

اهڙيءَ طرح هن بيت ۾ شاهه صاحب سچي فقير يعني سلوڪ جي راهه جي پاندئيڙي جون وصفون بيان ڪيون آهن؛ ۽ سلوڪ جي راهه ۾ رهنمائي ڪندي، هدايتون ڏنيون آهن هو چوي ٿو ته آخرت جي ڪاميابي انهيءَ ۾ آهي، ته الله تعاليٰ کي هڪ ڪري مڃجي، رسالت تي ايمان آڻجي، ۽ شريعت جي واٽ وٺي، پنهنجي زندگيءَ کي سجايو ۽ سڦلو بنائجي. هو چوي ٿو، ته ان لاءِ اهو به ضرور آهي، هن زندگيءَ جي آسائشن کي زندگيءَ جو مقصد نه بنائجي.

# حوالا


(١) حسن سيرافي، ابوزيد: سلسلة التواريخ، ص ٥١

(٢) ايضاً، الكتاب الثاني، ص ١٢٧ ـ ١٢٨

(3) John .T. platts: A Dictinery sang-e-Mell (Publications) lahore, 1983 Origen.



(1) حسن سيراقي، ابو زيد: سلسلة التواريخ، ص ٥١

(2)ايضاً، الكتاب الثاني، ص ١٢٧-١٢٨

(3) John.T.Platts:A Dictionary of Urdu,Classicai Hindhi and English,Reprint:Sang- e- meel Publication,Lahore,1983,originaly printed in London,Crosby Lock Wood and Son,199,P.1116.

(4) Ilid,P.1102

(5) Ilid,P.1253

(6) (i) Berry T: Religions of the World: Hinduism,Yoga Budhism, London,1971,P.77.(ii) A.L Basham: The Wonder that was India,London,1985,P.35 (iii) Dr.Dur-e-Shahwar Sayed:The Poetry of Shah Abdul Latif,1988,P.12.

(7) J.T.Platts:P.31.

(8) منگهارام اوجها: پراڻو پارڪر ،سنڌي ادبي بورڊ، ٽيون ڇاپو،1988،ص 75.






# ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي رحم

پروفيسر ڊاڪٽر الحاج ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ولد حاجي غلام حسين ميمڻ سن ١٣٥٠هه بمطابق ١١ سيپٽمبر ١٩٣١ع تي ڳوٺ ماڙي ضلع شڪارپور ۾ تولد ٿيا. ابتدائي تعليم شڪارپور مان حاصل ڪيائون. سن ١٩٤٨ع ۾ خاندان سميت لاهوري محلا لاڙڪاڻي ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا. ملازمت جو آغاز روينيو کاتي ۾ ڪلارڪي سان ڪيائون ۽ پوءِ سول انجنيئرنگ ۾ ڊپلوما پاس ڪري پي-ڊبليو-ڊي-۾ اوور سيئر ٿيا.

ايم-اي سنڌي ادب ۾ امتيازي حيثيت ۾ پاس ڪرڻ کان پوءِ ١٩٦١ع ۾ اسلاميه ڪاليج سکر ۾ ليڪچرار ٿيا. ان کانپوءِ اسلامڪ ڪلچر ۽ مذاهبِ عالم ۾ پڻ ايم-اي ڪيائون. ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ”بيانَ العارفين سنڌي ۽ جي ترتيب ۽ اپٽار“ جي عنوان سان ٿيسز لکي حاصل ڪيائون.

ڊاڪٽر صاحب جن سٺا دانشور، اديب، عالم ۽ محقق هئا. پاڻ سٺ کان وڌيڪ ڪتاب لکيائون. جيڪي مختلف موضوعات تي سنڌي ۽ اردو ۾ ڇپجي چڪا آهن. ان کان سواءِ بيشمار مضمون ملڪ جي مختلف معياري، علمي ۽ ادبي رسائل و جرائد ۾ ڇپيا. سندس علمي خدمتن جو اعتراف ڪندي پاڪستاني سرڪار تمغهءِ ”امتياز“ سان نوازيو.

سنڌ جي هن نامياري عالم ۽ اديب ١٦ فيبروري ١٩٩٦ع تي هيءَ فاني دنيا ڇڏي پنهنجي حقيقي رب سان مليو.

ڊاڪٽر صاحب جي وفات بعد حڪومت پاڪستان سندن خدمتن جو اعتراف ڪندي پڻ صدارتي ايوارڊ سان نوازيو.